چوند

# ملفوظات

## غوث الحق حضرت مخدوم نوح

علية الرحمة هالائي

مرتب

قاضي محمد شوڪت علي قريشي

ناشر

اداره و ڪتبخانه قاضي غلام محمد قريشي

هالا پراڻا

**تقسيم في سبيل الله**

نالو ڪتاب جو: چوند ملفوظات حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمتہ هالائي

صاحب ملفوظات: حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمتہ القريشي الصديقي هالائي

مرتب: قاضي شوڪت علي قريشي هالا پراڻ

ڪمپوزنگ: سورهيہ ڪمپيوٽر الفيض دارالاشاعت واسلامي لائبرري پلاٽ: ٢٥ محمدي ڪالوني لطيف آباد نمبر ٥ حيدرآباد سنڌ

ڪمپيوز لي آئوٽ: خادم حسين پناڦي

پريس:

طبع اول: ١٩٩٩ع سنڌي ١٤٢٠هه

تاريخ اشاعت:

تعداد: هڪ هزار

سلسلہ ڪتاب: نمبر:٢ (نمبر:١ دنيا جي حقيقت مرتب قاضي شوڪت علي)

**ملڻ جو هنڌ**

**اداره و ڪتبخانہ قاضي غلام محمد قريشي هالا پراڻہ**

ضلع حيدرآباد (سنڌ)

مور کن کوئي مَت ڙيءِ، سي موکن کيئن مُورءِ
سي سر مُکن سُپرينءِ، جڳ ۾ جوت هُتي سُورءِ
اُت ڏيکيندس دورءِ، سواءِ عُشاقن حيب رِيءَ.

(ترجمہ)

بي وقوف (دنيا وارن) پنهنجي مت ۽ عقل وڃايو، سي کيئن (آخرت) جو نفعو حاصل کندا.
اُهي ماڻهو کڏهن به الله تعاليٰ سان کچهري کري نه سگهندا ويجهو اچي نه سگهندا، قريب ٿي نه سگهندا جيکي دنيا ۾ ته وڏا ماڻهو ۽ سگها ماڻهو پر آخرت ۾ سور تکليفون.
اتي آخرت ۾ به انهن ماڻهن کي ڏکائي پري کندا ملائک سڀورا، چو ته اتي سواءِ الله جي عاشقن جي کنهن جي به قبوليت نه آهي.

# فهرست



## حصو پهريون

## حصو ٻيو

بسم الله الرحمان الرحيم

الا ان اولياءَ الله لاخوف عليهم ولاهم يحزنون

## پنهنجي پارن

بسم الله الذي وكفيٰ والسلام علي من اتبع الهديٰ

سلام هجي الله وارن تي ۽ سلام هجي هدايت وارن تي جن پنهنجو ايمان بہ سلامت رکيو ۽ ٻين جي ايمان جي بہ حفاظت فرمائي، اهڙين شخصيتن تي تابہ ابد ڪروڙها سلام هجن.

عالم اسلام ۾ ان ڪان پوءِ وري سنڌ ۾ جيڪو دين جو قلعو، پوري علائقي جي اسلام لاءِ باب الاسلام ثابت ٿيو، دنيا تي ان جا وڏا اثرات مرتب ٿيا. ڇو تہ پيغام ئي انهيءَ ذات پاڪ جو آندائون جيڪا سڄي دنيا کي هدايت ڏيڻ واري آهي.

سنڌ وڏا وڏا عالم، فقيہ، محدث، مفسر پيدا ڪيا ۽ انهيءَ مان صاحب علم هجڻ سان گڏ صاحبِ دل بہ هئا، جن ماڻهن تي محنت ڪري انهن جي دنيا ئي بدلائي ڇڏي ۽ آخرت سنواري ڇڏي.

نيڪي ۽ بدي هر دؤر ۾ رهي. نيڪي پکيڙيندڙ بہ رهيا تہ بدي ڦهلائيندڙ بہ رهيا. دنيا جي هر خطي ۾ اهو دستور هلندو اچي. سڀ ڪو پنهنجي پنهنجي انجام تي پهچي ويو، هاڻي الله پاڪ جي بارگاهہ ۾ آخرت ۾ پنهنجو پنهنجو حساب ڏيندا.

قرآن پاڪ ۾ آهي تہ جيڪو نيڪي ڪري ٿو سو بہ پنهنجي لاءِ، جيڪو بدي ڪري ٿو سو بہ پنهنجي لاءِ.

سنڌ ۾ ڪافي ديني مدرسا وغيره رهيا ۽ خانقاهون بہ رهيون جتان علم ۽ معرفت جا پياسا پنهنجي اُڃ لاهيندا رهيا.

سادات سڳورا آيا اهي بہ دين جي محنت ۾ لڳا. صديقي بزرگ آيا اهي بہ اسلام جي اشاعت ۾ لڳا. فاروقي حضرات آيا اهي بہ الله پاڪ جي راهہ ڏسڻ لڳا. عثماني اصحاب آيا اُهي بہ راهہ رباني تي لڳائڻ

لڳا. پيا مسلمان عرب سڳورا آيا اهي ۽ پنهنجو مقصد فقط دين کي بنائي هتي دين جي محنت کي لڳي ويا ۽ سنڌ ۾ اهو ثمردار باغ قائم ۽ دائم ڪري ويا جو انشاءَ الله جاري ۽ ساري رهندو. اڳتي هلي وري طريقت جا سلسلہ قادريہ، چشتيہ، سهروردیہ ۽ نقشبنديہ جا روحاني سلسلہ هليا.

اهڙي طرح هالا ڪنديءَ جي قسمت ۾ موچاري جو هتي سدائين الله وارا پيدا ٿيندا رهيا. ڏهين صدي هجري جي اها مبارڪ گهڙي به آئي، جنهن ۾ سعادت ازلي ۽ ابدي کڻي ايندڙ شخصيت، حضرت مخدوم نوح صديقي، سهروردي جن جنم ورتو. هالا ته ڇا پر سنڌ هند کي واسي ڇڏيائون. کين الله پاڪ علم لدني عطا فرمايو هو. تفسير تي ملڪو، حديث ۾ مهارت، علم تعبير جا ماهر ۽ ذڪر لااللہ الاالله جي تلقين جا امام ٿي گذريا. جيڪو آيو، جنهن واسطو رکيو، جنهن سان مليا، بيشمار انسانن کي پنهنجي فيض سان مالامال ڪري ڇڏيائون، ايترو غلغلو هليو جو ذڪر جي تنوار جهر، جهنگ، جبل ۾ گونجڻ لڳي. ان دؤر ۾ ڪيترن ماڻهن کي الله تعاليٰ سان ملائي انهن کي الله جي رنگ ۾ رنگي ڇڏيائون. ايڏا صاحب نسبت ۽ تيز نسبت وارا بزرگ گهٽ پيدا ٿيندا آهن. سندن مقام ڇا هو اها ته خبر الله کي باقي جيڪو احوال ۽ مقامات ڏسجن ٿا ته لڳي ٿو ته پاڻ پنهنجي دور ۽ اڳ ۽ قريب واري دؤر ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا. بيشڪ پاڻ پيرانِ پير هئا. ان دؤر جو ڪو اهڙو بزرگ نہ بچيو آهي جيڪو وٽن ولايت جي تڪميل لاءِ نہ آيو آهي. نالا ايترا آهن جن کي شمار ۾ آڻڻ محال آهي. پاڻ غوث الحق جي لقب سان معروف آهن. غوث جو مقام ڇا آهي الله کي علم آهي، سندن مقام بي مثال آهي.

ڇا اهي منظر هوندا جو سَون جو سوَ ماڻهو ذڪر جي تنوار ۾ هجن، پنج ئي وقت مسجد ۾ حاضر هجن، الله جي محبت ۽ الله جو خوف انهن جي دلين ۾ ايترو گهر ڪري چڪو جو. الله ئي الله هو باقي سب هيچ هو. سيني جون زندگيون بدليون، سنتون رسول ﷺ

جن جون زنده تيون، قرآن جي تلاوت گهرن ۾ جاري ساري ٿي، نفل ۽ سجدا بيشمار زمين تي ٿيڻ لڳا. پاڪيزه ماحول، پاڪيزه زندگي، پاڪ مقصد، پاڪ نفس، پاڪ دل، پاڪ فڪر وارو سمورو ماحولُ ٿي ويو. جيترا به صاحبزاده هئا اُهي سڀ رنگ ۾ رنگجي ويا. حويليون ۽ ڏيڏين تي فقط ذڪر الله ۽ تعلق مع الله ئي مقصود ۽ مطلوب بنجي ويو. سبحان الله ڇا نه عجيب سمان هوندو، ڇا نه عجيب گهڙيون ۽ منظر هوندا. حضرت مخدوم نوح عليه الرحمه جن پنهنجي علائقي ۽ ملڪ ۾ ايئن ڇانئجي ويا جو سندن مٽ ۽ نظير سنڌ ۾ نظر نه پيو اچي ڇا بر ڇا بحر ڇا جبل ڇا رڻ هر هنڌ سندن هبڪار پهچي ويئي. ماڻهو جيڪي آيا اڪثر واصل بالله ٿيندا ويا.

قومن جو قومون، قبيلن جا قبيلا، راڄن جا راڄ، محلن جا محلا، پاڙن جا پاڙا سندن حلق ارادات ۾ داخل ٿي، رب سائينءَ کي راضي ڪرڻ ۾ لڳي ويا. پوءِ ته الحمدلله سندن خاندان جو روحاني سلسلو جاري وساري ٿي ويو سنڌ ۽ هند ۾ سندن فيض وسڻ لڳو.

مسلسل ڪيترين ئي پيڙهيون، اهو سلسله انهيءَ نهج تي هليو. آخر ۾ حضرت مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ سائين سترهوان سجاده نشين هئا. پاڻ حضرت مخدوم نوح عليه الرحمه جو قرآن ڪريم سنڌي ادبي بورڊ مان ڇپرائي پڌرو ڪرايائون جنهن جي محنت جو سهرو علام غلام مصطفیٰ قاسمي صاحب جي سر تي آهي.

حضرت مخدوم محمد زمان سائين جن پاڻ چند قلمي اصلي ۽ چند فوٽو اسسٽيٽ قلمي ڪتاب ڏياري موڪليا جن ۾ حضرت قبله مخدوم نوح عليه الرحمه جو احوال آهي. (منهنجو اندازو آهي ته اهو مواد ايترو آهي جو ڪم از ڪم حضرت سائين جن تي ٽيهارو ڪن ڪتاب لکي سگهجن ٿا.) پاڻ حڪم فرمايائون ته انهن تي تحقيق ڪري ڏيو، خاص ڪري ڪتاب سڪينه الروح تذڪره مخدوم نوح رح (سنڌي، جيڪو فارسي مان سنڌي ۾ حضرت مولانا دين محمد وفائي صاحب ڪيو وري سليس سنڌيءَ ۾ مفتي سعد الله انصاري

صاحب ڪيو هو ۽ اهو سمورو ڪم سائين مولوي مخدوم غلام حيدر صاحب جي نگراني ۾ سرانجام ٿيو هو. مولانا دين محمد وفائي صاحب به تحقيق سان سندن احوال سفينة الروح مان لکيو آهي جو قلمي صورت ۾ موجود آهي راحت الروح تذڪره مخدوم نوح رحہ جي نالي سان محترم رحيم داد مولائي شيدائي صاحب به "سفينة الروح تذڪره مخدوم نوح رحہ" به جلد سندن حياتي مبارڪ تي لکيا آهن. ان کان علاوه تحقيق سان "پيغام نوح" ڪتاب لکيو. اهو سڀ ڪم سائين مولوي مخدوم غلام حيدر عليہ الرحمه جن جي تعاون سان ٿيو. باقي اصلي ڪتاب سڪينه الروح تذڪره مخدوم نوح (فارسي) اهو نظر مان نہ گذريو آهي.

ڪتاب "ڪئوس فخريہ" به هن ئي خاندان جي قريبي بزرگ جو لکيل آهي هن جا باب به "ڪئوس" جي عنوان سان آهن انهيءَ ڪري هن جو نالو ڪئوس فخريہ آهي. هن ۾ سڄي خاندان جو شجره مبارڪ ۽ آمد مبارڪ ۽ ڪٿي ڪٿي سڪونت تي لکيل آهي. ان کان سواءِ "رسالہ فتحي" (١) بنيادي ماخذ آهي "دليل الذاڪرين" به فارسي وارو موجود آهي. (فوٽو اسٽيٽ) ان ۾ به ڪافي مواد موجود آهي باقي اجان چار پنج بنيادي ڪتاب قبلہ سائين (مخدوم محمد زمان صاحب) جن وٽ سندن ذاتي ڪتبخاني ۾ سندن ذاتي ڪمره ۾ موجود آهن جن جي زيارت نہ ٿي سگهي آهي، اميد تہ جلد اهي ڏسي انهن جو نالو لکبو.

---

(١) حضرت مخدوم فتح محمد بن مخدوم محمد امين بن حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن جو لکيل ضخيم قلمي ڪتاب جيڪو تصوف تي آهي ان ۾ حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن جو ڪافي احوال آهي. هر باب "فتح" جي عنوان سان آهي جنهن ڪري رسالہ "فتحي" جي نالي سان موسوم آهي. جيئن تہ پاڻ سندن پوٽا آهن ۽ قريبي زماني جا آهن، انهيءَ ڪري حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن جو احوال مستند ۽ محقق آهي. ٻين اولياءَ جا احوال گهڻو ڪري پوءِ جا لکيل هوندا آهن. انهيءَ ڪري ڪافي غير معتبر مواد سان ڀريل هوندا آهن.

بهرحال ڪم تمام وڏو هو، قبلہ بابا سائين (١) جي صحت بہ ساٿ نہ پئي ڏنو ۽ فرصت بہ ميسر ڪانہ پئي ٿي، ڪو مددگار بہ نہ ٿي مليو، جو ايڏي سٺي وڏي ۽ اهم ڪتاب تي علمي ۽ تحقيقي ڪم ان جي شايانِ شان ڪري ۽ پوءِ شايع ڪجي، ان لاءِ وڏي محنت درڪار هئي. وري اهو ڪم منهنجي حوالي ٿيو آئون بہ صحت ۽ همت نہ پيو ساريان ڇو تہ تاريخي ۽ علمي ڄاڻ آهي ئي ڪان ۽ فرصت جو بہ مسئلو آهي. ذهني طرح سان يڪسوئي بہ درڪار آهي. الله پاڪ ڪي وڏي طاقت آهي جو هو اهو ڪم مون جهڙي بي علم کان وٺي سگهي ٿو. جو مالڪ ابابيلن کان ڪم وٺي سگهي ٿو، مڇرن کان وٺي سگهي ٿو ان تي بہ قادر آهي تہ مون جهڙي حقير بي علم و عمل انسان کان ڪم وٺي.

**عبده محمد شوڪت عفي عنہ**

---

(١) سندن اسم قاضي غلام محمد بن قاضي محمد اعظم قريشي بن قاضي ابوالمعاني بن قاضي محمد صادق ويندي سلسلہ قاضي محمد قابل هالا پراڻہ واري سان ملي ٿو- قاضي محمد قابل رحہ هرات کان هالا پراڻہ سڪونت پذير ٿيا ۽ اهو زمانو مخدوم نوح عليه الرحمت جن جو آهي ۽ سندن ئي مريد ۽ معتقد ٿيا. قبلہ بابا سائين جن اول مدرسہ اشرفيہ هالا پراڻہ ۾ مولوي عبدالرؤف بختيارپوريءَ وٽ ۽ خانگي طرح حافظ ربڏنہ صاحب وٽ تعليم عربي فارسي حاصل ڪئي. بعد ۾ ايم اي فارسي، ايم اي عربي ۽ ايل ايل بي ڪئي. عربي، فارسي انگريزي، اردو ۽ سنڌي ٻوليءَ تي ڪين مهارت هئي. وڏا نيڪ عابد، زاهد ۽ پرهيزگار رهيا. سندن ذاتي ڪتب خانہ ۾ ١٥ هزار ڪتاب آهن گذر سفر جو ذريعو الله رب العزت زميداري جو ڪيو هو. حضرت مخدوم نوح عليه الرحمت جن سان عقيدت ۽ روحاني لڳاءُ هون. حضرت مخدوم محمد زمان سائين جن سان عقيدت ۽ محبت هين جنهن جو مثال ملڻ مشڪل آهي ٢١ نومبر ١٩٩١ع خميس رات سادي ڇئين وڳي ڌاري هن فاني جهان کي ڇڏي باقي جهان ڏانهن انتقال فرمايائون.

# ڪجھ ڪتاب جي باري ۾

ٻهريون حصو ملفوظات جو آهي، جنهن مان سندن علمي، روحاني مرتبہ جو اندازو ٿئي ٿو سندن تقويٰ، پرهيزگاري ۽ معرفتِ الاهيہ جو اندازو ٿئي ٿو.

جتي حوالا مناسب سمجهيا ويا ڏنا ويا آهن باقي جيڪي نہ ملي سگهيا سي رهجي ويا، هن ۾ اصل مان فقط جتي "حضور" جو اکر آيو آهي اتي "حضرت" لکيو ويو آهي، ڇو تہ حضور جن جو لفظ اچڻ سان فوراً ذهن حضرت محمد رسول الله ﷺ جن جي ذاتِ گرامي ڏانهن وڃي ٿو ان ڪري فقط ان لفظ جي تبديلي ڪئي وئي آهي.

ٻي ڪوشش اها هئي تہ جن ماڻهن جو ذڪر ملفوظات ۾ آيل آهي انهن جو مختصر احوال هيٺ فٽ نوٽ ۾ ڏجي پر اهو اچي نہ سگهيو ڇو تہ ٻئر پيپر نڪري آيا، ڪمپوزيشن واري اضافہ ڪرڻ ڪان عاجزي ڏيکاري، جي الله پاڪ توفيق ڏني تہ ٻي ايڊيشن ۾ اهو اضافہ ڏبو.

ٻيو تہ ڪي ملفوظات اهڙا آهن جن ڪي تائيد قرآني يا احاديث جي نہ ملي سگهي آهي. ان لاءِ قارئين حضرات ڪي گذارش آهي تہ جتي قرآن پاڪ يا حديث پاڪ سان ڪا ڳالھ ٺهڪي نہ اچي تہ ان ڪي حجت نہ سمجهبو، ايئن نہ ٿئي جو عام ماڻهو ڪن ڳالهين جو غلط مفهوم ڪدي ڪٿي عالمن سڳورن ڪي غلط نہ سمجهن، جو پنهنجو ايمان خطري ۾ پئجي وڃي.

پر جيئن تہ هي بزرگن جي امانت آهي تنهن ڪري ڪوشش اها ڪئي وئي آهي تہ جيترين ملفوظات ماڻهن لاءِ نفع بخش آهن اهي

شايع ڪجن پوءِ بہ ڪافي ملفوظات رهجي ويا آهن.

هر ملفوظات کي عنوان آهي ۽ هر عنوان کي فهرست ۾ لکيو ويو آهي جيئن پڙهندڙن کي سهولت ٿئي جيئن هڪ ملفوظات شريف جو عنوان آهي تہ:

١ـ شرع شريف (يعني شريعت محمدي ﷺ) جي برخلاف زبان مان ڪوبہ لفظ نہ ڪڍجي.

٢ـ ولي ڪامل جي نشاني آهي، سنت نبوي جي پيروي ڪرڻ.

٣ـ بدعت کان بيزاري ۽ دوري (بدعت چئبو آهي ان کي جنهن ۾ سنت نبوي ﷺ کي ڇڏي پنهنجي طرز تي دين ۾ نئين ڳالهہ ڪڍڻ جنهن جو ثبوت حديث مان نہ ملي. ان نئين ڳالهہ کي دين ۽ ثواب سمجهي ڪري اهڙي ماڻهو کي بدعتي چئبو آهي. حديث پاڪ آهي تہ هر "بدعت گمراهي آهي ۽ هر گمراهي جي جاءِ ۾ جهنم آهي. ان ڪري زبردست احتياط ڪرڻ کپي ڇو تہ اڄڪلهہ ڪئين نيون ڳالهيون اچي ويون آهن جنهن کي عبادت ۽ ان ۾ ثواب سمجهي اڻڄاڻ ۽ جاهل ماڻهو ڪن پيا. الله شل حفاظت فرمائي. اسان جي مرشد غوث الحق حضرت مخدوم نوح رحہ جن بہ اهڙن بدعتين کان بيزاري ظاهر فرمائي آهي ۽ فرمايو اٿن تہ بدعتي جي عزت نہ ڪجي- يعني ان کان پاسو ڪجي ۽ بيزاري ظاهر ڪجي.)

۴ـ بدعتي بزرگ کان جيڪو فائدو ملي، ان کان جي نہ ملي تہ ڀلو آهي.

۵ـ تسبيح ڳچيءَ ۾ پائڻ کان منع ڪرڻ (يعني ڏاڳا تسبيحون وغيره پائڻ بدعت ۽ گمراهي آهي.)

٦ـ بدعت جا ست قسم.

٧ـ پٽڻ ظالم کي بہ نہ گهرجي.

٨ـ شريعت جو ادب ڪندي پنهنجي ڳالهہ هيٺ ڪرڻ.

٩ـ جماعت سان نماز جي پابندي ۽ ثواب.

١٠ـ خليليت ۽ محبوبيت ۾ فرق.

١١_ علم حجاب اڪبر آهي ان بابت تحقيق.
١٢_ ميثاق جو احوال.
١٣_ ماڻهن جي اڳيان ٿي نہ هلڻ (جيئن اڄڪلھ وڏا ماڻهو پاڻ کي وڏو ماڻهو ٿي تڏهن سمجهندا. جڏهن ماڻهن جي اڳيان هلندا آهن ۽ اُن ۾ فخر محسوس ڪندا آهن. جڏهن تہ حضور اقدس ﷺ جن بہ هميشہ ماڻهن جي پويان هلندا هئا ۽ حقيقت ۾ وڏائي آهي ئي عاجزيءَ ۾ ۽ ذلت آهي ئي وڏائي ۽ تيزيءَ ۾.)
١۴_ رئيس ڪنهن کي چئجي.
١٥_ نجومن وٽ وڃڻ کان منع فرمائڻ.
١٦_ الله کي ياد ڪريو فقير کي وساري ڇڏيو.
١٧ پنج شيون رب تعاليٰ سان ملائين ٿيون، سي هي آهن.
١_ الله پاڪ سان دل جي سچائي هجي.
٢_ مخلوق سان اخلاق سان پيش اچجي.
٣_ منهن سنو وٽندڙ رکجي چڙ ۽ ڪاوڙ وارو نہ رکجي.
۴_ هميشہ ڪند عاجزي سان هيٺ رکجي.
٥_ سخي ٿئي بخيل نہ ٿئي.
حقيقت ۾ تہ هر هڪ ملفوظ اعليٰ ترين آهي_ الله تعاليٰ شل عمل جي توفيق عطا فرمائي.

## ڪتاب جي ٻئي حصي ۾

**١- خواص القرآن:** (جنهن ۾ قرآن پاڪ جي هر سورة جي عمل جون خاصيتون ۽ تعداد مقرر ڪيل آهي، جنهن جي پڙهڻ سان کهڙي کهڙي مشڪل آسان ٿئي ٿي، اهو بيان ٿيل آهي. فقط ٻن سورتن جي خاصيت لکيل نہ هئي هڪ سورة القارعہ ٻي سورة لهب باقي ١١٢ سورتن جا خواص جيئن جو تيئن لکيا ويا آهن.

**٢- وظائف ۽ عمليات:** (جنهن ۾ ڪجھ وظائف ڏسيل آهن نماز استخاره وغيره جي ترڪيب بہ آهي.)

٣- **خوابن جو تعبير:** (هن ۾ ڪافي خوابن جا تعبير ڏنل آهن.)

۴- **پيري مريدي جا آداب:** (هن ۾ مرشد جون ويھ صفتون بيان ٿيل آهن جنهن ۾ اهي مڙئي صفتون هجن ان کي مرشد ڪجي. ۽ مريد لاءِ ٻه ويھ صفتون بيان ٿيل آهن. سچو ۽ صادق طالب اهو آهي جنهن ۾ اهي صفتون هجن.)

٥- **فضائل ذڪر:** (ذڪر جو فضيلتون بيان ٿيل آهن.)

٦- **ابيات:** (حضرت سائين جن جا جيڪي بيت ملي سگھيا آهن سي ڏنل آهن.)

آخر ۾ دعا آهي ته الله پاڪ هن ڪتاب کي هدايت جو ذريعو بنائي ۽ جيڪي ڪميون ڪوتاهيون آهن انهن کي معاف فرمائي ۽ مرتب کي آخرت جي اجر سان نوازي ۽ هن ننڍڙي ڪاوش کي الله رب العزت قبوليت نصيب فرمائي. (آمين)

**عبده (قاضي) محمد شوڪت**



# بشارت

ڪتاب جو سمورو مسودو تيار ٿي ڇپجڻ وغيره لاءِ پهتو ته ڊاڪٽر اسرار احمد علوي کي به ڏيکاريم، اُهو شروع کان ان ڪتاب جي اشاعت لاءِ اسرار ڪندو اچي ۽ انتهائي شوق ۽ ذوق سان منتظر آهي، جيئن اهو ڪتاب منظرِعام تي اچي ۽ ماڻهن لاءِ نافع ٿئي. رات جو اسان وٽ ترسيل هئو، رات جو خواب ڏٺائين.

درگاهه شريف جي ورانده ۾ سائين قبلہ طالب المولىٰ سائين جن منبر ۽ دروازه جي وچ واري جاءِ وٽ ويٺل آهن، ماڻهو سڏايا اٿن ۽ اها مجلس ڪتاب، "چوندہ ملفوظات حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه" جي تعارف ڪرائڻ لاءِ رکي اٿن- ماڻهن کي ان ڪتاب جي متعلق تعارف پيا ڪرائين، وڏي محبت ۽ ذوق ۽ شوق سان- فرمائين پيا ته هي ڪتاب قاضي شوڪت مرتب ڏنو آهي، اهو پڙهجو يعني ماڻهن کي ڪتاب پڙهڻ لاءِ تلقين پيا فرمائين. جنهن وقت اول تشريف فرما ٿيا ان وقت چهري تي سونهاري مبارڪ نه هئي پر جيئن ڪجهه مجلس هلي ته چهري تي سونهاري مبارڪ نظر پئي اچي ۽ چهره مبارڪ سونهاري مباڪ سان منور ٿي ويو. اجا اها مجلس هَلي پئي ته ڏسان پيو ته روضہ مبارڪ مان حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن قبر مبارڪ مان اٿن پيا ۽ پنجري مبارڪ جي سيراندي کان جيڪا پٽي آهي ان تان تيز تيز هلندا اچن ۽ سڌو دروازه جي پرسان جتي سائين طالب المولىٰ جن ويٺل هئا اتي اچي تشريف فرما ٿيا آهن ۽ اچڻ واري ڪيفيت اهڙي هئي جو سمجهه ۾ ايئن پيو اچي ته مجمع ۾ جلدي پهچڻ ٿا گهرن.

حضرت قبلہ سائين مخدوم نوح عليہ الرحمت جي بلڪل گڏ قاضي شوڪت ڪن مبارڪ پرسان سڄي ڪتاب جي متعلق ڪين ٻڌايو ۽ سمورو ڪتاب سماعت فرمايائون ۽ شعر بہ سماعت فرمايا اٿن. (بلڪل حضرت سائين جن سان گڏو گڏ شوڪت ويٺل آهي ۽ آمهون سامهون۔ حضرت سائين طالب المولىٰ جن حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جي آڏو ادب سان ويٺا آهن ۽ حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جي تشريف فرمائي جي هيبت ۽ جلال سڄي مجمعي تي طاري آهي.) پاڻ شوڪت جي ٻڌائڻ تي ڪنڌ مبارڪ تحسين ۽ آفرين طور پيا لوڏين ۽ جنهن نموني سان ڪتاب مرتب ٿيو ان کي پسند فرمائي ۽ تصديق فرمائي اٿن يعني پاڻ حضرت سائين جن هن ڪتاب جي تصديق بہ فرمائي آهي ۽ تحسين بہ فرمائي آهي ۽ پاڻ هن ڪتاب جي منظوري عنايت فرمائي اٿن ۽ اجازت عطا فرمائي اٿن تہ ان کي پڌري عام ڪيو وڃي.

الحمدلله هن فقير لاءِ اها مسرت ڪافي آهي جو حضرت قبلہ سيدنا مرشدنا غوث الحق حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن جي اجازت ۽ تصديق ۽ تحسين ملي اها وڏي قبوليت جي علامت آهي ۽ حضرت سائين قبلہ طالب المولىٰ جن جو پوري مجلس سڃاڻي تعارف ڪرائڻ ۽ هن جي پڙهڻ جي تلقين ڪرڻ ۽ سونهاري مبارڪ جو چهره انور تي اچڻ معنيٰ هن ڪتاب جي ڪري ڪافي سنتون زنده ٿينديون. وڏي خوشي ۽ سعادت جي ڳالھ آهي الله تعاليٰ شل ڪتاب کي ماڻهن لاءِ نافع فرمائي ۽ منهنجي لاءِ توشئہ آخرت بنائي. (آمين)

عبده

(قاضي) محمد شوڪت عفي عنہ

# سوانح عمري

ولادت باسعادت ٢٧ رمضان المبارڪ ٩١١ھ مطابق ١٥٠٠ع مقام پيدائش هالڪنڊي (تونري) سنڌ.
وفات حسرت آباد ٢٧ ذي القعد ٩٩٨ھ ١٥٨٦ع مقام وفات هالڪنڊي (تونري) سنڌ.

## خاندان

حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه(١) جن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ جي اولاد مان آهن پاڻ قريشي صديقي النسل آهن ۽ اصل عرب آهن. سندن وڏا عرب مان هجرت ڪري هتي آيا. هڪ روايت مطابق اولين مجاهدين جيڪي سنڌ ۾ ايمان

(١) حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن اعليٰ نسب يعني قريشي النسل ۽ ان ۾ بہ خليفہ اول، اميرالمؤمنين حضرت ابوبڪر صديق جي اولاد مان آهي، جيڪي صاحب الغار، اول المؤمنين، صاحب الهجرت، صاحب مدفن جنهن لاءِ حضرت رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ پوري امت جو ايمان هڪ پاسي ابوبڪر جو ايمان ٻي پاسي تہ بہ ابوبڪر جو ايمان زياده آهي. پاڻ ڪريمن ﷺ جن فرمايو تہ سڀني جا احسان مون لاهي ڇڏيا فقط ابوبڪر جو احسان نہ لاهي سگهيو آهيان ان جو بدلو الله رب العزت ڪين عطا فرمائيندو. پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ ابوبڪر ڪي مون پنهنجو حبيب ٿي ڪيو پر الله رب العزت مون کي پنهنجو حبيب بنايو آهي- يعني جيڪو ابوبڪر پنهنجي سچائي جي ڪري صديق بنجي ويو، جنهن جي رفاقت زندگي ۾ بہ اهي بعد از وصال بہ رهي. ؟ هڪ روايت مطابق پاڻ درگاھ شريف هالا ۾ مخدوم ميان نعمت الله واري چوڪنڊي نمبر ۴ واري پاسي دفن ٿيل آهن جو نعش مبارڪن جي انتقال وقت سندن نعش بہ هالا آندي وئي. مقبرن جي ترتيب هن ريت آهي مخدوم ميان نعمت الله، مخدوم محمد اسحاق، مخدوم شيخ شهاب الدين، مخدوم فخرالدين صغير ۽ مخدوم حامد عليه الرحمت.

پهچائڻ لاءِ آيا انهن ۾ سندن آباءُ و اجداد ۽ شامل آهن اول رياست ٽونڪ بعد ۾ ڪوٽ ڪروڙ بعد ۾ بوبڪ پاٽ بعد ۾ هالڪنڊي سڪونت پذير ٿيا. هڪ تاريخ مطابق ٩ صدي هجري خاندان سابقين (يعني صديقي حضرات) اولاد حضرت مخدوم فخرالدين ڪبير پاٽ کان بوبڪ سيوهڻ لڪي کان (ٽوڙي)(١) هالڪنڊي ۾ مقيم ٿيا. اتي حضرت پير سرور مخدوم نوح رحہ سندن خاندان جن بحيثيت سچا مرشد ٿيا.

مستند تاريخي حوالن مان معلوم ٿو ٿئي ته بعد ۾ ڪوٽ ڪروڙ آيا اتان کان بوبڪ ۽ پاٽ پوءِ هالا (ڪنڊي) پراڻہ سڪونت پذير ٿيا.

**شجره نسب**

حضرت مخدوم لطف الله عرف حضرت مخدوم نوح رحہ بن حضرت مخدوم نعمت الله رحہ (مدفن درگاهہ شريف هالا) بن حضرت مخدوم محمد اسحاق رحہ (مدفن درگاهہ شريف هالا) بن حضرت مخدوم شهاب الدين رحہ (مدفن درگاهہ شريف هالا) بن حضرت مخدوم فخرالدين صغير رحمه الله عليہ (٢) بن حضرت مخدوم عزالدين رحہ بن حضرت مخدوم قاضي اسماعيل رحہ بن

---

(١) ٽوڙي موجوده هالن پراڻن کان اٽڪل ٽي ميل پري الهندي طرف درياءَ سنڌوءَ تي واقع هو. جتي درياءَ جو ڪافي ريٽ هو اتي هڪ ٻيلو نالي "مير ٻيلو" هو. جيڪو حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن جي ملڪيت هو. اهو ٻيلو حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن فقراءَ جي ننگر (لنگر) لاءِ ٻارڻ جي ڪم ايندو هو. ۽ باقي ريٽ واري زمين تي ربيع جو فصل ٿيندو. اهو اناج فقراءَ جي خوراڪ لاءِ استعمال ٿيندو هو. (ماخوذ) "تاريخ درگاهہ شريف هالا نوان" از حضرت قاضي غلام محمد قريشي هالا پراڻہ (غيرمطبوعہ)

(٢) هي بزرگ اول، اول هالا پراڻہ تشريف فرما ٿيا سندن نيڪي ۽ بزرگي جي ڪري هتي جي رهاڪن جي اسرار تي پاڻ هتي سڪونت اختيار فرمايائون پاڻ بزرگ ۽ نيڪ صفت اولياءَ الله هئا سندن ڪرامتون مشهور هيون سندن مدفن اول هالا پراڻہ ۾ ڏکڻ پاسي حضرت شيخ ابوبڪر سان گڏ هو ۽ پوءِ درگاهہ شريف هالا ۾.

مزيد تفصيل سامهون صفحي جي فٽ نوٽ نمبر٢

حضرت مخدوم فخرالدين ڪبير رحہ (١) بن حضرت مخدوم شيخ ابوبڪر ڪتاني رحہ (٢) المعروف بہ شمس الدين حضرت ابوبڪر صديق رضہ تائين. دليل الذاڪرين ۾ آيو آهي تہ "حضرت شيخ ابوبڪر ڪتاني رحہ قدوه واسوه ايشان و مرشد زمان وزمانيان بود" يعني حضرت مخدوم شيخ ابوبڪر ڪتاني رحہ جن پنهنجي شان ۽ مرتبي ۽ اخلاق ۽ بزرگي جي ڪري مرشد زمان ۽ زمانن جا مرشد هئا.

هڪ سلسلہ نسب حضرت شيخ بهاؤالدين گودڙ بہ پنهنجي رسالہ ۾ قلمبند ڪيو آهي جيڪو مولانا عبدالغفور کان مليو انهن کي مخدوم زاده عبداللطيف کان مليو ان کي حضرت مخدوم جمال رحہ کان مليو (حضرت مخدوم جمال، حضرت مخدوم فخرالدين ڪبير جي اولاد مان هو.) دليل الذاڪرين ۾ سندن سلسلہ نسب جيڪو بيان ٿيل آهي ان ۾ اهو سڏوسنئون غوث الحق حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن کان ارشاد ٿيل آهي.

هڪ روايت مطابق هي خاندان نائين صدي هجريءَ ۾ هالاڪنڊيءَ ۾ آباد ٿيو.

## ولادت باسعادت

حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليہ الرحمه جن جي ولادت

---

(١) اول ڪوٽ ڪروڙ ۾ رهندا هئا بعد ۾ بوبڪ شهر ۾ سڪونت بمع عيال اختيار ڪئي اٿن، سندن مدفن هڪ روايت مطابق حضرت شيخ عثمان مروندي (المشهور بہ شهاز قلندر) سان گڏ آهي. سندن ٻي فرزند جو نالو حضرت مخدوم قاضي برهان الدين رحہ هو ان جو فرزند مخدوم مير ڪلان رحہ هو.

(٢) هي بزرگَ حضرت شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتاني جي ڏاڏي حضرت قاضي عليءَ جا همعصر ۽ هم وطن رهيا آهن. ڪوٽ ڪروڙ ديره پال ضلع ديره غازي خان حال ضلع ملتان ۾ آهي اتي رهيا آهن اتي ڪوٽ ڪروڙ ۾ پنجن پيرن جون مزارون مشهور آهن، انهن کي "پنج پير" چوندا آهن، انهن بزرگن جا نالا مبارڪ هي آهن. ١ـ حضرت مخدوم شيخ ابوبڪر ڪتاني رحہ ٢ـ حضرت قاضي علي رحہ ٣ـ حضرت شيخ احمد رحہ ۴ـ حضرت شيخ جلال الدين رحہ باقي ٥ـ نمبر بزرگ جو نالو ڪٿي نظر نہ آيو آهي.

ڪان اڳ ئي سندن عظمت ۽ بزرگيءَ جون پيش گويون اهل الله شروع ڪري ڏنيون چڙ ته ڪافي الله وارا سندن ولادت جا منتظر هئا ته اهو گوهر بي بها، مرشد زمانه، سلطان الاولياءَ، غوثِ زمانه، پيران پير جي آفتاب ولايت جو ظهور ٿيڻ وارو آهي ۽ دنيا ۾ آمد جو اطلاع ۽ بشارتون ۽ سندن مقام مرتبه ڪان آگاهي جو الله رب العزت سندن ولادت ڪان اڳ ۾ انتظام ڪري ڇڏيو.

حَسو فقير چاڪيءَ جو چاچو مجذوب هوندو هو اهو چوندو هو ته:

"هن شهر ۾ جلد ئي زماني جو غوث ۽ الله جي خلق کي فيض بخشڻ وارو بزرگ پيدا ٿيندو."

اهڙي طرح سان روايت آهي ته سندن والد بزرگوار جن جو اسم گرامي حضرت مخدوم نعمت الله عليه الرحمه هو ان جو هڪ بزرگ ڪافي ادب ۽ احترام ڪندو هو جڏهن حضرت جن جي دنيا ۾ اچڻ جو الله پاڪ انتظام فرمايو ته ان بزرگ سندن والد محترم کي عرض ڪيو ته جنهن جي ڪري اسين اوهان جي عزت ۽ احترام حد کان وڌيڪ ڪندا هئاسون اهو اوهان جي پشت مان منتقل ٿي مادر محترم جي حوالي ٿي چڪو هاڻي اسين وري ان جي ولادت تائين انتظار ڪنداسين جو ان فرزند ارجمند کي دائمي الله جو ديدار نصيب هوندو.

حضرت شيخ پرڪيه ڪاتيار رحه فرمايو ته: "مخدوم نعمت الله کي لطفِ الله نالي هڪ فرزند عطا ٿيندو جنهن کي حق سبحانه و تعاليٰ جو دائمي ديدار حاصل رهندو."

حضرت مخدوم بلال رحمه الله عليه پنهنجي خليفه حضرت سيد حيدر شاهه سنائيءَ کي هڪ امانت ڏيئي فرمايو ته هتي مخدوم صاحب جن اچن ته سندن خدمت ۾ پيش ڪجو.

سندن والده محترمه جو اسم مبارڪ امان بيبي سڪينه رحمه الله ۽ سندن والد ماجد سڳوري جو اسم مبارڪ حضرت مخدوم نعمت الله آهي.

آخر اها سعيد گهڙي به اچي پهتي جنهن کي زماني جو انتظار

هو. مشتاقان رب العالمين جنهن جي لاءِ بيتاب هئا جو انتهائي متبرڪ مهيني رمضان المبارڪ ٩١١ه جي انتهائي مبارڪ رات يعني ليلة القدر ٢٧ـ تاريخ جي انتهائي ڀلاري ڏينهن جي رات يعني جمعي رات انتهائي مبارڪ ۽ سعيد گهڙي يعني اَسُرَ ويل سندن ولادت مبارڪ ٿي.

## نالو مبارڪ

سندن نالو مبارڪ "لطف الله" رکيو ويو (جو پاڻ حقيقتن لطف الله جي ئي مصداق هئا) پاڻ هڪ مجلس ۾ فرمايائون ته "الله تعاليٰ اسان جو نالو "نوح" رکيو آهي. تنهن ڪري پهريون نالو الله تعاليٰ ميساري ڇڏيو آهي. هاڻي زمين ۽ آسمان تي منهنجو نالو "نوح" آهي. پاڻ اجا هڪ هفته جي ڄمار جا هئا ته سندن زبان مبارڪ ڪلمو پاڪ چٽو ادا ڪيو ۽ هي ڪلمات ادا فرمايا: "لااله الاالله لانعبد اِلا اياه مخلصين له الدين".

## تعليم

جيئن هر مسلمان پنهنجو اهو اولين فرض سمجهندو آهي ته پنهنجي اولاد کي اول ترين ۽ اعليٰ ترين تعليم يعني قرآن پاڪ جي تعليم ڏيارڻي آهي. انهيءَ فرض تحت حضرت مخدوم نعمت الله جن به پنهنجي فرزند ارجمند کي قرآن پاڪ جي تعليم لاءِ حضرت مخدوم عربي شاهڏنه جي حوالي فرمايو. (١)

---

(١) حضرت مخدوم عربي رحه جن اولياءَ الله هئا ۽ قرآن سان محبت رکندا هئا ۽ روايت آهي ته هڪ پيٽيءَ تي ويهي ١٤٥ ختمان قرآن پاڪ جا تلاوت فرمايا اٿن. سندن مدفن هالاڪندي يعني هالا پراڻا جي اوير ۾ اڄ ڏينهن تائين موجود ۽ مشهور آهي ان قبرستان جي پوري علائقه کي "شاه ديانه" چوندا آهن ٿي سگهي ٿو ته عربي صورت شاهڏنه جي شاهدينه ۽ اڳتي هلي "شاه ديانه" جي صورت اختيار ڪئي.

هڪ روايت موجب حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن جي ڄمار مبارڪ ستن ورهين جي ٿي تہ ان وقت کين قرآن پاڪ جي تعليم لاءِ مڪتب ويهاريو ويو پاڻ چند سيپاره حفظ ڪيائون. اُهي پهريان پندرهن (بقره کان کهف تائين) سيپاره ۽ پويان ڏهہ سيپاره (عنکبوت کان الناس تائين).

حضرت بهاؤالدين گودڙيہ جن روايت ڪن ٿا تہ هڪ ڏينهن خدمت ۾ حاضر ٿيس ۽ مجلس قائم هئي تہ حضرت سيد جلال شاه (حضرت سيد علي شيرازي رح جو پاءُ) حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن جي خدمت اقدس ۾ عرض ڪيو تہ ”ٻڌو اٿم تہ حضرت سائين جن کي فيض ۽ تلقين باطني حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنہ جن کان عطا ٿيو آهي.“ ان تي حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن فرمايو تہ جڏهن چوڏهن ١۴ سالن جو ٿيس تہ ٻہ عجيب منظر نظر آيا. هڪ حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنہ هئا ۽ ٻيا حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ هئا هڪ مون کي هڪ هٿ کان جهليو ٻي وري ٻئي هٿ کان ورتو ۽ فرمايائون تہ ”اي نوح توکي حضرت محمد رسول الله ﷺ جن سڏايو آهي.“ پوءِ اتي پهتس ڏٺم تہ هڪ مجلس آراستہ آهي ۽ ان مجلس ۾ هڪ ڪرسي رکيل آهي ان تي حضرت عيسيٰ عليٰ نبينا و عليہ الصلواة والسلام جن تشريف فرما آهن ۽ منهنجي هٿ مان فرحي (جنهن تي قرآن پاڪ ياد ڪندا هئا اها هٿ ۾ هئي) ورتي ان تي ارڙهن سٽون لکيون هر سٽ ۾ ارڙهن علم هئا ۽ مون کي اهي علم پڙهايائون ان وقت مون کي خيال آيو تہ هي ٻئي حضرات صحابہ ڪرام رضوان الله عليهم اجمعين (يعني حضرت علي ۽ حضرت ابوبڪر) مون کي اهو چئي وٺي آيا تہ توکي حضرت محمد رسول الله ﷺ جن سڏايو آهي! اجان ان فڪر ۾ هئس تہ (حضور اڪرم سرور ڪائنات فخر موجودات) حضرت محمد رسول الله ﷺ جن هڪ تخت تي جلوه افروز ٿيا ۽ اها فرحي مون کان وٺي ان تي چار سٽون ٻيون تحرير فرمايائون ۽ منهنجي حوالي فرمائي ازراه محبت ۽ شفقت هر سٽ جي تعليم ارشاد فرمايائون ان کان پوءِ تہ راز

رباني ۽ اسرار فيضاني جو ظهور ٿيو. سڀ علوم ظاهري ۽ باطني گهڙي ٻه گهڙي مون کي معلوم ٿيندا ويا. ان ڏينهن کان الله تبارڪ وتعالي جي طرفان تلقين ڪلمه "لااله الاالله" جي هن ٻانهي ڏانهن امداد ڪيائون ۽ حڪم ٿيو ته "مريدن کي وجي ان علم سان تلقين ڪريو."

اهي چار ستون جيڪي پاڻ ڪريمن ﷺ جن عطا فرمايائون اهي چار علم هئا. ١. ذڪر جي تلقين (يعني ڪلمه "لااله الاالله" جي تلقين ۽ اجازت) ٢. قرآن پاڪ ۽ ان جي تفسير جو علم ٣. حديث پاڪ ۽ ان جي سمجهاڻي جو علم ۴. خوابن جي تعبير جو علم.

۽ هڪ روايت مطابق پاڻ استاد وٽ قرآن پاڪ ۽ ٻه ٽي ڪتاب فقه جا پڙهيا اٿن. (سندن صحبت مخدوم مولانا ابوبڪر هالڪندي واري سان به رهي آهي.)

## ترقيات باطني

حديقه الاولياءَ ۾ سيد عبدالقادر رحه لکي ٿو ته حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن فرمايو ته "فقير اجا بلوغت کي نه پهتو هوس ته سٺ هزارن نور و ظلمات جي پردن کان لنگهي ويس ۽ بلوغت کي پهتس ته "مُوتُوا قبل ان تَموتُوا" جو سارو راز کلي پيو، پوءِ ١۴ سالن جي ڄمار کي پهتس ته حضرت عيسيٰ عليہ السلام ۽ حضرت محمد رسول الله ﷺ جن جي زيارت جو شرف حاصل ٿيو ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه ۽ حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه جي فيض کان مشرف ٿيو ۽ اولياءَ الله جي اُويس گروه ۾ داخل ٿيو.

حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن فرمايو ته "اسين مخلوق مان ڪنهن جا به مريد نه آهيون پر قادر جي ڪرم جا مريد آهيون." (يعني حضرت سائين جن براه راست فيض حاصل ڪيو آهي ان طريقي کي اُويسي طريقو چئبو آهي) پوءِ پاڻ هي آيت پڙهيائون ليس لها

من دونه من ولي ولا شفيع (فقير جو الله تعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪو ولي ۽ شفيع نہ آهي.)

سراج العارفين واري لکيو آهي تہ "حضرت مخدوم نوح قدس سره هيچ مرشد نہ گرفتہ اند و شب وروز بذکر حق تعاليٰ بو دند۔ (يعني حضرت مخدوم نوح قدس سره ڪو مرشد نہ ورتو آهي ۽ رات ڏينهن الله تعاليٰ جي ذڪر ۾ هوندا هئا). پاڻ روحاني فيض براه راست الله رب العزت کان ۽ حضور اڪرم ﷺ جن کان ورتو اٿن. فصوص الحکم ۾ شيخ داؤد قيصري لکيو آهي تہ "قطب، ابدال، اوتاد کي ڪنهن بہ ماڻهوءَ جو مريد ٿيڻ جي ضرورت نہ آهي."

حضرت شيخ ابوالقاسم جرجاني رحہ ۽ حضرت خواجہ ابوالحسن خرقاني رحہ جن بہ اويسي مشرب اوليا هئا. (المتوني ٤٢٥)

مسيح القلوب حضرت شيخ عيسيٰ جندالله پاتائي رحہ فرمائي ٿو تہ حضرت شيخ يوسف پاتائي، حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جا هم درس رهيا آهن. اُهو بزرگ يعني شيخ يوسف پاتائي فرمائي ٿو تہ اسان گڏ پڙهندا هئاسين هڪ ڏينهن مٿن جذب جي حالت طاري ٿي ويئي. پوءِ چند ڏينهن بعد ڳالهائڻ جي قوت پيدا ٿي باوجود ان جو ڪين علم نحو و صرف جي ڪا استعداد نہ هئي تہ بہ قرآن شريف جو تفسير پاڻ ڪيترن ئي قسمن سان بيان ڪندا هئا."

## منصب

پاڻ وقت جا مجدد هئا، حديث پاڪ ۾ اچي ٿو تہ "ان الله يبعث لهذه الامتہ علي راس کل ماتہ سنه من يجددلها دينها"

(ابو دائود شريف)

معنيٰ بيشڪ الله تعاليٰ هن امت جي هدايت لاءِ سئو سئو سال جي شروع ۾ هڪ اهڙي مرد کي موڪليندو آهي، جو امت لاءِ دين کي سڌاريندو آهي. جيئن حضرت امام احمد بن حنبل رحہ جن حضرت عمر بن عبدالعزيز کي پهرين صديءَ جو مجدد ۽ حضرت

امام شافعيءَ کي ٻي صديءَ جو مجدد چيو آهي اهڙي طرح هنن حضرات کي ٻه مجدد الملت ۽ مجدد العصر چيو ويو آهي.حضرت امام ابن تميه رحه حضرت امام غزالي رحه، حضرت علامه جلال الدين سيوطي رحه. حضرت شيخ احمد سرهندي رحه عرف مجدد الف ثاني، حضرت شاه ولي الله دهلوي رحه. اهڙي طرح مير علي شير قانع ٺٽوي حضرت مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحه کي مجدد لکيو آهي. اهڙي طرح نواب المحدثين سيد صديق حسن خان صاحب رحه "اتحاف النبلاءَ" ۾ شيخ محمد حيات سنڌي مهاجر مدنيءَ کي مجددالعصر لکيو آهي. اهڙي طرح ان وقت جي ڪافي علمائن حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه کي ان وقت جو مجدد چيو آهي.

محدث اعظم حضرت ملا علي قاريءَ رحه فرمائي ٿو ته مجدد جا فرائض هي آهن.

١ـ سنت ۽ بدعت ۾ فرق ڪري ڏيکاري.
٢ـ علم جا دريا واهي.
٣ـ علماءَ جي عزت ڪري.
۴ـ بدعتن جي پاڙپٽي.
٥ـ اهل بدعت کي ذليل ۽ رسوا ڪري.

اهي سيئي صفتون حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن ۾ بدرجه اتم موجود هيون. ڇو ته ان وقت سنڌ ۾ آسپاس ۾ شرڪ ۽ بدعت عام هو. ماڻهن قرآن ۽ حديث ۽ فقه کي ڇڏي شعر و شاعري آڪاڻيون ۽ ڪيتريون هٿ ٺوڪيل طريقن کي دين جو نالو ڏيئي پاڻ به گمراه ٿيا پئي ۽ ٻين کي به گمراهه ڪيائون سنتن جي جاءِ تي پنهنجي رسم و رواج کي وڏي اهميت ڏني ويئي ٿي. بدعت ۽ شرڪ عام جام هو.

هڪ ئي وقت ۾ ۽ زماني ۾ پنهنجي پنهنجي علائقن جا مجدد پيدا ٿيندا رهن ٿا.

## مقام

مير علي شير قانع مصنف "تحفه الڪرام" واري حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه کي "مشرق ۽ مغرب جو امام" بہ لکيو آهي. حضرت مخدوم محمد حامد اگهمي رحہ (جيڪو پنهنجي وقت جو لاثاني عالم هو) تنهن جو فرمائڻ آهي تہ:

"مخدوم نوح عليہ الرحمه سڀ ڪجھ رسول الله ﷺ جن جي اجازت سان ڳالهائيندو آهي." حضرت شاهہ خيرالدين جيلاني بکري رحہ جن فرمايو آهي تہ "مخدوم نوح عليہ الرحمه "الله تعاليٰ جي مراد آهي ۽ ٻيا اولياءَ الله تعاليٰ جا مريد آهن." ۽ "کين رسول الله ﷺ جن جي دائمي زيارت نصيب هئي." (راحت الروح ٣٣٤_ ٣٣٥)

دليل اللايمان خطي ۾ آهي تہ "اهو پير ولايت صاحب ارشاد ۽ صاحب هدايت شمع شبتان وحدت مهي سپهي معرفت عارف معارفِ دين سالڪ مسلڪ يقين- سالار قافلہ اهل الله اول الذڪر في دفتر ذاڪر معرفت الله قطب الاقطاب غوث زمان حضرت مخدوم نوح قدس الله سره العزيز تعاليٰ اسراره بن مخدوم نعمت الله سند مشائخ بزرگان دين مرتبہ الاويسي." (اويسي ان کي چئبو آهي جو مرشد ظاهري نہ هجيس ۽ فيض رسالتمآب ﷺ ۽ الله تبارڪ وتعاليٰ وٽان حاصل ڪري.) (مقدمہ ترجمہ قرآن حضرت مخدوم نوح صہ ٢٢ از علامہ قاسمي)

گلزار ابرار وارو مصنف حضرت مخدوم نوح جي باب ۾ فرمائي ٿو تہ: "پاڻ سنڌ جي بزرگ مشائخ مان آهن."

## شان ۽ مرتبہ

وقت جا حاڪم امير امراءَ سندن (دعا جا) سوالي ۽ محتاج هوندا هئا نٿہ جا حاڪم وغيره وڏو ادب ڪندا هئا. دنيادارن ۽ دنياوارن کان ايتري تہ نفرت هين جو مراز محمد باقي (حاڪم ٺٽہ جو) سندن خدمت ۾ ملاقات لاءِ آيو تہ کيس ملڪ هلائڻ لاءِ

حڪيمانہ نصيحت ڪري پنهنجي خادم کي حڪم ڏنائون تہ ڪيس مون وٽان اٿاريو وڃي.

حڪومت وارن کان سواءِ وقت جا علماءَ بہ سندن وڏي عزت ڪندا هئا. جيئن حضرت مخدوم مولوي حامد اگهمي جو پنهنجي وقت ۾ لاثاني عالم هئا تنهن جو فرمائڻ آهي تہ، "حضرت مخدوم نوح سڀ ڪجهہ رسول الله ﷺ جي اجازت سان ڳالهائيندو آهي." حضرت مخدوم محمد جعفر بوبڪائي رحہ جن بہ اڪثر سندن خدمت ۾ حاضر ٿيندا هئا ۽ صحبت کان مستفيد ٿيندا هئا. اهڙي طرح حضرت شاهہ خيرالدين بکري جو قول آهي تہ، "حضرت مخدوم نوح الله تعاليٰ جي مراد آهي ۽ ٻيا اولياءَ الله حق تعاليٰ جا مريد آهن."

تاريخ ۾ هيءَ ڳالهہ بلڪل ثابت آهي تہ سندن فيض جو درياءُ سندن وقت ۾ موجون هڻي سنڌ ۾ وهي رهيو هو، اهڙا بہ واقعا نظر اچن ٿا جو سندن هڪ نظر ڪيميا اثر سان هزارين ماڻهو ولايت ڪُبريٰ جي درجي کي وڃي پهچندا هئا. بلڪ ڪن کي حضرت مخدوم معظم صاحب جن تي فقط نظر ڪرڻ سان ئي سچو ۽ صحيح پسڻ نصيب ٿي ويندو هو.

حضرت غوث الحق جن کي رسول الله ﷺ جن جي (روحاني) زيارت دائمي رهندي هئي. اهڙي طرح بعض اوقات ۾ سيدنا يعقوب عليہ السلام، سيدنا يوسف عليہ السلام، سيدنا حضر عليہ السلام، سان روحاني ملاقاتون ٿينديون رهيون اٿن. حضرت پيران پير سيد شيخ عبدالقادر جيلاني رحمہ الله عليہ ۽ حضرت غوث العالم بهاؤالدين زڪريا ملتاني رحمہ الله عليہ ۽ ٻين اولياءَ الله سان سندن (روحاني) ملاقاتن جا بيان ڪتاب دليل الذاڪرين ۽ سفينتہ النوح ۽ ڪئوس فخريہ ۾ عام جام موجود آهن.

حضرت سيد عيسيٰ لڪياري رحہ جو وقت جو وڏو مشهور ڪشف ڪرامت وارو هو ان صاحب فرمايو تہ "مون حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمہ جو درجو حضرت سرور ڪائنات ﷺ جي دربار ۾ سڀني اوليائن کان مٿي ڏٺو، مگر واپسي وقت حضرت غوث الحق

عليہ الرحمہ جن مون کي اڳ ۾ کيو ۽ فرمايائون تہ هيءَ سموري عزت ۽ شرافت فقير کي (حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمہ کي) رسول الله ﷺ جي قرابت دارن جي عزت ۽ محبت ڪرڻ ڪري حاصل ٿي آهي. (دليل الذاڪرين/ راحت الروح ٣٣٥)

## القاب

غوث الحق، قطب الاقطاب،(١) غوث زمان، ولي الولايہ، سرتاج

---

(١) قطب= جنڊ جو وچيون ڪل- قوم جو سردار، سپہ سالار- افضل ماٺهو بزرگ شخص ولي، غوث، رهبر، هادي، سونهون، پيشوا. (جامع لغت سنڌي جلد ۴)

غوث= دانهن اونائيندڙ، فرياد ٻڌندڙ، اهل اسلام ۾ اولياءَ جو هڪ درجو، سڀ کان وڏو ولي، قطب.

غوث خطائون گم ڪر، پير اسان ڏي پاڳ

سڻي سواليءَ سڏڙا، اتئي غوث گلاب (شاھ صاحب)

(بقيہ) غوث: قطب مان ٿيندو آهي ملجاءِ ملاذ مرد آهي. ۽ اولياءَ الله مان هوندو آهي. سيني اوليائن جي مرتبن کان اعليٰ مرتبہ جنهن جي اثر هيٺ قطب الاقطاب، قطب، ولي، ابدالي ۽ اوتاد هوندا آهن.

قطب: صاحب حل ۽ عقد هجي ۽ اولياءَ الله مان آهي- هر زماني ۾ الله جي نظرن ۾ هوندو آهي. قطب جو عالم ۾ وجود ايئن آهي جيئن روح جو درجو جسم ۾ قطبِ غوث کان سواءِ هوندو آهي ۽ قطب بہ ان جي ڪري قطب چئبو آهي جو جهان جو مدار ان تي آهي.

قطب القطابِ: ڪنهن وڏي شهر ۾ ارشاد لاءِ ساڪن هجن. انهن الله جي ٻانهن مان آهي جو ارشاد ۽ هدايتِ خلق کي پيو ڪندو آهي ۽ ان جو تصرف عرش کان فرش تائين هوندو آهي.

قطبِ الارشاد: ان مان مراد قطب الاقطاب آهي جو صاحب ارشاد ۽ هدايت جو آهي.

قطب الاڪبر، ان مان بہ قطب الاقطاب مراد آهي. ان جو باطن اهڙو اعليٰ آهي ٻين ولين کان جيئن پاڻ ڪريمن جو درجو ٻين نبين کان. تمام ولين کان اعليٰ درجہ تي جيئن حضرت غوث اعظم رحہ جن جو درجو آهي.

الاولياءَ، شمس الشريعت، مخدوم معظم، (از تفسير قرآن مجيد ص-١٨) حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه کي "سرور پير" ۽ "سرور شاه" جي لقب سان بہ سڏيندا هئا رسالہ فتحيہ ۽ رسالہ بهاؤالدين گودڙيہ ۾ سندن هي لقب بہ آهن: "ارشاد الطالبين" "بدرالموحدين" "امين انور" وغيره (از مقدمہ ترجمہ قرآن مجيد ص ٢٠)

## يوم ميثاق ۾ سندن مقام ۽ مرتبہ

هڪ دفعي فرمايائون تہ ميثاق واري ڏينهن پهريائين (يعني پهرين صف) پيغمبرن جي صف هئي ان کان پوءِ اولياءَ الله جي. فقير جو روح حضرت محمد رسول الله ﷺ جن جي پاڇي ۾ بيٺل هو ۽ حضرت امام غزالي رحمه الله عليہ جي روح حضرت موسيٰ کليم الله عليہ السلام جي سايہ ۾ هو ۽ حضرت شيخ بهاؤالدين زڪريا ملتانيءَ جو حضرت سليمان عليہ السلام جي پاسي ۾ هو. يعني هر ولي پنهنجي پنهنجي مرتبہ سارو ڪنهن نہ ڪنهن پيغمبر جي پاسي ۾ بيٺل هو انهيءَ موقعي تي حضرت امام محمد غزالي رحمه الله عليہ منهنجي روح کان پڇيو تہ مان "الست بربڪم" (يعني ڇا آءٌ توهان جو رب آهيان) تي هائو چئي آهي يا نہ مون چيس تہ برابر اوهان "هائو" چئي آهي، جنهن ڪري يقين ڪامل ٿيس.

(راحت الروح ٢٨٠)

## سندن سلسلہ طريقت

"سلسلہ سهرورديہ اويسيہ سروريہ" آهي.

## تلقين

رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: "افضل الذڪر لا اله الا الله" يعني "ڀلي ۾ ڀلو" اعليٰ ۾ اعليٰ ذڪر لا اله الا الله آهي اول تلقين ڪلمہ "لا اله الاالله" حضرت غوث الحق عليہ الرحمه جن تصوف جي سيني دوستن کي (يعني مريدين ۽ طالبين کي) فقط ڪلمہ "لا اله الاالله" جي

تلقين ڪندا هئا ۽ تاڪيد ڪندا هئا تہ ان ذڪر جو مدام رکن- پاڻ فرمايائون تہ مون کي اگرچہ جناب رسالتمآب ﷺ جي بارگاه مان سيني طريقن (سان بيعت ۽ تلقين) جي اجازت آهي مگر سندن ظاهري متابعت موجب ڪلمہ ”لا اله الاالله“جي تلقين ڪرڻ ئي اختيار ڪئي اٿم. (سفينہ النوح)

پاڻ فرمايائون تہ جيڪو ماڻهو اسر مهل ٻارنهن (١٢) هزار ڀيرا ڪلمہ تحليل (يعني لا اله الاالله) پڙهي ۽ ڇهہ هزار ڀيرا اسم هُو چوي تہ انکي قلب جي صفائي نصيب ٿيندي.

## طريقہ تلقين ذڪر

سيني ماڻهن کي فقط ”لا اله الاالله“ سيکاريندا هئا. سندن سيکارڻ جو طريقو هي هوندو هو جو هزارن جي مجمع ۾ ويهي آڳر مبارڪ مٿي ڪري ارشاد ڪندا هئا ”لا اله الاالله“ جنهن تي هزارن ۾ ”لا اله الاالله“ جو غلغلو پئجي ويندو هو. سندن ٻي ڪابہ ترڪيب ذڪر جي سواءِ ”لا اله الاالله“ جي نہ هوندي هئي. پاڻ ايتري قدر ڪلمہ ”لا اله الاالله“ جي تلقين ڪندا هئا جو ڪنهن سائل عرض ڪيو تہ قرض تي ويو آهي پاڻ فرمايائون تہ ”لا اله الاالله“ وجي پڙهہ مشڪل آسان ٿيندو. ذڪر لاءِ پاڻ ڪن خاص طالبين ۽ مريدين کي اسم ذات جي ذڪر جي بہ تلقين ڪندا هئا يعني لفظ ”الله“ جي ڪثرت سان ذڪر جو تاڪيد ڪندا هئا جيئن زبان ۽ دل ۽ روح هر وقت ”الله. الله“ ڪندو رهي پاڻ فرمايائون تہ مريد يا طالب کي گهرجي تہ ذڪر تي دوام ڪري يعني هر وقت الله جو ذڪر ڪندو رهي هر حالت ۽ ڪيفيت ۾ ڪندو رهي.

## جماعت طرفان طريقہ ذڪر

رسالہ فتحيہ ۾ جماعت لاءِ ذڪر جو هي طريقو مقرر ڪيو ويو.
١_ لااله الاالله هڪ هزار ڀيرا. ٢_ الاالله هڪ هزار ڀيرا. ٣_ الله هُو

هڪ هزار ڀيرا، ۴ـ الله هڪ هزار ڀيرا، ۵ـ هُو هڪ هزار ڀيرا.

اهو ذڪر مٿين تعداد ۽ ترتيب سان اَسُر مهل يا نماز فجر کانپوءِ ڪندو رهي ۽ وچين نماز (عصر نماز) کان پوءِ ان ذڪر کي طالب يا مريد پاڻ تي واجب ڪري ڇڏي ته انشاءَ الله مراد کي رسندو.

## خاص طريقه ذڪر

پاڻ فرمايائون ته جيڪو ماڻهو چئن شرطن سان چاليهه ڏينهن "لا اله الاالله" جي ذڪر ۾ مشغول ٿيندو ته اهو فنا في الله ٿيندو آهي چار شرط هي آهن. ١ـ نه کائڻ (يعني تمام گهٽ کائڻ، نه جي برابر) ٢ـ نه سمهڻ (يعني تمام گهٽ سمهڻ، نه جي برابر) ٣ـ نه ڳالهائڻ (يعني تمام گهٽ ڳالهائڻ سواءِ ضرورت خاص جي نه ڳالهائي) ۴ـ اڪيلو رهڻ (يعني گوشائتو ماڻهن کان پري ٿي ويهي.)

## اسم هاديءَ جو اثر يعني اسم "الله" جو اثر

مريد کي اسم هادي (يعني اسم "الله") جي تلقين ڏنائون ان تي ايڏا ته انوارات نازل ٿيا جو بيهوشيءَ ۾ فرض نمازون به ڪانئس رهجي ويون ٿي، جنهن ڪري حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جي خدمت ۾ التماس ڪيائين ۽ پاڻ وري نظر شفقت جي فرمايائونس ته سندس حالت درست ٿي ۽ نمازون باقاعده پڙهڻ لڳو.

## علم تفسير

پاڻ پهريان هن برصغير جا فارسيءَ ۾ ترجمہ ۽ تفسير قرآن مجيد ڪرڻ وارا آهن. سندن ترجمہ قرآن تازه ڇپيو به آهي ان کان اڳ قلمي صورت ۾ موجود هو. قرآن پاڪ جي ترجمہ ۽ تفسير کي قلمبند ڪرڻ وارو حضرت مخدوم بهاؤُالدين گودڙيہ رحہ (ميمڻ) نتہ وارو آهي جنهن وٽان وري هڪ نقل حضرت سيد ابوبڪر لڪياري شريف واري وٽ ۽ ڪجهہ چند نسخا ٻيا به هئا. حضرت سائين مخدوم

صاحب جن جي ڪتب خانہ مان اصلي نسخہ غائب ٿي ويو ان کان پوءِ حضرت ابوبڪر لکياري واري نسخہ کي سامهون رکنديءِ هيءُ تفسير وترجمہ ڇاپيو ويو. بهرحال جيترو تفسير لکڻ کپندو هو اهو قلمبند نہ ٿي سگهيو جيڪڏهن اهو قلمبند ڪيو وڃي ها تہ خبر ناهي ڪيترا جلد ٿين هئا ۽ قرآن پاڪ جا ڪيترا راز ۽ اسرار کلن ها. ڇو تہ جنهن جي قرآن سان محبت هوندي آهي ان تي الله قرآن پاڪ جا اسرار کوليندو آهي. خاص ڪري اهو ولي الله ۽ قطب زمان ۽ جنهن کي حضرت پاڪ ﷺ جن وٽان علم تفسير عطا ٿيو هجي ان جي علم ۽ ان جي تفسير جي مهارت ۽ اونهائي جو تہ ڪو ڪنارو ئي نہ هوندو آهي. بهرحال جيڪي موجود آهي سو بہ غنيمت آهي اهڙي تہ عمده نموني جو ترجمہ آهي جو اڄ ڏينهن تائين تمام اعليٰ ترين ترجمن ۾ شمار آهي. بسم الله شريف جون بہ مختلف معنائون فرمايون اٿنءِ حروف مقطعات يعني المءِ حٰمءِ ص وغيره ان کي حروف مقطعات چئبو آهي ان کي ڪنهن بہ مترجم يا مفسر بيان نہ ڪيو آهي جي ڪيو آهي تہ تمام ٿورن آڳرين تي ڳڻڻ جي برابر علمائن ڪيو آهي. حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن انهن حروف مقطعات جو ترجمہ بہ فرمايو آهي. جيڪي آيتون متشابهات آيون آهن انهن جو حضرت سائين جن اعليٰ ترجمہ فرمايو آهي ان ترجمہ جي ڪمالات قرآن پاڪ ترجمہ از حضرت مخدوم نوح سرور هالائي جو مقدمہ از حضرت علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي جن جو پڙهڻ جي لائق آهي. هوندئن ان ترجمہ جو هڪ هڪ نسخہ هر هڪ عالم وٽ ضروري آهي. الله ڪري تہ ان فارسي ترجمہ جو سنڌي ۽ اردو ترجمہ ٿي وڃي تہ اها وڏي خدمت ٿيندي ۽ عام ماڻهو بہ حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جي قرآن جي ترجمہ مان مستفيد ٿيندا. نمونہ طور مختصر لکجي ٿوءِ نہ تہ سڀ لکجي تہ مضمون طويل ٿي ويندا.

(سورة فاتحہ جي) بسم الله الرحمان الرحيم (جي معنيٰ) "ابتدا مي کنم بنام خدائي سزائي پرستش روزي دهنده رحمت کننده"

(ترجمہ: شروع ٿو ڪريان الله جي نالي سان جو عبادت جي لائقءِ

روزي، ڏيندڙ ۽ رحمت ڪندڙ آهي.)
(سورة بقره جي) بسم الله الرحمان الرحيم (جي معنيٰ) "بنام خدائي رحمت كننده عام در دنيا بروزي، و رحمت كننده خاص در عقبٰي بمغفرت و فيروزي."
(ترجمو: الله جي نالي سان جيڪو دنيا ۾ رحمت ڪندڙ آهي هرهڪ تي، روزي ڏيڻ سان، ۽ خاص رحمت ڪندڙ آهي آخرت ۾ بخشڻ ۽ ڪامياب ڪرڻ سان.)
(سورة اخلاص) بسم الله الرحمان الرحيم (جي معنيٰ) "بنام واجب الاكرام خدائي واحد احد فرد صمد صانع و فاطر بي شريک ومدد خداوند رحمت كننده عام و خاص."
(ترجمو: الله جي نالي سان جيڪو عزت جي لائق، اڪيلائي ۾ اڪيلو، بي پرواهه، ناهڻ وارو ۽ پيدا ڪندڙ، شريڪ ۽ مددگار کان سواءِ، رحمت ڪندڙ عام ۽ خاص تي.)
اهڙي طرح ٻيون به ڪيتريون مختلف معنائون آهن انهن لاءِ مطالع ڪجي ته اندر ۾ نور به ايندو ۽ علم جو سرور به حاصل ٿيندو.

## حروف مقطعات

(سورة بقره جي) الٓمٓ: "منم خدائي كه مي دانم"
ترجمو: آئون اهو الله آهيان جو ڄاڻان ٿو.
(آل عمران) الٓمٓ: "منم خدائي سزوار پرستش كه مي دانم"
ترجمو: آئون اهو الله جيڪو عبادت جي لائق آهيان ۽ ڄاڻان ٿو.
يٰس: "اي سيد بشر" ترجمو: اي انسانن جا سردار.
اهڙي طرح سان سمورن مقطعاتن جي عجيب و بينظير معنيٰ فرمائي اٿن.
حضرت حڪيم عثمان کان روايت آهي ته آءٌ هڪ ڏينهن حضرت سائين جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيس ته پنهنجي ڪمالات لاءِ دعا طلبي ڪرايان اجان اها ڳالهه دل ۾ آئي ته پاڻ فرمايائون

"واتقوالله يعلمكم" ان ڏينهن کان منهنجو علم وڌندو ئي رهي ٿو.

اهڙي طرح پاڻ تـہ تشريف فرما ٿيا تہ اتي جي عالمن قرآن جي تفسير جي علم ڄاڻڻ لاءِ سندن خدمت ۾ حاضر ٿيا هڪ عالم فرمائي ٿو تہ هڪ آيت جي پاڻ معنيٰ ۽ تفسير فرمايائون مون تسبيح جي داڻن تي ڳڻيو تہ اسي طريقن سان ان جي معنيٰ ۽ تفسير بيان فرمايائون.

حضرت منو فقير رحہ فرمائي ٿو تہ سورة تبت يدا جو تفسير ٧٠ تاويلن سان بيان فرمايائون:

آيه والله خلقكم وماتعلمون جو تفسير ۽ معنيٰ ٣٦٠ ، بيان فرمايائون وڏا وڏا عالم وتـن قرآن جي تفسير مان بهره ور ٿيڻ لاءِ حاضر ٿيندا هئا ۽ حيران ٿي ويندا هئا.

حضرت مخدوم محمد جعفر بوبڪائي رحہ عليہ جن اڪثر وتـن قرآن پاڪ ۽ روحاني راز سمجهڻ لاءِ حاضر خدمت ٿيندا هئا حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن فرمايو تہ ڪي فقير اهڙا بہ آهن (پاڻ ڏانهن اشاره) جو سڄي ڄمار سورة الفاتحہ جو تفسير ڪن تہ بہ ختم نہ ٿئي.

## روح متعلق تفسير

قل الروح من امر ربي: بابت حضرت سائين جن فرمايو تہ روح امر جي عالم مان آهي اجسام جو هن سان ڪو تعلق نہ آهي پر جيڪو ماڻهو لااله الاالله سان ايترو مشغول ٿئي جو هر حالت ۾ اهو آواز نڪرندو رهي ۽ پاڻ کي فاني ڏسي تہ پوءِ صفات باري تعاليٰ جي مشاهده سان گڏ روح جي حقيقت تي پڻ واقف ٿيندو. روح انسان جو عين آهي، يعني روح ۽ انسان مرڪي هڪ آهي. روح وڏو راز آهي جنهن تي اولياءَ الله واقف ٿي سگهن ٿا بس.

اذا المؤدة سئلت۔ (يعني جنهن وقت جيئري پوريل ڇوڪريءَ کان پڇيو ويندو.) ان تفسير ۾ فرمايائون تہ انهن نفسن کان جيڪي

سواءِ ذڪر الله جي ساھ اندر اچڻ وڃڻ تائين سوال ڪيو ويندو. تفسير ڪندي فرمايائون تہ سڀ کان وڏو ڏوھ آھي الله تعاليٰ کي وسارڻ ۽ محويت ڪي ڇڏي ڏيڻ. ياايھالذين آمنوا لاتلھكم اموالكم ولا اولادكم عن ذكر الله ومن يفعل ذالک فاؤلئک ھم الخاسرون۔ (تفسير) تہ "ذڪر جو مقام سڀ کان وڌيڪ آھي بلڪ لامڪان آھي. جيڪڏھن اھو مڪان نہ ھجي ھا تہ ڪجھ بہ نہ ھجي ھا پر نہ الله تعاليٰ جي ذات کان سواءِ ٻيو ڪجھ بہ آھي ۽ نڪي ھو ۽ نڪي ھوندو سڀ شيون ڪجھ بہ نہ آھن.

سيد محمد عارف بن سيد شاھ خيرالدين بڪري کان نقل آھي تہ مسجد ۾ مجمع ۾ فاستقم كما امرت۔ جو تفسير فرمايائون.

الرحمان علي العرش استويٰ جون چوڏھ معنائون ڪيائون (برابر ٽي مھينا خدمت ۾ ايندو رھيس ۽ پاڻ ان آيت جون سانده مختلف معنائون ڪندا رھيا).

شيخ محمود فخري روايت ٿو ڪري تہ حضرت مخدوم محمد جعفر بوبڪائي رحہ حاضر خدمت ٿيو شاگردن سميت "قل اللھم مالک الملک" ۔ جي تفسير لاءِ عرض فرمايائين. مخدوم صاحب ٻارنھن معنائون ڪيون ۽ فرمايائون ھفتو سڄو معنيٰ ڪبي، تہ بہ نہ کٽي. وتعز من تشاءُ وتذل من تشاءُ جي معنيٰ حضرت مخدوم محمد جعفر رحہ کي ٻڌايائون تہ جنھن کي الله تعاليٰ عزت وارو ڪرڻ گھرندو آھي تہ ان جي دل ۾ اولياءَ الله جي محبت وجھندو آھي ۽ جن کي خوار، خراب ذليل ڪرڻ گھرندو آھي ان کي اولياءَ الله جي عداوت ڏيندو آھي. ان کان پوءِ دعا گھرائي مخدوم صاحب رخصتي وٺي ھليو ويو.

تفسير جي طالب عرض ڪيو تہ حقيقت ڇا آھي؟ جواب ۾ فرمايائون تہ جيڪا شيءِ بہ تنھنجي خيال ۽ وھم ۾ اچي ان کي انھيءَ کان پاڪ ۽ برتر ڄاڻج نہ آسمان ۾ نہ زمين ۾ ۽ نہ وري ڇھن ڪنڊن ۾ ڪيس ڀانئج. ۽ فرمايائون تہ مؤمن جي دل الله جو عرش آھي. الله تعاليٰ فرمايو آھي تہ الرحمان علي العرش استويٰ وڌيڪ دل جي حقيقت

سمجهائڻ لاءِ هيٺيان فقرا پڙهيائون. ان في جسد آدم لمضغه وفي المضغه فؤاد وفي الفواد قلب وفي قلب روح وفي الروح سر وفي السر خفي وفي الخفي اخفاءُ في الاخفاء انا- يعني ته انسان جي بُوتي ۾ ماس جو ٽڪرو آهي ۽ انهيءَ ماس ۾ فواد آهي ۽ فواد ۾ قلب آهي ۽ قلب ۾ روح آهي ۽ روح ۾ هڪ راز آهي ۽ راز ۾ هڪ ڳجهائي آهي ۽ انهيءَ ڳجهائي ۾ وڌيڪ ٻي ڳجهائي آهي ۽ ان ڳجهائي ۾ مان وسندڙ آهيان.

## علم حديث

هڪ ماڻهو عرض ڪيو ته هن حديث تي ڪيئن عمل ٿئي "لايومن احدكم حتي يحب لاخيه المسلم مايحب لنفسه" (يعني اوهان مان ڪوبه شخص پورو ايمان وارو نه آهي جيستائين پنهنجي مومن ڀاءُ لاءِ اها شيءِ پسند ڪري جيڪا پاڻ لاءِ پسند ڪري ٿو.)

پاڻ فرمايائون ته جڏهن مهمان ايندو آهي ته جيڪو ماڻهو پاڻ لاءِ ڪاڏو پسند ڪندو آهي اهو ان لاءِ پسند ڪندو آهي پاڻ ڪجھ مٿي.

تحقيق، "شفاعت ۽ نجات" هڪ دفعي ڪنهن عالم سڳوري کي مسئله شفاعت ۽ نجات بابت جواب ڏيندي فرمايائون ته حديث شريف ۾ آيو آهي ته سابقنا سابق ومقصدنا ناج و ظلمنا مغفرت.
(مزيد احوال هن ڪتاب ۾ آهي.)

## علم تعبير خواب

حديث پاڪ ۾ آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته، "نبوت مان ته فقط مبشرات ئي بچيا آهن، صحابه رضه عرض ڪيو ته، مبشرات ڇا آهن، پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو ته، "عمده ۽ سچا خواب"
(بخاري شريف)

رسول الله ﷺ جن فرمايو ته، "عمده ۽ سچا خواب، نبوت جو

چاهيتاليهون (٤٦) حصہ آهن. (متفق عليہ)

پيغمبرن جي علومن مان هڪ علم آهي سچن عالمن ۽ نيڪو ڪارن کي ان مان هڪ بهترين حصہ نصيب ٿئي ٿو. هڪ شخص عرض ڪيو تہ مون خواب ۾ ڏٺو آهي تہ منهنجو پٽ درياءَ مهراڻ مان ٻڪ سان پاڻي پي رهيو آهي. پاڻ فرمايائون تہ تنهنجو پٽ قوم جو رئيس ۽ رهبر ٿيندو، مال ۽ دولت ملندس۔ آخر ٿيو بہ ائين. (مزيد تفصيل هن ڪتاب ۾ آهي.)

## خواب جي حقيقت

جڏهن ڪنهن درويش سالڪ کي انساني خاڪي صفتن مان لنگهڻو پوي ٿو تڏهن هو خواب ۾ بہ اهڙيون ئي شيون ڏسندو جن جو زمين سان تعلق آهي جيئن جهنگل، رڻ پٽ، ڪوهہ ۽ دڙا، ڏسندو رهندو، اِهو سالڪ جو ابتدائي پهريون درجو آهي. پوءِ ٻي درجہ ۾ آبي صفتن مان لنگهڻو پوندو، جنهن ۾ خواب ۾ ساوڪ ۽ سلا، باغ باغيچا ۽ ڪيتيون، ڪوچا ۽ واهيون، دريا سمنڊ وهندڙ ڏسندو رهندو. ٽئي درجہ ۾ هوائي صفتن مان لنگهڻ ويل ڏسندو تہ ڄڻ هوا ۾ اڏامي ٿو، وڏن جبل تان ٽپي ٿو. چوٿين درجہ ۾ آتشي صفت تان گذر ٿيندس جنهن ڪري شعلا، بجليون، باهہ جا اُلا ۽ باهہ سڙيل شيون ڏسڻ ۾ ايندس. پنجين درجي ۾ جڏهن آسماني اوج ڏانهن هلندو تہ پاڻ کي خواب ۾ آسمان جو سير ڪندو ڏسندو. ڇهين درجي ۾ جڏهن ستارن جو علم رکندو تہ خواب ۾ سج چنڊ تارا نظر ايندا رهندس. ستين درجي ۾ هو جڏهن حيواني صفتن ۽ درندن پرندن کي ڏسندو رهندو ۽ انهن کان نندڍ ۾ خوف کائيندو ان کان سواءِ بہ ڪيترن هزارن حالتن مان سالڪ کي لنگهڻو پوي ٿو. پنهنجو مشاهدو ٿيندو رهندس ۽ انهن حالتن جي حقيقت سڃاڻڻ جي ضرورت آهي تہ مرشد ڪامل رهبر هجي جو وقت بہ وقت تعبير خواب ۾ مدد ڪندو ۽ اڳتي رستو ٻڌائيندو هلي.

### علومن ۾ تبحر

علمي جواب ۽ قرآن داني متن ختم هئي بلڪ سندن خيال هو ته اولياءَ الله واسطي قرآني علومن مان ماهر ٿيڻ هڪ ضروري شيءِ آهي، پاڻ جيڪي به فرمائيندا هئا اهو لکڻ ۾ (يعني تحرير ۾) نه ايندو هو، لکڻ پڙهڻ جي ڳالهه کان سندن ذات قدوسي بالاتر هئي. اهو سبب آهي جو پاڻ ڪو ڪتاب نه لکيائون، (باقي ٻيا ڪجهه لکي پاڻ وٽ محفوظ ڪندا ويا جيئن حضرت مخدوم بهاؤالدين گودڙيه رحه ۽ ٻيا تمام تمبحر عالم هئا.)

### علم تصوف

هڪ دفعه فرمايائون ته جيڪڏهن تصوف جي علم ۾ ڪتاب ڪٿي لکجي ته اڳين بزرگن جهڙو لکجي سگهجي ٿو، اهڙو به لکي سگهجي ٿو جو ڪو به ماڻهو اڳين جي تصنيفات ڏانهن نظر ڪٿي هوند ڪونه ڏسي، مگر ادب مانع آهي تنهن ڪري ان ڪم ڏانهن توجه ڪونه ڪيو ويو.

### قرآن سان محبت

پاڻ فرمائيندا هئا ته جيڪو ولي الله قرآن نه ڄاڻي ته انکي ڪهڙي ولايت ملي. حضرت مخدوم نوح عليه الرحمه جن جو گهڻو وقت استغراق ۽ فنائيت ۾ گذرندو هو، مگر انهيءَ حالت ۾ به قرآن شريف جي تلاوت ڪندا رهندا هئا ۽ ان کان سواءِ قرآن ٻڌڻ جو به ڏاڍو شوق هوندو هئن، ڪنهن وقت ٻه شخص نالي عبدالواحد ۽ عبدالسلام پرديسي سندن خدمت ۾ اچي رهيا هئا ۽ اهي ٻئي قرآن پاڪ جا حافظ هئا ۽ هميشه حضرت مخدوم نوح عليه الرحمه جي خدمت ۾ قرآن پاڪ جي تلاوت ڪندا هئا ۽ پاڻ ٻڌندا رهندا هئا. اهي ٻئي بزرگ حضرت مخدوم نوح عليه الرحمه جي وفات کان پوءِ به درگاهه جا مجاور ٿي رهيا ۽ اڄا تائين هالا نوان ۾ سندن اولاد هليو

اچي ٿـو جو قبر شريف جي مجاوري جي خدمت سندن سپرد آهي ۽ ايا تائين منجهن قرآن جا حافظ به هليا اچن. (١) (راحت الروح)

**طيءِ لساني:** پاڻ قرآن ڪريم جو ختم گهوڙي جي هڪ رڪاب ۾ پير وجهڻ کان ٻي رڪاب ۾ پير وجهڻ تائين ڪري ويندا هئا سندن خليفه حضرت بهاؤالدين گودڙيه فرمائي ٿو ته مون به ڪوشش ڪئي پر اڌ قرآن کان مٿي نه پڙهي سگهيس. حديث پاڪ ۾ اچي ٿو ته حضرت دائود عليه السلام پوري زبور شريف گهوڙي جي هڪ رڪابَ ۾ پير وجهي ٻي رڪاب ۾ پير وجهڻ تائين ختم ڪري ويندا هئا. (ابوداؤد شريف)

## نماز

پاڻ ساري عمر ۾ ڪڏهن به نماز فرضي جماعت کان سواءِ اڪيلي نه پڙهندا هئا (يعني سڀئي ڄمار فرض جماعت سان ادا ڪيو اٿن) ۽ گهڻو ڪري تڪبير اُوليٰ ۾ شامل ٿيندا هئا. جماعت سان نماز پڙهڻ سڀ کان وڏي عبادت ڪري سمجهندا هئا. هڪ عارف جو، دنيا کي ترڪ ڪري وڃي گوشه نشين ٿيو هو، ان کي هن لاءِ پيغام موڪليائون ته اڪيلائيءَ ۾ جماعت واريون نمازون قضا ٿينديون تنهن ڪري بهتر آهي ته انهيءَ ثواب حاصل ڪرڻ لاءِ شهر ۾ هليا اچو.

## ادب نبوي صلي الله عليه و آله وسلم

حضور سرور ڪائنات ﷺ جي عشق ۽ محبت ۾ ايتريقدر غرق هوندا هئا جو جنهن شخص جو نالو عبدالله هوندو هو ته فقط حضور اڪرم ﷺ جي والد جي نالي سان مشابهت هجڻ ڪري به انهن نالي واري ماڻهو جو ادب ڪندا هئا. (راحت الروح ٣٣٦)

---

(نوٽ: مقصد آهي ته اهي ٻئي حافظ سڳورا ان وقت قرآن پڙهندا هئا. پوءِ قرآن پاڪ پڙهائيندا هئا پوءِ جڏهن هالا ۾ مقبره تعمير ٿيو ته اتي اچي رهيا، چو ته انڪان اڳ هالا ڪندي ۾ مقبره تعمير نه هو.

## طرز معاشرت (رهڻ سهڻ لباس)

رهڻي تمام سادي هوندي هئي، ڪوبہ ٺٺ (ٺاٺ) پسند نہ ڪندا هئا ۽ سادو ڪائيندا هئا سادو پهريندا هئا. سادو فقيري لباس پهريندا هئا ڪنهن عرض ڪيو تہ ههڙي سادگي ڇو. ان تي پاڻ فرمايائون تہ، "هن دنيا فاني جي اجائي بار ڪڻڻ کان بہ جند آزاد آهي ۽ آخرت جي پڇا کان بي فڪري ۽ ظاهر ۾ نيڪن جي صورت ٺاهڻ بہ نهايت سهڻي آهي."

هڪ ڀيري حضرت سيد عالي رحہ هڪ عمده لباس پهري سندن خدمت ۾ آيا پاڻ فرمايائون تہ هي ڪير آهي جواب مليو تہ سيد عالي رحہ آهي جو پنهنجي فقيريءَ کي عمده لباس ۾ لڪائڻ ٿو گهري. پاڻ غصہ ۾ اچي فرمايائون تہ، "فقيرن کي عمده لباس پائڻ نہ گهرجي." (راحت الروح)

## طعام

حضرت سائين مخدوم صاحب جن جي طعام تناول (يعني ماني کائڻ) بابت بيان آهي تہ پاڻ ٽن گراهن کان گهٽ ۽ نون گراهن کان وڌيڪ ڪڏهن بہ ڪونہ ڪائيندا هئا. حضرت شاھ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو چوڻ آهي تہ حضرت مخدوم معظم رحہ گهٽو ڪري اٺين پهر بہ ٽي لقمہ ڪائي روزو کوليندا هئا، پاڻ اڪثر روزي سان هوندا هئا، هڪ ڀيري تہ لڳاتار هڪ سال روزا رکيا اٿن.

شيخ ابو سلمان داراني رحہ فرمايو آهي تہ، "پيٽ ڀرڻ دنيا جي ڪنجي آهي ۽ آخرت جي ڪُنجي آهي، "بک". حضرت سهل بن عبدالله تستري رحہ هميشہ هڪ نہ ٻئي ڏينهن ڪجهہ ڪائيندو هو فرمائيندو هو تہ ڏوَ ۾ جهل ۽ شهوت آهي ۽ بک ۾ علم ۽ حڪمت آهي. حضرت شيخ ابو تُراب، بصري کان مڪہ تائين سفر ۾ هڪ دفعو ڪائيندو هو- حضرت ذوالنون مصري رحہ فرمايو آهي تہ جيڪو پنهنجي پيٽ تي اختيار رکي ٿو تہ (پوءِ) سندس دين قوي رهندو. (جامع اصول الاولياءَ- راحت الروح ٣٢١)

هڪ دفعي سندن دولت خانہ ۾ مڇيءَ جي پلاءُ تيار ڪئي وئي ڪين شوق ٿيو تہ ڪائي ڏسجي- اندرين ڪي سندن حصہ رکڻ وسري ويو. جڏهن طعام طلب ڪيائون تڏهن عرض ڪيو ويو تہ هڪ ننڍڙي جي حصہ رکيل آهي ان تي پاڻ فرمايائون تہ "پرايو حصہ واپرائڻ جائز نہ آهي." پاڻ فرمايائون تہ، "مان پنهنجي ساري عمر ۾ ڪاڏي يا پيتي سان پيٽ ڪونہ ڀريو آهي."

## هلڻ چلڻ

پاڻ هلڻ وقت اڳ ۾ تي نہ هلندا هئا، بلڪ هلڻ وقت سندن هڪ خادم هوندو هو جو اڳ ۾ هلندو هو ۽ پاڻ ان جي پويان هلندا هئا ۽ اڳ ۾ تي هلڻ کي نفس جي خوشيءَ جو سبب سمجهندا هئا ۽ ان کان پرهيز ڪندا هئا. ڪين ٻين کان امتياز ۽ فرق سان رهڻ جي عادت نہ هوندي هئي پر ماڻهن ۾ پاڻ بہ هلڻ چلڻ ۾ سيني جي برابر رهندا هئا. بلڪ فرمائيندا هئا تہ جيڪو ماڻهو ٻن ماڻهن جي وچ ۾ فوقيت رکي يا پاڻ ٻين کان وڏو سمجهي ۽ ان انتظار ۾ هجي تہ ٻيا منهنجو حڪم قبول ڪن تہ اهڙو ماڻهو جهنگلي جانورن کان بہ بچڙو آهي، حديث پاڪ ۾ آهي تہ "ماڻهن ۾ منجهائن هڪڙو تي رَهُ: "نحن واحدا من الناس" ماڻهو ۾ هڪ ماڻهو رهہ."

## طرز گفتگو

سندن عادت مبارڪ هوندي هئي تہ ڪڏهن "مان" يا "آءٌ" يا "اسان" جو لفظ جنهن مان انانيت جي بوءِ اچي ڪم نہ آڻيندا هئا. بلڪ چوندا هئا تہ "فقير" چوي ٿو يا فقير چون ٿا (يعني پاڻ کي فقير ڪري ڪوٺيندا هئا جيئن قرآن پاڪ ۾ آهي تہ: والله غني وانتم الفقراءَ (الله غني بي پرواهہ آهي اوهين سڀ محتاج آهيو.)

(راحت الروح ٣٢٢)

## ايذاءَ رسائيءَ کان پرهيز

دليل الذاڪرين ۾ حضرت حسين تميم(١) کان نقل آهي ته حضرت مخدوم صاحب جن پنهنجي هٿن سان ڪڏهن به ڪنهن جانور کي ڏک نه هنيو. بلڪ جنهن وهت (سواري وارو جانور) تي سوار ٿيندا هئا پوءِ اهو گهوڙو يا گڏهه هوندو هو ته ان کي به ڇُهبڪ ڪونه هڻندا هئا نه ڪڏهن تلوار ٻڌائون نه (وري) ٻتيءَ ۽ ڪمان ڪنيائون بلڪ لٺ يا عصا به هٿ ۾ نه کڻندا هئا، پوئين ڄمار ۾ لٺ آٽي سندن هٿ ۾ ڏنائون ته هن تي ٽيڪ ڏيئي هلو، فرمايائون ته الله تعاليٰ جي ڪرم تي اعتماد ڪافي آهي. (راحت الروح)

## بدعات جي مخالفت (٢)

رسول الله ﷺ جن فرمايو ته "شرالامور محدثاتها وكل بدعه

---

(١) حضرت حسين تميم- ٿي سگهي ٿو ته تميم اڳتي هلي ٿهيم ٿيا هجن.

(٢) بدعت جي معنيٰ آهي اهو ڪم جو سنت جي بدران ڪجي جيڪو حضور اڪرم ﷺ کان ثابت نه هجي ۽ ان کي دين سمجهي ۽ عبادت ۽ ثواب سمجهي ڪري. ان کي بدعت چئبو آهي حديث پاڪ ۾ هر بدعتي کي گمراهه ۽ هر گمراهي کي جهنمي چيو ويو آهي. ان ڪري ڪا ڳالهه رسم، رواج، شادي، غمي جي هجي ته سنت مطابق ڪجي، بدعت ۽ رواج مطابق نه ڪجي.

پاڻ بدعات جي ايترو ته خلاف هوندا هئا جو هڪ فقير کي ڳچيءَ ۾ تسبيح پيل ڏٺائون ته ان کي نصيحت طور فرمايائون ته اي درويش هٿ ۾ تسبيح ڪرڻ بدعت آهي پر مباح آهي. مگر ڳچيءَ ۾ تسبيح پائڻ بدعت بڇڙي آهي. جو هندو پنهنجي ڳچيءَ ۾ تسبيح پائيندا آهن تنهن ڪري انهن جي مشابهت ڪرڻ نه گهرجي. (دليل الذاڪرين/ راحت الروح ٣٢٣)

(نوٽ: حديث ۾ آيو آهي ته "ڳچيءَ ۾ ڏاگا وغيره لٽڪائڻ حرام آهن" يا ٻانهن يا ڪرائيءَ ۾ ڏاڳا ٻڌڻ يا مردن جو ڪنگڻ يا هار پائڻ اهو هندن جو رواج آهي اڪثر هندو ينگي ڪنگڻ پائيندا آهن ۽ ٻالا وري واليون ۽ ڪيوتيون پائيندا آهن سون هر صورت ۾ مرد لاءِ حرام ڪيو ويو آهي. پل مندي هجي يا ڳچي ۾ ڏورو پائڻ اهي سڀ حرام فعل آهن.

(بقيه اڳيئن صفحي تي)

ضلاله- يعني: بدترين ڪم اُهو جو دين ۾ نوان نوان طريقا ايجاد ڪجن ۽ هر نئين ڳالھ (دين ۾) گمراهي آهي.

دليل الذاڪرين ۾ نقل آهي ته حضرت مخدوم معظم صاحب جي زماني ۾ هالن ۾ هڪ بزرگ آيو جو تمام زبردست ڪرامتون ڏيکاري رهيو هو ۽ ڪيترا ماڻهو هن جي فيض سان مالامال ٿي رهيا هئا. حضرت مخدوم صاحب جي خدمت ۾ اهڙي درويش جي اچڻ جي خبر پهچائي ويئي پاڻ فرمايائون ته اسان به اهڙي بزرگ جي زيارت تي هلنداسون مگر حڪم ڪيائون ته پوري طرح جاچ ڪريو ته بدعتي ته نه آهي، جنهن ڪري ڪنهن سنت کي نقصان پهچندو هجي. (اچي) چيائون ته ڏاڍو متشرع ۽ متورع آهي (يعني شريعت وارو تقويٰ وارو آهي) پاڻ حضرت سائين جن وري فرمايو ته وري به پوري طرح جاچ ڪري اچو، پوءِ اچي عرض ڪيائون ته سندن ڪنن ۾ سوراخ(١) آهن جو شايد ننڍيءَ ڄمار ۾ سندس پيءُ ماءُ ڪنن ۾ والا وڌا هجن. پاڻ فرمايائون ته الله تعاليٰ جنهن ماڻهوءَ کي پنهنجي حفاظت ۽ حمايت ۾ وٺندو آهي ته ان جي ماءُ پيءُ به سندس حق ۾ بدعت روا نه رکندا آهن- مطلب ته بدعات کان ايتري قدر بيزار هوندا هئا جو

---

حضور اڪرم ﷺ جن مرد لاءِ سون حرام ڪيو آهي ۽ ريشم به حرام آهي فقط عورتن لاءِ سون ۽ ريشم جائز آهي، ويندي سون ۽ چانديءَ جا ٿانو يا ڪرسي تخت وغيره استعمال ڪرڻ مرد توڙي عورت لاءِ حرام آهن. سون يا چانديءَ جي گلاس يا پليٽ ۾ ڪائڻ پيئڻ حرام آهي.)

نوٽ: موٽر، لاري، هوائي جهاز وغيره جو استعمال بدعت نه آهن ڇو ته ڪو به ماڻهو انهن کي دين يا ثواب يا سنت سمجهي ڪونه ٿو ڪري اهي ته سهولتون آهن جنهن ۾ نه سنتن کي نقصان نڪي دين کي نقصان، اڪثر جاهل ۽ بي علم ماڻهو وري اهي مثال ڏئي بحث ڪندا آهن.

(١) ماڻهو ۾ رواج آهي ته ٻار سڪي پني ڄاوا يا گهڻن ٻارن جي مرڻ کان پوءِ به ڪو بچيو ته ان جا ڪن ٽوپي اُن ۾ دُرَ يا واليون يا ڪيوٽيون پائيندا آهن جو بلڪل ڪافرن ۽ هندن ۽ مشرڪن ۽ جوڳين جي رسم آهي وري سڪائون ۽ پڙ ۽ جهنڊيون اهي به ڪافرانه طريقه آهن جن جو شريعت ۾ ڪو حڪم ڪونهي.

موهوم امر کي بدعت سمجهي ان کان بہ بيزاري ڏيکاريندا هئا.
پاڻ حضرت سائين جن فرمايو تہ:

"بدعتي فقير مان جيڪو فائدو حاصل ٿئي اهو بلڪل بيڪار آهي باقي سنت جي رستي موجب جيڪڏهن ڪو فائدو ڪٿي نہ رسي تہ بہ اهو بدعت وارن نفعن کان هزار درجہ بهتر آهي.
(راحت الروح ٣٢٦)

## محويت ۽ فنائيت

اڪثر ڪري مٿن فنائيت ۽ صحويت محو ۽ سڪر ايتري تہ طاري رهندي هئي جو ڪڏهن پنهنجي ذات يا بدن يا پرياسي وارن جي يا هنڌ، جاءِ، ماڳ، مڪان جي بہ خبر نہ رهندي هئي. هڪ ماڻهو کي خيال آيو تہ مخدوم صاحب جن جي اهڙي حالت ۽ ڪيفيت ٿيو وڃي جو پنهنجن فرزندن جا نالا بہ ياد ڪونہ اٿن ان تي پاڻ فرمايائون تہ، برسات جي هڪ هڪ ڦڙي سان جو ملائڪ اچي ٿو ان جو نالو بہ مون کي ياد آهي، پٽن جا نالا نہ آيا تہ ان ڪري ڪو ولايت ۽ مرتبي ۾ نقصان ڪونہ ٿو پوي. (راحت الروح ٣٢٧)

فرمايائون تہ اسان کي هميشہ محويت ذات پاڪ جي دولت نصيب آهي جيڪڏهن ان ۾ هڪ لمحہ لاءِ نقصان بہ اچي تہ سڙي خاڪ ٿي وڃجي ۽ محويت کان سواءِ سڀ ڪجھ نقصان ۽ خُسران آهي. "اڪثر ڪري رات ڏينهن ۽ گرمي سردي جي خبر بہ ڪانہ رکندا هئا لاشيءَ موجود غيرالله (يعني الله تعاليٰ کانسواءِ ڪا شيءِ موجود نہ آهي) چو تہ "لا ذات الا ذات الله ولا وجود الا وجودالله" (يعني تہ الله جي ذات کان سواءِ بي ڪا حقيقي ذات نہ آهي ۽ الله تعاليٰ جي وجود کان سواءِ ٻيو ڪو وجود ڪونہ آهي."

"فرمايائون تہ مؤمن موحد جو ايمان هن ريت هوندو آهي جو پاڻ الله کان ۽ الله کي پاڻ کان جدا نہ سمجهندا آهن." ۽ يقين هن شيءِ

۾ اٿـن "لاشي موجود غيرالله" (ڪا شيءِ موجود ناهي سواءِ الله جي.)(١)

## تقويٰ ۽ پرهيزگاري

سندن تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جي حالت هن حد کي پهتل هئي جو ساري عمر ۾ نہ ڪنهن ڌاري عورت کي ڏٺائون ۽ نہ وري ڪنهن ڌاري عورت جو ڪلام ٻڌو هئائون. (٢)

---

(١) اولياءَ الله جا عقيده ڪيڏا نہ اوچا آهن اڄڪلهہ ماڻهو غيرن کي بہ الله وانگر حاضر ناظر سمجهندا، ۽ تڪليف پريشاني ۾ مخلوق کي سڏيندا ۽ پڪاريندا رهن ٿا جيئن مڪ ۽ طائف جا مشرڪ هر تڪليف رنج راحت ۾ پنهنجن بزرگن ۽ بتن کي سڏيندا هئا "يالات، يامنات، ياعزيٰ، يعني اي لات مدد، اي عزيٰ مدد، اي منات مدد، يا وري الله جو قسم نہ پر پنهنجن بزرگن جو قسم کڻندا هئا اڄ بہ مسلمان انهن مشرڪن ۽ ڪافرن وانگر، بزرگن، پيرن کي سڏيندا وتن يا امامن کي سڏيندا وتن ۽ وري قسم بہ پنهنجي مرشد ۽ بزرگن جا کڻندا وتن- الله پناهہ ۾ رکي حضور پاڪ ﷺ جن الله کان مدد وٺڻ ۽ الله کي سڏڻ ۽ الله جو قسم کڻڻ جي حڪم ڏنو آهي. ۽ انهن ماڻهن کي انهيءَ شرڪي عقيدن کان پناهہ پنڻ کپي.

(٢) اڄڪلهہ تہ زالن جي وچ ۾ ويهڻ کي فخر سمجهيو وڃي ٿو حديث پاڪ ۾ آهي تہ امان عائشہ صديقہ رضي الله تعاليٰ عنها فرمايو تہ حضور اڪرم ﷺ جن کي ڪنهن غير عورت ڇهيو بہ نہ ۽ نہ پاڻ ڪنهن غير عورت کي ڇهيو هي اٿـن" قرآن پاڪ ۾ الله رب العزت فرمايو تہ، "مؤمن کي گهرجي تہ پنهنجي نگاهون هيٺ رکن (يعني غير عورت کي حرام ڪم حرام فعل وغيره نہ ڏسن) ۽ مؤمن عورتن کي بہ گهرجي تہ پنهنجي نگاهن جي حفاظت ڪن ۽ نگاهن کي هيٺ رکن. (يعني غير مرد کي حرام نظر فعل نہ ڏسن)، (اڄڪلهہ نظرن جي حفاظت ختم آهي غير عورتن کي مرد پيا ڏسن ۽ غير مردن کي عورتون پيو ڏسن حديث پاڪ ۾ آهي تہ جيڪو ڏسي ۽ جنهن کي ڏنو وڃي (غير عورت کي) ٻنهي تي الله جي لعنت آهي.

## زهد يعني دنيا کان بي رغبي

ڏارئي مال کان ڏاڍي نفرت هوندي هين، نذر نياز بلڪل ڪونہ ونندا هئا، هڪ عارف شخص غوث العالم حضرت بهاؤالدين ذڪريا عليہ الرحمه جي اولاد مان سندن خدمت ۾ عرض ڪيو تہ مون کي ڪيميا جو نسخہ ايندو آهي ارادو آهي تہ حضرت سائين جن جي خدمت ۾ پيش ڪريان پاڻ غوث الحق حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن فرمايو تہ جنهن وقت کان ونني مون کي حضور اڪرم ﷺ جن جي زيارت ۽ ملاقات جو شرف حاصل ٿيو آهي ان وقت کان ونني نذر نياز ونڻ جو سارو ڏنڌو ڦٽو ڪيو اٿم. (حضرت غوث العالم بهاؤالدين زڪريا ملتاني رحہ جي اولاد جي ڪافي عقيدت رهي آهي حضرت مخدوم نوح رحہ سان)

پاڻ سڄي ڄمار ۾ ڪنهن ماڻهو کان ڪنهن شيءِ جو سوال نہ ڪيو اٿن. هڪ دفعي سخت بخار ۾ هئا مسجد شريف جي حجره ۾ آرامي هئا اتي سندن هڪ خادم اچي نڪتو ان کي چيائون تہ تون ۽ اسان سڀ الله تعاليٰ جا ٻانها آهيون مگر توهان جي گذران جو ذمہ اسان تي رکيو ويو آهي ۽ اوهان جي ذميداري آهي اسان جي خدمت ڪرڻ سو انهيءَ ڪري مون کي ٿورو پاڻي پيئڻ لاءِ آڻي ڏي- خادم ڪلندو ڀڄو هليو ويو. حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه صاحب جن کي پاڻي ڪونہ ڏنائين جنهن تي پاڻ فرمايائون تہ "الحمدلله" جو ساري عمر ۾ هڪ اهوئي حڪم ڪيو هوم، سو بہ قبول نہ پيو. پاڻ پاڻيءَ جي گهڙي تي نظر وڌائون ان تي هڪ خادم پاڻي حاضر ڪيو پر نہ پيتائون فرمايائون تہ انهيءَ گهڙي مان طمع جي بوءِ اچي ٿي تنهن ڪري هاري ڇڏڻ گهرجي ڇو تہ ان پاڻيءَ ڏانهن دل جو لاڙو ٿي پيو آهي.

اهڙيءَ طرح ٻيو سندن واقعو آهي تہ هڪ دفعي مسجد ۾ ويٺا هئا، ڏيئيءَ لاءِ ٽَڙن جي ضرورت هين ۽ ٺهراٽي جي قيمت اگ ۾ ڏنل هئي. مگر ڪو اهڙو ماڻهو ڪونہ ٿي مليو جو ڪٽي ان وٺان آڻي

ڏئي ته ايتري ۾ ٻترن جوڙيندڙ خودبخود ٻترون کڻي آيو. جنهن تي شڪرانو ڪيائون ته سوال ڪرڻ کان سواءِ پاڻ ان همراهه مون کي ٻترون پهچائي ڏنيون.

## توڪل

توڪل جو هي معمول هو جو گهر ۾ ڪا شيءِ رکڻ پسند نه ڪندا هئا هر دفعي بلڪل سندن ارادو هوندو هو ته گهر هميشه دنياوي ڪارخانه ۽ سامانن کان خالي رهڻ گهرجي هڪ دفعي ڪو مهمان وٽن اچي رهيو هو پاڻ پڇا ڪرايائون ته گهر ۾ ڪجهه آهي ته جواب مليو ته گهڻو ئي ڪجهه موجود آهي، جڏهن ڪاڏي جي سامان جي موجودگيءَ جو يقين ٿين ته فرمايائون ته ايتريقدر سامان گهر ۾ رکڻ رازق تي توڪل ڪرڻ جي خلاف نظر اچي ٿو، بس پوءِ ته هڪدم فقيرن کي سڏي جيڪي به گهر ۾ رکيو هو هڪدم ڏيئي صفائي ڪري ڇڏيائون. (راحت الروح ٣۴٣)

## وفات حسرت آيات

حضرت غوث الحق مخدوم معظم حضرت نوح عليه الرحمه جن ١۴ سالن جي ڄمار ۾ رشد ۽ فيض سان مالامال ٿيا ۽ دنيا تي فيض ۽ ڪرم جو ڪڪر وسائڻ لڳا ۽ برابر ٧٣ سال (يعني ٨٧ سالن جي ڄمار تائين) الله تعاليٰ جي توحيد ۽ اسلام جي خدمت ۽ بدعت کي برباد ڪرڻ ۾ گذاريائون ٨٧ سالن جي ڄمار ۾ جڏهن قدم رکيائون ته بحڪم "ڪل نفس ذائقه الموت" پنهنجي پروردگار الله جل جلاله عم نواله سان ملڻ لاءِ شوق ظاهر فرمائڻ لڳا ۽ پنهنجن فرزندن ۽ خليفن کي اتباع شريعت ۽ طريقت (يعني شريعت جي تابعداري ۽ طريقت جي معرفت تي قائم رهڻ لاءِ) وصيتون فرمايائون.

ظاهر ۾ ڪابه بيماري يا ڪو عارضه لاحق نه هو بس وصال جو وقت اچي پهتو الله جي بارگاه ۾ پهچڻ جو شوق وڌندو ويو (جيئن

حضور اڪرم ﷺ جن آخري وقت ۾ پنهنجي رب جي محبت ۾ بار بار "اللهم علي الرفيق الاعلي" پئي فرمايو- (يعني پنهنجي اعليٰ رفيق ڏانهن) عشا جي نماز (باجماعت) ادا ڪري مسجد شريف جي دروازي جو ڪڙو هٿ ۾ جهلي هڪ وداعي بيت پڙهيائون.

نہ سي جوڳي جوءِ ۾ نہ سا سڪي چاٽ
ڪاپڙين ڪنواٽ وڏي ويل پلاٽيا.

پوءِ وري جڏهن پنهنجي دولت خانہ جي در وٽ پهتا تہ ات بہ هڪ شعر پڙهيائون.

"ابوبڪر(١) آءُ سامن سفر سانباهيو
متان تي پئان سارين سناسن ڪي."

---

(١)سبحان الله حضور پاڪ ﷺ جن جي اتباع جو ڪيڏو نہ حسين امتزاج تي ويو جو پاڻ ڪريمن آخري ناچاقي وارن ڏينهن ۾ بہ هر وقت هر نماز ۾ ايئن ئي فرمايو تي تہ ابوبڪر کي چؤ تہ نماز پڙهائي ۽ آخري ١٧ يا ١٩ نمازون حضور پاڪ ﷺ جي مصلي تي پڙهايون اٿن يعني امانت جو بار منتقل ڪيو پي ويو ۽ پوري امت مسلم تي عيان ڪيو پي ويو تہ بار امامت منتقل ابوبڪر ڏانهن ڪيو پيو وڃي ان ڪري ئي امامت تي گهڻو زور پاڻ ڪريمن ڪيو پئي تہ امام ابوبڪر ٿيندو مصلي تي اهو بيهندو اهوئي سبب آهي جو هڪڙي نماز حضور پاڪ ﷺ جن جي ان آخري وقت ۾ ڪنهن بہ نہ پڙهائي آهي ۽ هڪ دفعہ جڏهن پاڻ ڪريمن ڏٺو تہ حضرت ابوبڪر نماز پيا پڙهائين تہ پاڻ پر ۾ ويهي پڙهيائون ۽ حضرت ابوبڪر پوئتي هٽيا پاڻ فرمايائون تہ تون بيٺو هج. نبي يعني پيغمبر ۽ نائب ۽ خليفہ پيغمبر بئي گڏ هڪ مصلي تي الله جي بارگاهہ ۾ الله رب العزت جي بندگي ۾ مصروف سبحان الله ڇا مقام آهي ۽ آخري دفعہ جڏهن پاڻ گهر مبارڪ مان پردو هٽائي نماز جو منظر مشاهده فرمايائون تہ سندن چهره مبارڪ تي سڪون اطمينان ۽ خوشي ظاهر ٿي تہ هاڻي پوري جماعت کي ابوبڪر جي پويان بيهاري ان کي پنهنجو جانشين مقرر ڪري (بقيہ اڳيئن صفحي تي)

حضرت سيد ابوبڪر لڪياري رحہ کي مڪاشفہ طور اهو پيغام پهتو ۽ ان جو جواب هن طرح ڏيندو اچي ظاهر ٿيو.

اچان ٿو اچان، ڪجو ڪا ذري جي جٿاءَ
متان ٿي پئان، سڪان سناسن کي.

پاڻ دولت خاني ۾ اچي آرامي ٿيا رات جي وچم ۾ سندن جسم جي قفس مان روح جو پکي روانہ ٿي وڃي آرامي ٿيو ۽ فجر مهل سيني کي سندن وصال جو اطلاع مليو پاڻ وصيت فرمايائي هئائون تہ جنازي نماز "عبده" نالي هڪ فقير اچي پڑهائيندو قدرت الاهي سان اهو جنازي نماز وقت ظاهر ٿيو ۽ نماز پڑهايائين.

(فجر) صبح جي نماز ادا ڪري جنازه مبارڪ کي غسل ڏنائون ۽ وصيت مطابق جنازه مبارڪ هڪ کليل ميدان ۾ رکيائون جو حاضر جماعت وارن اکين سان ڏٺو تہ ٽولين جون ٽوليون جنازه نماز ۽ دعا مغفرت گهرڻ اچي رهيون هيون ۽ وري غائب ٿي ٿي ويون اهو سلسلہ جمعي نماز تائين جاري رهيو. جمع نماز کان پوءِ پوري حاضر جماعت مسجد پرسان جنازي نماز پڑهي بعد ۾ کين سپردخاڪ ڪيو ويو. انالله وانا اليہ راجعون

آفتاب هدايت ماهتاب ولايت چراغ دين مصطفوي هميشہ لاءِ پنهنجي نيڪ ۽ پاڪ باز جماعت کي وداع فرمائي هليا ويا.
کل من عليها فان و يبقيٰ وجه ربک ذوالجلال والاکرام.
سندن وصال جي تاريخ هن ماده مان ڪڍي وئي.

---

(بقيہ) مطمئن ٿي هن دنيا مان پردو فرمايائون۽ الله رب العزت اهو مرتبہ ۽ محبت جو مظهر ايئن ظاهر ڪيو جو زندگي ۾ تہ ابوبڪر گڏ رهيو پر بعد وفات بہ پاڻ سان گڏ قرب نصيب ڪرايائون ۽ ابوبڪر جي جدائي برداشت نہ فرمايائون سبحان الله اي صديق تنهنجو مان ۽ مرتبہ ۽ شان.)

"يعيش في مقصد صديق (١)"
٩٩٨هه

### تدفينون

حضرت مخدوم نوح عليه الرحمه جن جي پوري زندگي سنت نبوي ﷺ جن جي اتباع ۾ گذري. پاڻ فرمائيندا هئا ته "هجرت جي سنت رهجي ويئي آهي سان انشاءَ الله مرڻ بعد ادا ٿيندي."

وفات بعد سندن تدفين به "ٽوڙيءَ ۾ ٿي- درياءَ جي ٻوڏ جي ڪري مسجد شريف ۽ قبرستان پاٽيءَ سان ٻرجي ويو ۽ اهو واقعو تدفين کان يعني وصال ٩٩٨ھ کان تيرهن سال بعد پيش آيو. يعني ١٠١٠ھ ۾ سندن سجاده نشين حضرت مخدوم محمد امين رحمه الله عليه جي نگرانيءَ ۾ سيئي لاش مبارڪ هالا ڪندي (هالا پراڻا) جي

(١) قاضي ميان عبدالقوي صاحب هالہ ڪندي جو رهندڙ هو، سندس تخلص پهريائين شريف هو پوءِ ملتجي تخلص ٿيس. نظم ۽ نثر جو چاٽو هو، پڻ نازڪ خيال ۽ شيرين مقال هو ۽ علم وارن جو قدردان پڻ- قاضي صاحب درگاهه حضرت مخدوم نوح قدس سره جو مريد هو- حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جي انتقال جي تاريخ قاضي صاحب هن طرح لکي آهي. (پاڻ ڪافي پوءِ جا آهن پر محبت ۾ اها تاريخ ڪڍي اٿن.

١- فيض حق فياض عالم، حضرت مخدوم نوح
٢- آنکہ از دست يدالله، يافتہ تلقين بحق
٣- زين سبب کز شاه دين، بيواسط تعليم يافت
٤- در بستان ولايت زاوليا برده سبق

"چونکہ فيضِ مطلق آمد، ذات پاکش درجهان
گفت هاتف سال تاريخ، وصالش "فيض حق"
٩٩٨هه

تکلمہ مقالا الشعرا صہ ٣٤٨
رسالہ هالا ڪندي ص ٧٤

اتر پاسي دفن ڪيا ويا ۽ ان ننڍڙي بستيءَ جو نالو اسلام آباد رکيو ويو. (يعني جيئن حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن مڪي مان اعلان نبوت جي بعد ۱۳ سال مديني هجرت فرمائي. اهڙيءَ طرح بعد وصال حضرت مخدوم نوح عليه الرحمه جن ٻه هجرت فرمائي.)

هالا ڪنڊي (هالا پراڻا) ۾ درياءَ برديءَ جي ڪري وري ۱۱۹۱ھ ۾ يعني ۱۸۱ سال (هڪ سؤ ايڪاسي سال) بعد حضرت مخدوم ميان مير محمد سجاده نشين نمبر ۸ جي وقت ۾ لاش مبارڪ منتقل ڪري هالا نوان آندا ويا. ان وقت ان جو نالو "مرتضيٰ آباد" رکيو ويو جو اڳتي هلي "هالا نوان" مشهور ٿيو.

۱۱۹۱ھ ۾ حضرت مخدوم ميان مير محمد رح جن مسجد شريف ٻه تعمير ڪرائي ۽ بعد ۾ ۱۲۰۱ھ ۾ تجربه تعمير ڪرائي ۽ وڏو قبه شريف ۱۲۰۵ھ ۾ نهي راس ٿيو جو سندن فرزند حضرت مخدوم محمد زمان رح سجاده نشين نمبر ۹ جن جي دؤر ۾ ٿيو.

معلوم ٿيو ته سندن لاش مبارڪن ٻه دفعا هجرت ڪئي آهي.

هي سموري روات "تاريخ درگاه شريف هالا" مرتب حضرت قاضي غلام محمد قريشي رحہ هالا پراڻا (غيرمطبوع)

## ازواج و اولاد

چاليهن سالن تائين مجرد ۽ اڪيلائي ۾ رهيا ۽ سارو وقت عبادت الاهي ۾ مشغول رهيا. تي شاديون ڪيائون ڪن مطابق چار شاديون. ٽن حرم محترمن مان اولاد ٿيو چوٿين مان اولاد نه ٿيو. هڪ اهليه محترم مان هي اولاد هو چار پٽ چار نياڻيون. (جا ترڪ قبيلہ باجارن مان ٿي ٻي روايت مطابق سمن مان ٿي آهي.)

١ـ حضرت مخدوم محمد امين رحہ (صاحب خلافت ۽ سجاده نشين) ٢ـ حضرت مخدوم حامد رحہ ٣ـ حضرت مخدوم نور محمد رحہ ۴ـ حضرت مخدوم محمد احمد رحہ. انهن حرم محترم جن جي وفات کان پوءِ وري ٻي شادي چوهاڻ قوم مان ڪيائون جنهن مان ٣ فرزند پيدا ٿيا. ١ـ حضرت مخدوم ابراهيم رحہ (لقب سلطان ابراهيم ادهم) ٢ـ حضرت مخدوم ميران محمد رحہ ٣ـ حضرت مخدوم جلال محمد رحہ ۽ هڪ نياڻي. پوءِ ٻي حرم محترم جي حياتي ۾ ٽي شادي ڪيائون جنهن مان پنج پٽ پيدا ٿيا. (يعني جملہ ١٢ فرزند ارجمند تولد ٿيا) نالا مبارڪ ١ـ حضرت مخدوم موسيٰ رحہ ٢ـ حضرت مخدوم آدم رحہ ٣ـ حضرت مخدوم هارون رحہ ۴ـ حضرت مخدوم داؤد رحہ ۵ـ حضرت مخدوم يوسف رحہ. (اختصار راحت الروح ۴٢٧ باب ازواج و اولاد)

چوٿين اهليہ مبارڪ سهتہ قبيلہ مان هئي ان مان فرزند تولد نہ ٿيو. (ترجمہ قرآن ص ٢٣)

حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليہ الرحمه جن جي نياڻين سڳورين جي شادي گهڻو ڪري پنهنجي عزيزن ۽ قريبن رشتيدارن ۾ ٿي آهي فقط هڪ نياڻي سڳوري مٺيارين جو هڪ سادات سيد عبدالله بن يعقوب سان ڪئي وئي.

## ياٺر

حضرت مخدوم بلال نالي سندن ياٺُ هو جنهن جي فرزند الهداد سان حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جي هڪ نياڻي عفيفہ جي شادي ٿيل هئي.

## حضرت مخدوم محمد امين رحہ

حضرت مخدوم محمد امين سجاده نشين جي ولادت وقت حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن فرمايو تہ "محمد امين" جي

ولادت جي وقت پيغمبرن جا ارواح پاڪ ۽ آسمان جا ملائڪ مونکي مبارڪ باد چوڻ آيا.

جڏهن پاڻ سجاده نشين ٿيا ته قدم به قدم حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه واري طريقہ تي هليا دنيا کي تقويٰ ۽ هدايت سان مالامال ڪندا رهيا. سندن ڪرامتون گهڻيون آهن. جنهن لاءِ جدا دفتر گهرجي. حضرت غوث الحق رحہ جن جي وصال کان پوءِ هي ١٧ سال برابر فيض ۽ ارشاد جي مسند تي رهيا. جمع ڏينهن ٻنپهرن جي وقت ٧ شعبان المعظم جي سال ١٠١٥ھ وفات فرمايائون. "شرف الابرار" سندن وفات جو ماده تاريخ آهي.)

## حضرت مخدوم ابراهيم رحہ

ان کان سواءِ حضرت مخدوم ابراهيم بن حضرت مخدوم نوح عليه الرحمه جنهن کي ابراهيم ادهم ثاني (ٻيو ابراهيم بن ادهم) سڏيندا هئا صاحب ڪماليت ۽ بزرگيءَ جو هو. هميشہ جماعت سان نماز ادا ڪندو هو. زندگيءَ جو گهڻو حصہ مسجد ۾ اعتڪاف ڪندي گذاريائين. سندن شادي درويش ميرڻ ڪاتيار جي نياڻيءَ سان ٿي. ڪيترو سارو عيال هوندو هون مگر گهر ۾ ڪائڻ لاءِ ڪجھ به نہ رکندا هئا. ڪڏهن ته عيد جي ڏينهن به (ايئن ئي توڪل تي گذارو ڪندا هئا) ڪائڻ لاءِ ڪجھ ڪونہ هوندو هون. ساري حياتيءَ ۾ ڪڏهن به دنيائي ڪم ڪونہ ڪيائين. (يعني الله رب العزت جي بندگي ۽ معرفت جي ڪري اُن ۾ ايترا مشغول رهيا.)

## حضرت مخدوم ميان جلال رحہ

سندن هڪ فرزند مخدوم ميان جلال محمد (حضرت بن مخدوم نوح رحمه الله عليہ) جن صاحب جلاليت ۽ جماليت ۽ ڪماليت جو صاحب هو. هڪ دفعہ ڪن حاجتمندن ڪيس ٺٽہ جي حاڪم شاد خان ڏانهن وٺي ويا مگر حاڪم ڳالھ نہ ٻڌي نہ مڃيو

ان تي فرمايائون ته شاد خان سنڌ جي حڪومت لائق نه آهي تنهن ڪري سندس جاءِ تي امير خان کي مقرر ڪيو وڃي ٿو. (ان چوڻ جو اهو اثر ٿيو جو الله رب العزت سندن ان چوڻ کي حقيقت ڪري ڇڏيو). مخدوم جلال محمد سان سندن ئي معتقدن مان هڪ معتقد صوفي "سيد عبداللطيف" جنهن کي "تارڪ الدنيا" چوندا هئا ان سان ڪافي ملاقاتون ۽ صحبتون رهيون. (شاهه صاحب جو مدفن شايد نصرپور ۾ آهي.)

## حضرت مخدوم حامد رحه

سندن فرزندن مان حضرت مخدوم حامد بن حضرت مخدوم نوح رحمه الله عليه جن جي شادي ٣٩ سال جي ڄمار ۾ ڪرائي وئي پوءِ حضرت مخدوم نوح عليه الرحمه جن کين ذڪر جي تلقين ڏني ۽ توجه ڏنو اها تلقين اهڙي ته سخت اثرائتي هئي جو فوراً ذڪر شروع ٿي ويو ۽ بيهوشي ۽ سڪر جي حالت گهري ٿيندي ويئي تان جو تاب توجه جو نه سهڻ ڪري اتي ئي وصال فرمايائون. (الله جي محبت ۽ عشق جا شهيد ٿي ويا). ان واقعي کان پوءِ حضرت مخدوم نوح عليه الرحمه جن ڪنهن کي به پوري تصرف سان باطني توجه نه ڏيندا هئا جو اڳيان سهڻ جو ڪنهن ۾ تاب نه هو ان ڪري هميشه هلڪو توجه ڏيندا هئا.

دليل الذاڪرين ۾ آهي ته ملان قاسم سيوستاني جو ظاهر ۾ ڪنيارڪو ڪم ڪندو هو ۽ سڄي ڄمار سال مان چار مهينا الله جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيا هئائين ۽ ان ۾ اڪثر حج تي ويندو رهندو هو ۽ ان آمدورفت جي ڪري قلب جي روشنائيءَ ۽ صفائيءَ هوندي هيس (۽ پاڻ حضرت مخدوم نوح عليه الرحمه جي فرزندن جو همعصر هوندو هو) هن بيان ڪيو ته مون کي حضور اڪرم ﷺ جن ارشاد فرمايو ته (حضرت) "مخدوم نوح عليه الرحمه جي فرزندن سان لاڳاپا ۽ تعلقات قائم وجي ڪر ۽ انهن جي خدمت

مان توکي ٻنهي جهانن جو شرف حاصل ٿيندو.“
حضرت علامہ محمد قاسم پاڻ بيان ٿو ڪري تہ:
حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جا ٻارهن ئي فرزند پرهيزگار ۽ شريعت جا پابند هئا ڳالهہ ۾ يا فعل ۾ ڪوبہ ڪم ٿورو يا گهڻو اهڙو ظاهر نہ ٿي ٿيو جو شريعت سڳوري ۽ مذهب جي برخلاف هجي، جيڪڏهن انهن (فرزندن) جون سموريون ڀلايون لکجن، تہ بہ سڄي عمر ۾ پوريون نہ ٿين.“

## حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جا مريد ۽ ياران طريقت

حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جن پنهنجن مريدن کي ”مريد“ (*) ڪري نہ سڏيندا هئا بلڪ ”يار“، ”سنگتي“ يا ”دوست“ چوندا هئا. پاڻ فرمايائون تہ حضور اڪرم ﷺ جن جي صحبت ايمان واري حالت جنهن کي هڪ دفعو نصيب ٿي ان کي ”يار“ يا ”اصحاب“ (جمع ’اصحابي‘) سڏيندا هئا.

ٻهريان جن ماڻهن حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه کان لااله الاالله جي ذڪر جي تلقين حاصل ڪئي هئي اهي ٻہ ماڻهو هئا. هڪ روايت مطابق پاڻ بيعت ارشاد ۽ تلقين چاليهن سالن جي ڄمار کان شروع ڪيائون. (۱) حضرت مخدوم ساهڙ لنجار رحہ ۽ (۲) حضرت شيخ هوٿي لاڪو رحہ- ان کان سواءِ سندن جماعت ۾ چار وڏا

---

(*) يعني جڏهن ايڏي وڏي هستي جا محبندڙ ۽ صحبت وارا صحابي سڏيا ويندا هئا تہ پوءِ ٻي ڪنهن کي حق آهي جو پنهنجي محبندڙ يا معتقد کي گهٽ سمجهي ۽ سمجهي تہ مريد معنيٰ غلام. ان ۾ مرشد پاڻ کي وڏو ماڻهو سمجهي يا مريد کي ننڍو ماڻهو سمجهي تہ شريعت مطابق ان ماڻهو وڏائي ۽ تڪبر ڪيو ۽ حديث پاڪ ۾ آهي تہ جنهن ماڻهوءَ جي دل ۾ سرنهن جي داڻي جيتري وڏائي يا تڪبر هوندو تہ اهو جنت ۾ نہ ويندو انهيءَ ڪري اولياءَ الله پاڻ کي ڪڏهن پنهنجن مريدن کان وڏو ماڻهو نہ سمجهندا هئا.

خليفا هئا. (۱) حضرت سيد ابوبڪر لڪياري رحہ (۲) حضرت درويش عمر رحہ (عمر بودلو بہ چوندا هئا) (۳) حضرت عثمان عصار رحہ (۴) حضرت علي متعلوي رحہ باقي ٻيا خليفا (۵) حضرت بهاؤالدين دلق پوش رحہ (٦) حضرت سيد عبدالڪريم شاهہ بلڙيءَ وارو (۷) حضرت منو فقير رحہ (۸) درويش آريسر سوڍو رحہ (۹) حضرت شيخ محمود ولد صديق فخري رحہ (۱۰) حضرت درويش ذڪريا سمون رحہ مزيد ٻيا خليفا بہ حضرت غوث الحق رحمه الله جا آهن انهن جا اسمائي گرامي هي آهي.

(۱۱) حضرت شاهہ خيرالدين جيلاني بڪري سڪر وارو (۱۲) حضرت مخدوم ساهڙ لنجار رحہ (۱۳) حاجي نعمت الله چشتي پنجابي رحہ (حضرت شيخ عيسيٰ جند الله پاتائي سنڌي جو صحبت وارو) (۱۴) حضرت ميرڻ ڪاتيار رحہ (۱۵) حضرت فقير يونس تارڪي رحہ.

(۱٦) حضرت سيد اسماعيل شاهہ بخاري رحہ (۱۷) حضرت شيخ هاشم ولد حماد رحہ (مقبره بلڙيءَ ويجهو آهي) (۱۸) حضرت مخدوم حامد اگهمي رحہ (۱۹) حضرت قاضي مسعود نصرپوري رحہ (۲۰) حضرت درويش نوح ڪارئو رحہ (۲۱) حضرت فقير اسماعيل بلوچ رحہ (۲۲) حضرت شيخ پرڪيو ڪاتيار درويش رحہ (۲۳) حضرت فقير خيرالدين اوڍو رحہ (۲۴) حضرت فقير صوبو ڪيبر رحہ (۲۵) حضرت درويش ٻڍو سهتو رحہ (۲٦) حضرت درويش ميرڻ ڪاتيار رحہ (۲۷) حضرت حاجي ڪڪڙو رحہ (۲۸) حضرت درويش مريد بلوچ رحہ (۲۹) حضرت قطب بري رحہ ۽ ٻيا بہ ڪيترائي. (سڪينه الروح ۳۵۳)

هنن سيني بزرگن جي احوال لاءِ مستقل ڪتاب گهرجي. مختصر احوال لاءِ ڪجهہ ڪتاب هي آهن ۱ـ دليل الذاڪرين قلمي، ۲ـ راحت الروح لتذڪره حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه (قلمي)، از مولانا دين محمد وفائي ۳ـ تذڪره مشاهير سنڌ ۴ـ مخدوم نوح رحہ جا سهيوڳي از محبوب علي چنہ.

درويش حضرت هاشم بن حماد رحہ جا ڪجھ اقوال ۽ ملفوظ ڪتاب دليل الذاڪرين مان ورتل آهن.

١ـ فرمايائون تہ الله تعاليٰ جي ذات ۾ محويت ۽ گم ٿيڻ جو مثال هيئن آهي جيئن درياءَ ۾ مٽيءَ جي چپٽي وجهجي تہ هڪ دم گم ٿي وڃي.

٢ـ فرمايائون حق جي طالب ڪي گهرجي تہ پيٽ پري نہ ڪائي ۽ ماڻهن سان عام رغبت نہ رکي ڇو تہ سلوڪ واري واٽ لاءِ مفيد نہ آهي.

٣ـ مريد جڏهن مرشد جو انڪار ڪيو تہ ڄڻ تہ سندس گردن مان ارادت وارو رسو نڪري ويو. جيئن حضرت ابو طالب ڪي حضرت رسول الله ﷺ جن اسلام لاءِ سڏيو پر قبول نہ ڪيائين تہ مقبول نہ ٿيو.

۴ـ فرمايائون تہ مرشد ڪامل صياد وانگي آهي جو ٽيستائين باز ڪي نہ ڇڏيندو جيستائين شڪار پوري وجھ ۾ نہ ايندو، اهڙي طرح مرشد ڪامل بہ انهيءَ وقت مريد تي هدايت ۽ ارشاد جو بار ڇڏيندو جڏهن منجهس پوري لياقت ۽ تياري ڏسندو.

٥ـ فرمايائون تہ درويش جي دعا ٻج وانگي آهي، اثر اتي ڪندي جتي صلاحيت هوندي، جيئن ٻج بہ صلاحيت واري زمين تي اثر ڪري ٿو ورنہ ٻي هنڌ ضايع ٿيو وڃي.

٦ـ فرمايائون تہ يار وفادار هجڻ گهرجي، ۽ اهو آهي "الله تعاليٰ" جو پهريائين اسان کي نيستيءَ مان هست ڪيائين ۽ ان کان پوءِ پيءُ جي پٺ مان ماءُ جي ڳرڀ (رحم) ۾ آندائين اتان وري هن دنيا ۾ آندائين مختلف قسم جي نعمتن سان پرورش ڪيائين هن دنيا ۾ قبر ۾ اڪيلو ئي اڪيلو موڪليائين پوءِ اگرچہ هن دنيا ۾ ڪيترا يار دوست هئا مگر ڪوبہ ساٿي ڪونہ ٿيو فقط الله تعاليٰ ساڻ آهي جيئن فرمايو اٿس وهو معڪم اين ماڪنتم (يعني اوهين جتي بہ هجو تہ الله تعاليٰ اوهان سان گڏ آهي).

٧ـ حضرت هاشم بن حماد کان ڪنهن امير پڇيو تہ ڪي فقير اهڙا آهن جو جيڪڏهن ڪين روڪ ۽ اناج ڏنو وڃي ٿو تہ ونن تا پر

جيڪڏهن ڪاڌو تيار ڪري ڏجي ته ان کان انڪار ڪن ٿا، شايد هنن کي درياءَ جي پاڻيءَ ۾ شڪ آهي؟ درويش جواب ڏنو ته اميرن جو طعام درويشن جي دلين تي زخم ڪري ٿو، باقي ان ۾ نقد عضون جو زخم آهي، دل جو زخم ڏاڍو اٽائو (ڏکيو) ڇٽندو آهي باقي عضون جي ڦٽن جو مجاهدي جي علاج سان ڇڏي وڃڻ ممڪن آهي.

سندن فقيرن مان هڪ فقير منو فقير هوندو هو منو فقير ڪجھ دير سان ايندو هو ته فرمائيندا هئا:

منا منائي جون اڇي ڪي ڪر ڳالهڙيون
ڪيئن ٿا گذرن ڏينهڙا ڪيئن ٿيون گذرن راتڙيون

منو فقير جواب ڏيندو هو ته:

ڏينهان ڏوريون ڏک سان، راتيان رت رئون
ايئن ٿا گذرن ڏينهڙا، ايئن ٿيون گذرن راتڙيون.
(راحت الروح ٣٩٧)

## ڪرامات

## سندن ڪيئي ڪرامات مشهور ۽ مستند آهن

حضرت بهاؤالدين دلق پوش رحہ کان نقل آهي ته هڪ دفعي حضرت مخدوم صاحب، رحمہ ربه جن نئه جي جامع مسجد تشريف فرما هئا. جمع نماز کان پوءِ ڪي هزار ماڻهو سندن دست مبارڪ تي مريديءَ سان مشرف ٿيا ۽ پاڻ انهن کي تلقين ڏيندا رهيا اتي هڪ ماڻهو فقير عبدالرشيد کي دل ۾ خيال آيو ته الائي ڪيترن ماڻهن کي حضرت سائين جن ذڪر جي تلقين ڪئي، جنهن تي پاڻ فرمايائون ته ٻارنهن هزار ماڻهو منهنجي هٿ تي مشرف ٿيا آهن ۽ اها خبر ڪراماً ڪاتبين جي دفتر مان پئي آهي. (دليل الذاڪرين، رسالہ انصريہ ۽ انيس الفقراءَ گنجينہ اولياءَ/ راحت الروح ١٨١)

## نو لکي گودڙي

حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمہ جي هٿ تي ماڻهن جنن ۽ روحن مان نو لک بيعت ٿيا ان ڪري نو لکي گودڙيءَ جو لقب پيو.

ٺٽہ جي مڪلي واري قبرستان ۾ هڪ درويش پرڪيہ نالي رهندو هو. اتي هن هڪ چن جو حوض ٺهرايو. پوءِ جيڪو ماڻهو بہ قبرستان ۾ ايندو هو ڀلي امير هجي يا غريب، عالم هجي يا سيد مطلب تہ ڪير بہ هجي سيني کان چُن جو ڪم وٺندو هو. جنهن ڪري ماڻهو ڏاڍو تنگ ٿيا آخر ٺٽہ جي مشهور ماڻهوءَ سيد علي شيرازي وقت جي حاڪم وٽ شڪايت ڪئي تہ پرڪيو فقير مڪلي جي قبرستان ۾ سرڪار جي خلاف ڪنهن سازش ۾ مصروف آهي تنهن ڪري ان کي اتان تڙائڻ گهرجي. حاڪم حڪم ڏنو تہ ان جو سارو سامان اسباب ضبط ڪري سندس گهر تي سرڪاري مُهر هنئي وڃي، سرڪاري ڪامورا جڏهن اهو ڪم سرانجام ڏيئي موٽي آيا تہ چيا ڏسن تہ سرڪاري خزاني ۽ توشہ خاني تي فقير جون سيلون مهر ٿيون پيون آهن، جنهن ڪري ڏاڍا حيران پريشان ٿيا ۽ پنهنجي ڪئي تي پشيمان ٿيا. مگر حاڪم وقت، سيد علي شيرازي کي گهرائي چيو تہ ڪنهن بہ صورت ۾ انهيءَ فقير کي کوہ مڪليءَ تان دفع ڪيو وڃي ۽ ڪنهن بزرگ وغيره جي مدد ورتي وڃي، آخر سيد علي شيرازي، حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليہ الرحمہ جن کي خط لکي دعوت نامہ عرض ڪيو. جڏهن پاڻ دريا رستي ٺٽہ جي ڪناري پهتا تہ سيد علي شيرازي نهايت عزت ۽ احترام سان استقبال ڪيو ۽ پنهنجي هڪ نئين عاليشان بنگلي ۾ جيڪو نهايت خوبصورت هو ان ۾ رهائش فرمايائون ۽ حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمہ جي ارادت منديءَ ۾ داخل ٿيو پوءِ جڏهن جمع جو ڏينهن ٿيو تڏهن سيد علي شيرازي ممبر تي چڙهي هزارن ماڻهن کي خطاب ڪري چيو تہ مسلمانو اسان سمورا مسلمان حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمہ جا عقيدت مند آهيون. ان ڳالهہ جو اثر ماڻهن تي

ڪافي پيو. ان ڪان پوءِ حضرت مخدوم صاحب جي خدمت ۾ ان فقير جي شڪايت ڪيائون پاڻ ان وقت هٿ سان چنڊڻ جو اشارو فرمايائون ۽ فرمايائون ته اسان ان فقير کي مڪليءَ مان تڙي ڪڍيو. وڃي ڏسن ته ان فقير جو پتو نه پاند. پوءِ ته حاڪم وقت اچي نيازمند ٿيو.

هڪ دفعي ٻه ماڻهو عمده صوفيانه پوشاڪ سان حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه جي مسجد جي دروازي تي اچي پهتا ۽ جڏهن سندن نظر حضرت مخدوم صاحب جن جي پٺيءَ تي پئي ته هڪدم اتان پوئتي موٽيا. حاضرين مان خليفه عثمان چاڪيءَ عرض ڪيو ته انهن ٻن ماڻهن جي اچڻ جو سبب ۽ وري ايتري جلديءَ ۾ بيٺي پير موٽڻ جو مطلب ڇا آهي؟

پاڻ فرمايائون ته اهي ٻئي طالب هئا جن کي عرش فرش جو سير حاصل ٿي چڪو هو فقط فقير تي نگاهه ڪرڻ سان پنهنجي مطلب کي پهچي ويا پوءِ فرمايائون ته حق جي طالبن (يعني الله تعاليٰ جي طالبن) کي اهڙن سيرن جي ڪا احتياج ڪانه هوندي آهي. (يعني ضرورت نه هوندي آهي.)

حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليہ الرحمه جن کي هڪ دفعي عرض ڪيو ويو ته ڪڏهن اوهان جي خدمت ۾ خراسان ملڪ جا فقير به ايندا آهن، فرمايائون ته ايندا آهن. ايئن وينا هئا ته هڪ درويش اچي مسجد شريف ۾ داخل ٿيو ۽ حضرت مخدوم صاحب جن جا اچي هٿ چميائين ۽ ٿورو وقت ويهي پوءِ وري پنهنجي وطن ڏانهن واپس ٿيو ۽ هيٺيان بيت پڙهيائين.

١ـ حضرت مخدوم نوح عارف ڪون و مڪان
(يعني حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمه زمين ۽ زمان جو عارف آهي.)

آنڪہ دمد چون مسيح در بدن مرده جان

(اهو اهڙو عارف آهي جو جيئن حضرت عيسيٰ مرده جانن ۾ روح ڦوڪيندو هو تيئن مرده دلين کي زنده ڪندڙ آهي.)

٢۔ صادق اهل يقين سالک روئي زمين

(اهل الله ۾ پاڻ صادق جي مرتبہ جا آهن يعني شان صديقيءَ وارا هن (سچائي وارا) ۽ سڄي زمين جا سالک ۽ معرفت وارو آهن.)

آنکہ در اطوار دين آمده عالي مکان

(هي اهو آهي جيڪو دين شريعت ۾ اعليٰ مرتبہ تي فائز آهي.)

٣۔ سرّ خفي وجلي هر دم زو سرز ند

(ذڪر جي قسمن، سر، خفي ۽ جلي انهن مان اهي ذڪر هر وقت سندن ذات بابرڪت مان جاري وساري رهن ٿا.)

آنچہ تصوير کند پيشِ وي آيد عيان

(جيڪا بہ تصوير ۽ تصور پيش ڪن ٿا سو سندن اڳيان ظاهر ٿي ويندو آهي.)

۴۔ بنده فقير چہ گويد فقير در صفت اي کبير

(هي بنده فقير ڪيڏي ۽ ڪيتري ڇا صفت بيان ڪندو هيڏي عالي مرتبت جي شان جي.)

از کرمت دستگير تا بکنمر فکر آن

(پنهنجي ڪرم سان منهنجي (اي الله) مدد ڪر تان تہ آءٌ اها معرفت حاصل ڪري سگهان.)

پوءِ حضرت سائين جن فرمايو تہ اهو فقير ملڪ خراسان جو آهي ۽ اوتادن مان هڪ وتد آهي ۽ فقير جو يار (مريد) ارادتمندن مان آهي. (راحت الروح ٣٢٠)

## دعا جو اثر

هالن جي هڪ قاضي(١) صاحب جو نقل آهي ته هڪ دفعي مان پنهنجي والد سميت حضرت مخدوم معظم نوح عليه الرحمه جي خدمت ۾ حاضر هوس ته انهيءَ وقت ڪي عورتون اچي مستدعي (عرض گذار) ٿيون ته سندن مردن کي وقت جي حاڪم قيد ۾ رکيو آهي سو مخدوم صاحب سفارش لکي ڏيڻ جي عنايت ڪري، پاڻ فرمايائون ته مجلس ۾ ڪو ماڻهو لکڻ ڄاڻندو هجي ته اهو انهن عورتن کي اسان جي پاران سفارش لکي ڏي ڪنهن خادم مون ڏانهن اشارو ڪري چيو ته هي لکڻ ڄاڻي ٿو. مون کي لکڻ لاءِ ارشاد فرمايائون، عرض ڪيم ته قبلا لکندو آهيان پر بادشاهن جي لائق نه. ان تي پاڻ فرمايائون ته تون لکي ڏي تنهنجو لکيو قبول آهي. پوءِ انهيءَ (دعائيه) لفظ جو اهڙو تصرف (اثر) ٿيو جو ساري عمر جنهن ماڻهوءَ ڏانهن خط لکيم ته اهو قبول پوندو هو، تان جو ڪڏهن ته، جو ڪم منهنجي روبرو وڃڻ سان به نه ٿيو، ته اهو لکڻ سان جهٽ پٽ ٿي پوندو هو.(٢) (راحت الروح)

---

(١) هالا معنيٰ هالا پراڻا چو ته هالا نوان پوءِ آباد ٿيا آهن، ۽ هالن ۾ قاضي خاندان اڃا تائين هالا پراڻا ۾ آباد آهي. اصل ۾ هرات کان لڏي هتي هالا پراڻا ۾ آباد ٿيا اصل ۾ قريشي آهن. حضرت مخدوم نوح ره جن کان وٺي مريديءَ ۾ رهندا آيا- منجهن ڪافي صاحب علم و عمل صاحبِ تقويٰ ۽ صاحب منصب بزرگ ٿي گذريا آهن جو ان خاندان کي مخدوم صاحب به عزت ۽ احترام جي نگاه سان ڏسندا اچن- قاضي صاحب به مخدوم صاحبن جا ارادتمند ۽ عقيدت مند رهيا آهن ۽ حضرت مخدوم نوح عليه الرحمه جي صحبت ۾ ويهندڙ ۽ صحبت يافته صالح انسان هئا.

(٢) اڄ ڏينهن تائين منهنجو پنهنجو ذاتي تجربه به اهو آهي ته آئون به جيڪڏهن ڪنهن ڏي خط ڏيندس يا فون ڪندس ته ڪم ٿي ويندو باقي روبرو جي پڪ نه آهي. (از مرتب- شوڪت)

## روحاني قوت جو واقعو

سندن زماني ۾ ڪو لشڪر سنڌ تي چڙهائي ڪري آيو تي ۽ هالن جي آس پاس ۾ پهچڻ وارو هو شهر جي ماڻهن کي سخت خوف ٿيو جنهن ڪري حضرت بابرڪت صاحب الفيض والفتوح ڪامل مڪمل حضرت مخدوم نوح قدس الله تعاليٰ سره العزيز جن جي خدمت ۾ فرياد ڪٺي آيا ۽ مدد لاءِ چيائون جو ڪنهن به طرح اها مصيبت ٽري وڃي. پاڻ متيءَ جي لپ گهرائي انهيءَ تي هينئين دعا پڙهي لشڪر ڏانهن اڇلايائون. ان ڪان پوءِ اهو لشڪر اُتان ٽري ويو ۽ شهر ڦرلٽ ڪان بچي ويو ۽ دعا هيءَ آهي:

**اللهم لک الحمد ولک لمجد ولک الشکر والک المشتکاءَ وانت المستعان وبک المستغاث وعليک التکلان ومنک الفرج ولاحول ولاقوت الا بالله العلي العظيم وصلي الله عليٰ خير خلقه محمد وعليٰ آله و اصحابه اجمعين برحمتک يا ارحم الراحمين.**



## هميشه ذڪر الله ۾ چپن جو چرڻ

ابدي توجه الى الله ۽ سرمدي مشاهدي جي حصول ۽ هر وقت استغراق ۽ محويت جي هوندي به ذڪر الله جو دوام هي هوندو هو جو هڪ ڀيري حجام سندن سوارت تي ڪئي. جڏهن چپن جي سوارت تاهڻ جو وقت آيو ته سندن چپ مبارڪ ذڪر ۾ پي چريا.

حجام کي چپن چرڻ ڪري اتي جي وارن وٺڻ ۾ اهنج نظر آيو، تنهن دل ۾ عرض ڪيو ته جيڪڏهن لحظو ڪن چپ مبارڪ جهليو ته وار وٺي ڇڏيان. پاڻ حجام جو اهو خطرو معلوم ڪري فرمايائون ته امام اعظم ابوحنيفه، يا امام شافعي ادريس رحمهما الله تعاليٰ ڀنهي مان ڪنهن هڪڙي سڳوري جي سيرپ (سنوارت) حجام تي تاهي.

جڏهن چپن جي وارن لاهڻ جو وقت آيو ته حجام چيو: اي امام المسلمين ٿوري تائين چپن جي چرڻ کي آرام ڏيو ته وار وٺي ڇڏيان. امام صاحب فرمايس ته تون جي سج چنڊ ۽ آسمانن کي ڇُرڻ کان بيهارين، ته آئون به پنهنجا چپ بيهاريان.

## علم کي هڪ مثال بيان ڪرڻ سان چٽو ڪرڻ

علم جي حقيقت کي حضرت غوث الحق جن هڪ مثال ڏيئي ڏاڍو سهڻو بيان فرمايو آهي. فرمايو اٿن ته

علم مثل مينهن جي آهي جو ساوڻ جي ڪڪر مان پيو وسي. پوءِ مينهن پوڻ تي درياء مان سپُون وات پٽي ڦڙيون ڏيون جهٽين ۽ زمين مان سَپ (نانگ) وات پٽيو ڦڙيون ڳهن. پوءِ جيڪي ڦڙيون سپن جي اندر ۾ ويون سِي آبدار قيمتي موتي بڻجي ٿا پون ۽ جيڪي ڦڙيون سپن (نانگن) جي واتن ۾ ڏيون وڃن ته اهي زهر قاتل ٿي ڏيون پون. جنهن جو مطلب هي آهي ته جيڪو ماڻهو الله تعاليٰ جي خاص رضامندي حاصل ڪرڻ جي نيت سان علم ٿو پڙهي ته اهو خداوندي درگاه ۾ دُر يگانه ۽ يڪتا موتي ٿي ٿو پوي. ۽ خدا جي پناه جي دنيا جي عزت آبرو ۽ مان شان ملڻ ۽ دنياوي اسباب پيدا ڪرڻ جي ارادي سان علم ٿو پڙهي ته اهو علم، پڙهندڙ لاءِ کهندڙ زهر ٿي ٿو پوي. يعني دنيا ۽ بادشاهه وٽ عزيز ٿي پوندو، پر رب تعاليٰ جي درگاهه کان دور رهي آخرت ۾ جنت جي نعيم مقيم کان بلڪل محروم رهندو.

## هڪڙي عالم جو ظاهري علم جي دعا طلبي کان افسوس ڪرڻ

سنڌ ملڪ جي بزرگ زادن مان هڪ شخص حضرت غوث الحق جن جي خدمت ۾ دعا جي التماس لاءِ هن طرح عرض گذاريو ته يا حضرت هن بنده کي علم ظاهري جي حاصل ٿيڻ جي دعا فرمايو. حضرت‌اقدس جن جي دعا جي برڪت سان اهو بزرگ زادو ڪامياب

ٿيو مگر جيستائين جيئرو هو ارمان ۽ افسوس پيو ڪندو هو ۽ غم ۽ غايت ندامت ڪان پيو روئندو هو، تہ هائي! هي ڇا ڪيم مقصود انسان جو آهي اندر جي صفائي، رب جو ملڻ اها ڳالهہ حاصل ٿيئي علم باطن جي حاصل ڪرڻ سان ٿي ٿي هھڙي ڪامل مڪمل ڪان جنهن جي دعا سان ظاهري علم حاصل ٿي پيو، ڇو نہ رب عليم جي حاصل ٿيڻ جي دعا گهرايم. الله عليم سندن دعا سان حاصل ٿي وجي ها تہ سڀ ڪجهہ ملي وڃيم ها.

## پنج ڪُنجيون غيب جون

زماني جي بادشاهہ حضرت غوث الحق جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ ڪي ماڻهو مينهن وسڻ ۽ ايندڙ احوال جي خبر ڏيندا آهن ۽ هوڏانهن قرآن مجيد جو نص ناطق آهي، تہ قيامت جو علم ۽ مينهن جو ڪڏهن وسڻ، ۽ پيٽ جو ٻار نر هوندو آهي يا ماده ۽ ماڻهو سڀاڻي ڪهڙا ڪم ڪندو ۽ اسان جو موت ڪٿي ٿيندو تہ اهي سڀ ڳالهيون الله ڪان سواءِ ٻيو ڪونہ ٿو ڄاڻي، تہ اها ڳالهہ ڪهڙي طرح آهي. حضور جن ارشاد فرمايو تہ قرآني نص بلڪل حق آهي پر انهي ۾ جيڪا رمز رکيل آهي انهي ڏي ڪنهن جو ڌيان وڃي ئي ڪونہ ٿو. انهي نص ۾ بي علمي ۽ نہ معلوم ڪرڻ جي نسبت ڪيل آهي نفس ڏانهن، نہ روح ڏانهن. نفس ۽ روح انسان جي

وجود ۾ ٻه لطيفا رباني آهن نفس گندو ۽ اونداهي وارو آهي، روح لطيف ۽ شفاف آهي، سالڪ جڏهن ذڪر جي صيقل سان انهن ٻنهي لطيفن جي پالش ٿو ڪري ته نفس جي گندگي ۽ ظلمت نڪري ٿي وڃي ۽ صاف ٿي پوي. روح پنهنجي لطافت جي ڪري ذڪر جي زور سان چمڪڻو ٿئي ٿو ۽ نفس ڪي به نور ڏئي ٿو. نفس جي ظلمتن ۽ گندگي نڪري وڃڻ ڪي چئجي ٿو نفس جو مري وڃڻ ۽ نفس جو فنا ٿي وڃڻ. ته ڪامل جيڪي ايندڙ حالات وغيره جون ڳالهيون معلوم ٿا ڪن ته روح جي ذريعي ٿا معلوم ڪن، نه نفس جي وسيلي سان. حضرت غوث الحق جن ڪي اهي علم لدني طور حاصل ٿيا، حضور جن جي سيني مبارڪ مان جيڪي علوم ۽ حقائق ۽ معارف ظاهر ٿيا ۽ جن جهان جي مُتبحر ۽ معتبر علماء ڪي حيرت جي درياء ۾ غرق ڪيو، سي ڪنهن دنيا جي مولوين، خواه زماني جي مڪملن کان ڪين سکيا هوا ۽ نڪو انهن کان ارشاد ورتو هئائون پر اهي سڌا ۽ پر ٻَهرا الله ۽ رسول الله کان بلاواسطه پرايا هوائون. انساني پڙهايل ۽ بشري تعليم ڏنل انسان کان اهڙا معجزه نما اسرار قرآني ۽ اعجاز، آثار ۽ رُموز سبحاني ظاهر ٿيڻ ۽ محيرالعقول تفسير ۽ تاويل ڪرڻ تمام محال آهي.

## حضرت غوث الحق جن جو تفسير قرآني جو علم

مخدوم فضل الله جو اندروني سوال جواب مٿي گذري چڪو آهي جو تقسيم ولايت ۾ لکجي رهيو آهي، انهي جي پڇاڙي ۾ حضرت غوث جن فرمايو ته اجهو هاڻي جو هاڻي حضور رسالت پناه ﷺ جن کان اها معنيٰ پڇي ورتي اٿم جو حضور جن ٿي پيرا سورت فاطر واري مجمل آيت هن طرح جو تفصيل فرمايو آهي ته سورت توبه ۾ وارد آهي ته: وَالسّٰبِقُوْنَ الْاَوَّلُوْنَ مِنَ الْمُهٰجِرِيْنَ وَالْاَنْصَارِ وَالَّذِيْنَ اتَّبَعُوْهُمْ بِاِحْسَانٍ رَّضِيَ اللّٰهُ عَنْهُمْ وَرَضُوْا عَنْهُ- (توبہ:١٠٠) يعني: مهاجرن پهرين ۽ انصارن ۽ انهن جي تابعن کان الله تعاليٰ راضي ٿيو آهي، ته هڪڙا اهي آهن ۽ ٻي آيت ۾ فرمايو اٿس: وَاٰخَرُوْنَ اعْتَرَفُوْا بِذُنُوْبِهِمْ خَلَطُوْا عَمَلًا صَالِحًا وَّاٰخَرَ سَيِّئًا ؕ عَسَى اللّٰهُ اَنْ يَّتُوْبَ عَلَيْهِمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ- يعني: ٻيا اهي آهن جن نيڪ ۽ بد عملن کي گڏ وچڙ ڪمايو آهي، ته انهن تي به رب تعاليٰ جي رحمت جي موٽ ٿيندي ته ٻيا اهي آهن، ٻي آيت ۾ فرمائي ٿو: وَاٰخَرُوْنَ مُرْجَوْنَ لِاَمْرِ اللّٰهِ اِمَّا يُعَذِّبُهُمْ وَاِمَّا يَتُوْبُ عَلَيْهِمْ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ: (توبہ:١٠٦) يعني ٽيان اهڙا ماڻهو آهن جي الله تعاليٰ جي خواهشن جي فيصلي جا منتظر آهن ته ڏسجي ته انهن لاءِ رب تعاليٰ ڪهڙو فرمان صادر ٿو ڪري، عذاب ٿو ڏين، يا معافي ٿو بخشين ته ٽيان اهڙي قسم جا ماڻهو آهن. انهن ٽنهي آيتن ۾ ٽن ٽولن جو بيان

مفصل طور آندل آهي ۽ پهرين کي مقدم رکيل آهي ۽ پوين کي مؤخر رکيو ويو آهي ۽ وچ وارن کي متوسط درجہ ۾ ذکر کيو ويو آهي ۽ ٽنهي ٽولن جو حکم ۽ فيصلو هر هڪ جي بيان ۾ ڏيکاريل آهي. يعني پهرئين ٽولي وارا تہ بلڪل پاڪ ۽ صاف عملن وارا آهن تنهنکري اُهي رب تعالىٰ جي رضامندي ۾ داخل ٿي ويا، ٻي ٽولي وارا غل غش ڪري ڏوهاري ۽ جوابدار ٿي پيا آهن تن لاءِ معافي جي وڏي اميد آهي. باقي ٽيئن ٽولي وارا سي آهن بلڪل زبون حالت جا، جن وٽ چوڻڪاري ڏيارڻ وارو عمل آهي ئي ڪونہ ڪو. تہ اُهي آهن رب تعالىٰ جي گهُر ۽ مشيت ۾، جي عذاب ڪرڻ جي مرضي هونديس تہ انهن کي عذاب ڏيندو ۽ جي معافي ڏيڻ جي خواهش ٿيس تہ انهن کي يا تہ پاڻ معافي ڏيندو، يا ڪو نبي خواهہ ولي ان جي لاءِ شفاعت جو خواستگار ٿي انهن کي بخشرائيندو. تہ انهن ٽن آيتن ۾ ٽنهي طائفن جو بالتفصيل ذکر اعلىٰ کان شروع ڪري ادنىٰ تي آڻي پهچايو ويو آهي ۽ سورت فاطر ۾ ساڳين انهن ٽن قسمن جي ماڻهن جو بيان اجمالي طور تي مٿئين ترتيب جي برعکس ادنىٰ کان شروع ڪري اعلىٰ تي پچايو ويو آهي. يعني ”ظالم لنفسہ“ کان ابتداء ڪري ”سابق بالخيرات“ تي منتهىٰ ڪيو ويو آهي، تہ هاڻي مٿين آيتن ۽ پوئين آيتن ۾ ڪنهن بہ قسم جو تعارض خواه تناقص يا ڪو مونجهارو ڪون رهيو، ۽ سڀني آيتن جو مطلب ڪلي

نروار ٿي بيٺو. فقط اجمال ۽ تفصيل جو تفاوت آهي، يعني سورت فاطر ۾ مجمل بيان آهي ۽ سورت توبہ ۾ مفصل، حضرت غوث جن بعض وقت ٿي سؤ سٺ(٣٦٠) معنيٰ ڪندا هئا هڪ ڀيري مجلس اقدس ۾ ڪنهن تحقيقات بابت گفتگو فرمائيندي آيت شريف وَ اللّٰهُ خَلَقَكُمْ وَ مَاتَعْمَلُوْنَ جي معنيٰ ڪي ٽي سؤ سٺ(٣٦٠) طريقن سان ادا ڪري ويا.

حاضرين حُضار مجلس حيرت جي درياءُ ۾ مستغرق ٿي پاڻ ۾ هڪ ٻي ڪي چوڻ لڳا تہ سبحان الله حضرت مخدوم معظم مڪرم ڪي ايڏو علم خبر نہ آهي تہ ڪنهن پڙهايو آهي. پاڻ هنن جو اهو خطرو معلوم ڪري فرمايائون. " عَلمني رَبِي" يعني منهنجي رب مون کي اهو علم پڙهايو آهي، معنائون بيان ڪندي جماعت جي اهڙي خطره اَٽڻ ۽ جواب ڏيڻ ڪري جنهن تقرير جو سلسلو جاري ڪندا ٿي آيا. سو بند ۽ منقطع ٿي ويو ۽ اهڙو روڪجي پيو جيئن وهندڙ درياء کي بند ڏجي تہ وَهڻ کان بيهي رهي. جيڪڏهن اهل مجلس مٿيون گفتگو نہ ڪن ها، تہ حضور جن انهن معنائن کي خبر نہ آهي تہ ڪهڙي تعداد تي وڃي پهچائن ها، پاڻ هي بہ فرمايائون تہ ماٺهو انهي ڳالهہ جو عجب ڇو ٿا ڪن، ڌڻي تعاليٰ ڪن فقيرن کي پنهنجي علم ۾ ايڏو دخل ۽ تصرف عنايت فرمايو آهي جو جيڪر فقط هڪ لفظ جي معنيٰ ڪرڻ ۾ ساري ڄمار گذاري ڇڏين تہ عمر گذري وڃين پر معنيٰ اڃان بہ پوري ڪين ڪري

سگهن. ڪتاب تصنيف ڪجي ها تہ اڳين جا ڪتاب بي اعتبار ٿي پون ها. هڪ دفعو فرمايائون تہ بعض وقت دل جو ارادو ٿئي ٿو تہ ڪو ڪتاب تصنيف ڪجي. پر وري هي انديشو دامن گير ٿو ٿئي تہ ماڻهو اڳين بزرگن ڪان جن جون تصنيفون ٿيل آهن بي اعتقاد ٿي پوندا. تنهن ڪري ٿهيو.

## "جاهل" لفظ جي معنيٰ

مفسرن "جاهل" جي لفظ جي معنيٰ ڪئي آهي اڻ پڙهيل، حضرت غوث الحق جن ڪان جڏهن انهي بابت سوال ڪيو ويو تہ جواب ۾ فرمايائون، تہ اسين "جاهل" جي معنيٰ چئون ٿا• بي انصاف ماڻهون. سائلن ڪي آيت ۽ ان جي تفسير ڪرڻ سان جواب ڏيندا هئا حضرت غوث الحق جن جي خدمت اقدس ۾ جيڪڏهن ڪو بہ ڪنهن مسئلي خواهہ بي ڪم بابت سوال پيش ڪندو هو تہ پاڻ انهي سائل جي فهم ۽ حال سارو قرآن مجيد جي آيت شريف پڙهي انهي جو تفسير فرمائي ۽ معتبرن تفسيرن جا حوالا ڏيئي انهيءَ جو اطمينان ۽ دل جمعي ڪرائيندا هئا.

## آيت شريفہ "فَاذْكُرُوْنِىْ اَذْكُرْكُمْ" جي تشريح

آيت ڪريمہ "فَاذْكُرُوْنِىْ اَذْكُرْكُمْ" جي معنيٰ حضرت غوث الحق جن هن طرح بيان فرمائي تہ توهين

ياد ڪريو مون کي زباني ذڪر سان ته آئون توهان کي قلبي ذڪر ڪرڻ جي توفيق ڏيڻ سان ياد ڪريان. اوهين مون کي قلبي ذڪر سان ياد ڪريو ته آئون توهان کي روحي ذڪر ڪرڻ جي توفيق ڏيڻ سان ياد ڪريان، اوهين مون کي روحي ذڪر سان ياد ڪريو ته آئون توهان کي سري ذڪر ڪرڻ جي توفيق ڏيڻ سان ياد ڪريان.

۽ معنيٰ آيت شريف: يٰٓاَيُّهَاالَّذِيْنَ اٰمَنُوْالَاتُلْهِكُمْ اَمْوَالُكُمْ وَلَآاَوْلَادُكُمْ عَنْ ذِكْرِاللهِ وَمَنْ يَّفْعَلْ ذٰلِكَ فَاُوْلٰٓئِكَ هُمُ الْخَاسِرُوْنَ ۔(منافقون: آيت:٩)

جي هن طرح فرمائي اٿن "يٰآيُّهَا الذَّاكِرُوْنَ لَاتُلْهِكُمْ عَنِ الْمُجَاهِدَةُ وَ مَنْ يَّفْعَلْ ذَالِكَ هُمُ الْخَاسِرُوْنَ" يعني اي ذاڪرن جي جماعت ائين نه ٿئي جو توهانکي ڇڙو ذڪر ڪرڻ توهان کي، مجاهدو ڪرڻ کان روڪي ڇڏي، جيڪو ائين ڪندو سو ٽوٽي ۽ ڇيهي وارو ٿيندو. يعني ذاڪرن کي ذڪر مجاهدي سان ڪرڻ کپي. جيڪڏهن فقط ذڪر ڪندا ۽ مجاهدي کان خالي رهندا، ته اهڙو ذڪر انهن لاءِ خسارو ۽ بي فائدو آهي، نفع ڪوبه نه ٿيندن.

## "وَتُعِزُّمَنْ تَشَاءُ وَتُذِلُّ مَنْ تَشَاءُ" جو تفسير بيان ڪرڻ

مخدوم صاحب حضرت جن جو اهو سخن ٻڌي دل ۾ تمنا پيدا ڪئي ته انهي آيت شريف جو ڪو نادر

نکتو پنهنجي زبان گوهر بيان سان ذکر فرمائن تہ
جيکر ٻڌي دل کي ڏاڍي فرحت اچي، حضرت جن
پنهنجي ولايت جي قوت سان مخدوم صاحب جي اها
آرزو معلوم ڪري فرمايو تہ الله تعاليٰ جو فرمايو آهي،
وَتُعِزُّمَنْ تَشَآءُ وَ تُذِلُّ مَنْ تَشَآءُ تہ انهي جو مطلب آهي
تعزمن تشاءُ (بمحبة الفقرآءِ) وتذل من تشاءُ (ببغض
الفقراء) يعني جنهن کي تون اي الله منهنجا پنهنجي
درگاهہ ۾ عزت ڏيڻ ٿو گهرين تہ انهي جي دل ۾ فقراء
جي محبت ٿو وجهين ۽ انهن جي محبت جي نور سان
هنن جون دليون منور ٿو فرمائين. ۽ جنهن جي لاءِ
تنهنجي دربار ۾ ذلت ۽ خرابي مقدر ٿيل آهي تہ ان جي
دل ۾ درويشن جي دشمني پيدا ٿوڪرين، پوءِ اهي
ڪامل فقراء سان بغض رکڻ جي ظلمت کان هدايت ۽
توحيد جي راه تي نہ هلڻ ڪري هن جي بارگاه بي نياز
احديت مان تڙجي مردود ۽ مطرود ٿي ٿا نکرن.
مخدوم صاحب اهو نادر لطيفو زبان فيض ترجمان مان
ٻڌي مرخص ٿي هليو ويو. سندس رفيقن مان هڪ شخص
مخدوم محمد يوسف نالي حضرت جن جو ايڏو ڪمال
لايزال ڏسي گرويده ٿي پيو، سو مخدوم صاحب سان گڏ
موڪلائي نہ هليو بلڪ حضرت جن کان دعا طلب ڪرڻ
جي ارادي سان خدمت اقدس ۾ ترسي ويهي رهيو.

حضرت جن جي حاضر باش خدمت گذار حضرت
ميان عثمان عصار جي وسيلي بارگاهہ غوثيت ۾ التماس

گذار ٿيو تہ دربار پروردگار ۾ هن خاڪسار جي لاءِ عرض ڪيو وڃي تہ علم نصيب ٿئي.

حضرت غوث الحق جن تيمنا وتبرڪاً سندس نالو حضرت علي جي اسم شريف ڏي مضاف ڪري ارشاد فرمايو: تہ اي يوسف علي توکي شال علم ۽ پڻ معرفت عليم جي حاصل ٿئي، هاڻ تون وڃ جو تنهنجا رفيق تنهنجي واپسي جي انتظار ۾ آهن. محمد يوسف جڏهن مخدوم محمد جعفر رحمة الله عليه وٽ وڃي پهتو تہ حضرت جن جي تصرف جي برڪت سان مخدوم صاحب بہ ازخود ڪيس انهي نالي سان مسمیٰ ڪري چيس تہ ميان يوسف علي اسين تنهنجي انتظار ۾ آهيون، اهو نقل مخدوم صاحب جي هڪ شاگرد ملابدنہ نالي ڪان ٻُڌل دليل الذاڪرين جي مصنف ذڪر ڪيو آهي.

## حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي حديث ۾ مهارت

هڪ دفعي سندن مجلس شريف ۾ اچي ذڪر هليو تہ حديث شريف "لَايُؤْمِنُ اَحَدُكُمْ حَتّٰي يُحِبَّ لِاَخِيْهِ الْمُسْلِمُ مَايُحِبُّ لِنَفْسِهٖ" تي عمل ڪرڻ محال آهي ۽ ڪو بہ ماڻهون انهي تي عمل ڪري نہ سگهندو، پاڻ ارشاد فرمايائون تہ انهي حديث شريف تي هر ڪو عمل ڪري سگهي ٿو. ڏسو تہ جڏهن ماڻهن وٽ مهمان ايندو آهي

تہ انھي لاءِ پنھنجي روزمره جي خوراڪ ڪان سنو طعام نٿاهبو آهي ۽ پاڻ هميشه اهڙي طعام کان گهٽ نموني جو ڪائبو آهي تہ اهو آهي ايثار پنھنجي مسلمان ڀاءُ تي. تہ ائين ڪرڻ سان انھي حديث شريف جي مضمون تي عمل ٿي ويو ۽ جا شيءِ پنھنجي جند ڪي ٿي وڻي تہ انھي کان بہ وڌيڪ وڻندڙ شي پنھنجي مسلم ڀاءُ لاءِ پسند ڪئي وئي.

## ڪُنّيَ چڻڻ تي طلاق متعلق سوال

هڪڙي شخص زال کي چيو تہ جيڪڏهن ڀيهر ڪُنون چڻئي تہ طلاق جو قسم ٿو کڻان يعني طلاق اٿئي. هڪڙي دفعي مڙس زال کي ڏٺو تہ ڪنون پئي چڻي تہ ان شخص وڃي عالمن کان مسئلو پڇيائين انهن چيو تہ طلاق زال تي پئجي ويئي. اهو سوال حضرت غوث الحق جن جي خدمت ۾ پيش پيو، پاڻ فرمايائون تہ انهي صورت ۾ طلاق نٿي پوي، ڇو جو مڙس چيو آهي تہ جيڪڏهن ڪنون چڻيندين تہ طلاق اٿئي ظاهر آهي تہ ڪُنون خود ڪٽي وات وٽ جهلي ڇپ سان ڪونہ چڻيو آهي بلڪ انهي مان آڱريون ڀري آڱريون چڻيون آهن. تہ هن زال پنهنجون آڱريون چڻيون آهن نہ ڪُنون چڻيو آهي. تنھنڪري طلاق جو شرط ڪونہ لڌو ۽ قاعدو آهي تہ اذافات الشرط فات المشروط، يعني شرط ويو تہ مشروط بہ ويو. جڏهن زال خودڪُني کي نہ چڻيو آهي،

بلڪ پنهنجن آگرين کي چٽيو اٿس ته طلاق مٿس ڪانه پئي. ڇپ سان ڪنون چٽي ها ته طلاق پويس ها.

## ”تڪبير اُوليٰ“ جي ثواب جي حد

حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن کان سوال ڪيو ويو ته ”تڪبير اُوليٰ“ کي پهچڻ جو وڏو ثواب آهي، انهي جي حد ڪيتري تائين آهي. پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته تڪبير اولي جي ثواب ملڻ جي هڪڙي حد ڪانه آهي جو اها ڪنهن کان گسي وئي ته چئبو ته انهي ماڻهو تڪبير اولي جو ثواب وڃايو، امام جي الله اڪبر چوڻ سان گڏ جنهن ماڻهو الله اڪبر چيو ته چئبو ته تڪبير اولي ۾ گڏيو ۽ انهي تڪبير جو ثواب مليس. ۽ جي امام جي ثناء (سُبحَانَکَ اللَهُـمَّ) پڙهڻ ۾ تڪبير چئي امام سان گڏ ٿيو ته تڪبير اُوليٰ ۾ پهتو ۽ اُوليٰ تڪبير جو ثواب مليس، ۽ جي امام کي اَلْحَمْدُ پڙهندي پهتو ته به تڪبير اُوليٰ جي پهچڻ جو ثواب حاصل ٿيس. امام کي رڪوع ڪرڻ کان اڳ پهتو ته به تڪبير اُوليٰ کي چئبو ته حاصل ڪيائين. پڇاڙي ۾ ائين به فرمايائون ته جيسي اجان امام سلام نه ورايو آهي ۽ اچي ڪو ماڻهون امام سان گڏيو ته انهي کي به تڪبير اوليٰ جو ثواب ملي ويو. (ف:) ڇوته جيڪو به ماڻهو گهران ان نيت سان نڪري ته تڪبير اوليٰ کي رسان ته به ان کي نيت جو ثواب ملندو.

## حضرت غوث الحق جن جي شرع شريف تي پوري بيهڪ

حضرت جن هر حال ۾ شرع شريف جي تمام گهڻي رعايت ۽ نگهداشت فرمائيندا هئا هوشياري جي وقت جي ته ڳالهه ئي جدا آهي پر محويت ۽ استغراق جي حالت ۾ ڪائن شريعت مقدسه جو لحاظ هوشياري جي حالت وانگر برابر ٿيندو رهندو هو. هڪ ڀيري مسجد ۾ اچي وقت سر نماز پڙهڻ ۾ ڪجهه دير ڪائن واقع ٿي وئي هئي. تنهن تي ڪن ماڻهن کي خيال آيو ته اڄ حضرت جن نماز تي اچڻ لاءِ سستي ڪئي آهي. جڏهن ٿوري وقت ڪان پوءِ پاڻ مسجد شريف ۾ رونق افروز ٿيا ته معترضن جي اعتراض جو مضمون ته ڪين پرپٺ معلوم ٿي ويل هو، اچڻ شرط فرمايائون ته ڪي فقير (پنهنجي ذات اقدس ڏي اشارو آهي) اهڙا آهن جن تان الله تعاليٰ پنهنجي محفل سان گناهه، فرض ۽ سڀ تڪليفن جا بار معاف ڪري ڇڏيا آهن، پر ايتري عنايت هوندي به اُهي فرضن ۽ خدائي حڪمن کي هٿان نٿا ڇڏين ته متان شريعت پاڪ جي ظاهري پابندي ۾ ڪوفتور خواه نقصان پئجي وڃي. اهو اشارو هن ڳالهه ڏي آهي ته حضور رسول اڪرم ﷺ جن جا به الله تعاليٰ اڳيان پويان سڀ گناهه معاف ڪري ڇڏيا هئا ۽ اصحاب بدر لاءِ به حضور جن بشارت ڏيئي ڇڏي هئي ته اڄ ڪان پوءِ هنن کي ڪو گناهه ضرر نه رسائيندو ته

باوجود انهي جي هر قسم جا عبادتي اعمال بجاءِ آڻيندا رهندا هئا، ڪڏهن به ڪو عمل ترڪ نہ ڪيو هئائون. اهڙي طرح حضور اکرم صلي الله عليہ وسلم جن کي بيبي عائشہ رضي الله عنها ڪو عمل ڪندي ڏسي چيو هو تہ الله تعاليٰ اوهان جا سڀ ڏوهہ بخشي ڇڏيا آهن تہ پوءِ هرويرو ڇو ٿا ايتري مشقت پاڻ تي وٺو. تنهن تي پاڻ فرمايو هئائون، "اَفَلَا اَكُوْنَ عَبْدًا شَكُوْرًا"، ڇا پوءِ آئون رب تعاليٰ جو شڪر گذار ٻانهون نہ ٿيان.

## ٻارن جي نالي آيل تحفه مان ڪجهہ نہ کائڻ

حضرت غوث الحق جن جو هڪڙو پاڙيسري هوندو هو (دليل الذاکرين ۾ لکي ٿو تہ اهو حسن بانگو هو جو ڪرامت ۽ معرفت ۾ مشهور معروف بزرگ هو) تنهن جي گهر ۾ هڪڙو ٻير جو وڻ هوندو هو ۽ ان جا ٻير ڏاڍا مٺا ۽ نفيس ٿيندا هوا. انهي ٻير ۾ جڏهن ٻير پچي تيار ٿيندا هئا تہ ڇني حضور غوث الحق جن جي خدمت اقدس ۾ آڻي پيش ڪندو هو، پر ادب جي سببان هيئن نہ چوندو هو تہ حضور جن لاءِ آندا اٿم، بلڪ وڏي صاحبزادي جو نالو وٺي چوندو هو تہ فلاڻي لاء آندا اٿم. پاڻ قبول ڪري وٺي ڪٽي رکندا هئا، پر انهي مان ڪائيندا هڪ ٻير بہ ڪونہ هئا ڏيندڙ بزرگ جو ارادو هو تہ اهي سندن آهن پاڻ تناول ڪن، مگر پاڻ شرعي لحاظ ڪري تہ ٻار جي شي آهي اسان ڪي ان مان

ڪائڻ درست نہ آهي، تنهن ڪري پرهيز ڪندا هئا ۽ شوق بہ هوندو هو تہ ڪائجن، تنهن تي هڪ پيري فرمايائون تہ فقير پـير تہ ڏي ٿو پر پين جي ملڪ ڪري ٿو ڏي تنهنڪري ڪائي نٿا سگهجن. فقير اهو ڪلام روبرو پڌو، تنهنڪري انهي ڪان پوءِ جو آٽيندو هو تہ ظاهر ظهور عرض ڪندو هو تہ هي خاص حضور جن لاءِ آهن ۽ پوءِ، پاڻ ڪائيندا هئا.

## منصور وارو ڪلام شريعت جي لباس ۾

هڪ دفعي مجلس اقدس ۾ منصور جي ڪلام تي ڳالهہ هلي تہ منصور اناالحق چئي ڏيندو هو. تنهن تي پاڻ فرمايائون تہ ڪن فقيرن ڪان ساڳيا منصور وارا لفظ صادر ٿي ٿا پون، پر نہ بي شرعي نموني تي، بلڪ شرعي لباس ۾ ظاهر ٿا ٿين. جيئن ڪلمہ توحيد جي معنيٰ ۾ چيو ٿو وڃي لاشي موجود غير الله- تہ انهي ڪلام جو ۽ منصور واري ڪلام جو مقصود ۽ مطلب هڪڙوئي آهي، تفاوت آهي فقط لفظن جو. منصور جا لفظ شرعي لباس ڪان عاري آهن ۽ هي لفظ شرعي لباس سان پهريل آهن.

## سڄي عمر ۾ غير شرعي ڪم نہ ڪيائون

سيد طيب جي زباني روايت آهي تہ حضرت غوث الحق جن ڪان فضل خداوندي سان ننڍپڻ ڪان وٺي دارالسرور ڏي انتقال ڪرڻ جي وقت تائين ڪوبہ اهڙو

ڪم جو شريعت غُرا ۽ ملت بيضا جي خلاف هجي بلڪل صادر ڪونہ ٿيو. عام طرح توڙي خلاصگائيءَ ۾ توڙي مجلس ۾ بيان رموز تفاسير ۽ اظهار اشارات احاديث ۽ القائي اقوال اڪابر کان سواءِ ٻيو ڪو شغل نہ فرمائيندا هوا. تاه ٿوه جي لباس ۾ زيب زينت جي اسباب کان بلڪل پرهيز رکندا هئا ۽ موجود حال تي هميشه پروردگار تعاليٰ جا شڪرانا ۽ دنيا کان دور رهڻ تي رب جا احسان ري ڳڻيا پيا ادا ڪندا هئا. چڙ ۽ غصو ڪنهن تي هوندوئي ڪونہ هو، سڀ ڪنهن کي وعظ ۽ نصيحت پيا فرمائيندا هئا.

## شرع شريف جي برخلاف زبان مان ڪوبہ لفظ نہ ڪڍجي

حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي مجلس اقدس ۾ هڪ دفعي هي ڳالهہ نڪتي تہ درويش رڪن الدين ولد ... تو جنهن جون هن ملڪ ۾ ڪرامتون مشهور آهن، چوي ٿو تہ جيڪا ساهہ واري شي زمين تي موجود آهي تنهن لاءِ جيڪڏهن رب تعاليٰ جي حضور ۾ سوال ڪريان تہ سڀ مري وڃن، تہ الله تعاليٰ جيڪر منهنجي اها دعا ڪٿي قبول ڪري جو سڀ هوند مري پون ۽ شيخ پرڪيه ڪاتيار چيو آهي تہ آئون جيڪڏهن پنهنجي رب کان گهران تہ سڀ مئا جياري ڇڏ. تہ رب منهنجو اهو سوال مڃي هوند وٺي.

حضرت غوث الحق جن عليہ الرحمة اهي ٻئي دم زنبون ٻُڌي ارشاد فرمايو تہ اهڙن ڪمن ڪرڻ بدران ڪپين تہ غافلن جون دليون الله تعاليٰ جي ذڪر سان ڪري جيارين، تہ مئن جيارڻ کان اهو بهتر آهي، پوءِ فرمايائون تہ جنهن ڳالهہ جي شرع شريف جي خلاف هجي سا زبان تي نہ آڻجي. سڄي خلق خدا کي جيارڻ خواه مارڻ هن دنيا ۾ ڪنهن کان بہ ڪو نہ ٿي سگهندو تنهنڪري اهڙي اجائي دمزني جي ڪهڙي ضرورت آهي.

## ولي ڪامل جي نشاني آهي سنت نبوت جي پيروي ڪرڻ

حضرت غوث الحق جن عليہ الرحمة جن جو ارشاد آهي تہ ڪامل ولي اُهو آهي جو ظاهر ۽ باطن ۾ حضرت رسول مقبول ﷺ جي پيروي ۽ تابعداري ۾ اهڙو محڪم ۽ مضبوط بيٺل هجي جو سنت سنيہ نبي جي قول خواه فعل کان سواءِ اُن کان بدعت جو تمام ننڍڙو ذري جيترو (جنهن ذري کي وراهجي تہ وراهجي نہ سگهي) بہ ڪم صادر نہ ٿئي. ۽ سنت نبويہ جا سڀ ڪم ڪنانس (ڪائنس) ادا ٿين حتيٰ ڪہ ڪنانس معراج بہ ٿي چڪي (يعني نماز ۾ اهڙو تہ مشغول ۽ مصروف ٿئي الله تعاليٰ سان جڻ تہ الله کي ڏسي پيو نہ تہ بہ الله تعاليٰ کيس ڏسي پيو). هي بہ سندن فرمودو آهي تہ حضرت عيسيٰ عليه

السلام جو تجرد (دنيا جو ترڪ ۽ زال اولاد وغيره کان بي تعلقي) ڏسي فقير جو بہ خيال اهڙو ٿيو تہ جيڪر مجرد رهجي پر حضرت رسالت مآب ﷺ جن جي متابعت جي ڪري مجرد نہ ٿيو جو اسلام ۾ رهبانية (يعني بلڪليہ منقطع ۽ بي تعلق رهڻ) جو حڪم ڪونهي، ۽ حضور پاڪ ﷺ جن فرمايو آهي تہ حُبِّبَ اِلَيَّ مِنْ دُنْيَا كُمْ ثَلٰثُ- الطيبُ وَالنِّسَاءُ- وَقُرَّةُ عَيْنِيْ فِي الصَّلٰوتِ يعني توهان جي دنيا مان مونکي ٽي شيون وڻنديون آهن، هڪ سُرهاڻ، ٻيون زالون، ٽيون منهنجي اکين جوٺرڻ آهي نماز ۾. تہ جڏهن حضرت رسول الله ﷺ کي زالون پسند آهن ۽ پاڻ انهي ڪري نڪاح بہ گهڻا ڪيا اٿن ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام پرٽيو ئي ڪين هو تنهنڪري حضرت رسول الله صلي الله عليہ وسلم واري واٽ ورتيم.

## بدعت کان بيزاري ۽ دوري

سنت نبوي جي اطاعت ۽ شرع شريف جي پابندي اهڙي حد تائين هئي جو باوجود هنجي جو هر قسم جي رشد ۽ ارشاد ڏيڻ جو ڪين اذن مليل هو. پر خاص حضرت رسول الله ﷺ جي مشابهت ۽ سنت نبوت جي رعايت سبب بي ڪنهن نموني جي تلقين حق جي طالبن کي ڪين ڪندا هئا. بلڪ لااله الاالله جي تلقين فرمائيندا هئا جو حضور رسول مقبول ﷺ جن کي الله تعاليٰ اهائي تلقين سيکاري هئي ۽ قرآن ۾ فرمايو اٿس تہ فَاعلَمُ انه لااله الاالله.

## بدعت کان پرهيز ڪرڻ جو ٻيو مثال

حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي زمانہ شريف ۾ هڪڙو ڪرامتون ڏيکاريندڙ بزرگ هالن جي شهر ۾ اچي وارد ٿيو، جو موجود شيون گم ڪري ٻيو ڏيکاريندو هو ۽ نہ هوندڙ شيون پيدا پيو ڪندو هو ۽ ڪي حق جا طالب بہ اُن کان فيض ياب پئي ٿيا. ڪن ماڻهن اها ڳالهہ اچي حضرت غوث الحق عليہ الرحمة الله جن جي خدمت ۾ بيان گذاري تہ هھڙي ڪرامت وارو هڪڙو ماڻهو هالن ۾ اچي سهڙيو آهي، جنهن وٽ هن شهر جا گهڻا سارا پيا وڃن، اسان جي دل بہ ٿي گهري تہ جيڪر انهن جي وڃي زيارت ڪري اچون، پاڻ جواب ۾ ارشاد فرمايائون تہ صالحن جي زيارت بيشڪ گناهن جي ڪفارت آهي ۽ صالحن جي زيارت ٿي تہ ڄڻ الله تعاليٰ جي ڀلارن ٻانهن جو ديدار حاصل ٿيو، ۽ صالحن جي زيارت نور آهي ۽ جهان وارن لاءِ رب تعاليٰ جي رحمت آهي، پر جانچ ڪجو منجهس ڪا بدعت نہ هجي جا سنت نبويﷺ جي برخلاف هجي. ماڻهن عرض ڪيو تہ قبلا ڏاڍو متشرع ۽ پرهيزگار شخص آهي، پاڻ فرمايائون تہ وري بہ ڏيان ۽ غور ڪجو تہ منجهس متان ڪو بدعت جو اثر نہ هجي. تنهن تي ماڻهن ظاهر ڪيو تہ ٻيو تہ ڪجهہ ڪونهيس فقط هيترو آهي جو ڪنن جي ٻنهي پاپڙين ۾ ٽنگ پيا ڏسجنس، جن مان سمجهجي ٿو تہ ڪيس اهي سوراخ مائٽن ننڍي هوندي

ڪيا هئا. تنهن تي پاڻ فرمايائون تہ الله تعاليٰ جنهن ٻانهي کي پنهنجي پناهہ ۽ نگاهہ ۾ رکندو آهي تہ انهي لاءِ انهي جا پيءُ ماءُ بہ بدعت جو ڪم ڪين ڪندا آهن. يعني انهن کي جرائت نہ ٿيندي آهي جو خدائي محفوظ شخص جي بدن ۾ ڪو بدعتي فعل ڪري سگهن.

(نوٽ: معلوم ٿيو تہ اهي ڪم يعني ڪنن ۾ ٽنگ ڪرڻ واليون پائڻ وغيره ڪافرن جا ڪم آهن)

## بدعتي کان جيڪو فائدو ٿو ملي سو جيي نہ ملي تہ چڱون

سدو فقير سمون ذات جو جو شاهہ خيرالدين بکر واري جي ارادت مندن مان هو ۽ شاهہ جي وفات کان پوءِ سندس جاءِ تي خليفو ٿيو هو، سونقل ٿو ڪري تہ حضرت شاهہ خيرالدين عليہ الرحمة جي زبان معجز بيان مان ٻڌم جو حضرت شاهہ صاحب رحمة الله عليه جن فرمايو، تہ جڏهن آئون عرب ولايت کان سنڌ ملڪ ۾ آيس تہ پهرين پهرين حضرت غوث الحق جن جي خدمت اقدس ۾ پهتس ۽ وٽن هوندو هوس، هڪڙي ڏينهن حضرت غوث جن مسجد شريف کان دولت سرائي ڏي روانا ٿي ٿيا، تہ حلقہ شريفہ جي يارن کي تاڪيدي فرمان ڏنائون تہ اڄ هن مسجد شريف ۾ هڪ شخص اهل بدعت جي صورت ۾ ايندو، سو جيڪي

توهان ڪان گهري سو موجود ڪري ڏجوس، پر جيڪي توهان ڪي ڏي سو ڪائونس وٺجو بلڪل نہ. حضرت جن جي ارشاد موجب اهو شخص آيو ۽ اچي ڀنگ گهريائين، اصحابن ڏنيس ، ڏنڊو ڪونڊو بہ مهيا ڪيو ويو، هو شخص وينو گهوٽڻ ڀاڱي بدران وڏائينس پنهنجو پيشاب جڏهن ڇاڻي تيار ڪري رهيو تہ جماعت جي يارن ڪي عام صلاح هٿي چوڻ لڳو، تہ جيڪو هن مان سُرڪ پيئندو، تنهن ڪي دنيا جو تہ احتياج تہ ڪونہ رهندو پردين بہ هٿ ايندس ۽ ٻنهي مشاهدن سان مشرف ٿيندو. حضرت جن جي وصيت موجب ڪنهن بہ هن جو هديو قبول نہ ڪيو ۽ نہ ڪنهن پيتو. فقير سڄو ڪونڊو پي ويو ۽ ٿانو بہ صفا ڪري پنهنجو دڳ وٺيو هليو ويو، جڏهن حضرت اقدس جن دوباره مسجد شريف ۾ رونق افروز ٿيا تہ اچڻ شرط فرمايائون، تہ فقير جو اهو چوڻ سچ هو، جيڪو فائدو چيائين ٿي سو بي شڪ حاصل ٿي وڃي ها، پر بدعتي ماڻهو ڪان جيڪو نفع حاصل ٿيڻو آهي سو جيئن نہ ملي تيئن چڱون ۽ اهو مشاهدو نہ پڙ پوي تہ تئين سهي. سنت طريقہ تي قائم رهڻ اهو وڏو ڪمال مشاهدو آهي.

## تسبيح ڳچي ۾ پائڻ ڪان منع ڪرڻ

هڪڙو بزرگ شخص حضرت غوث الحق جن جي خدمت اشرف ۾ زيارت ۽ ملاقات ڪرڻ آيو ۽ حضرت

سائينءَ جن جي مصافحه (هٿ ملائڻ) ۽ معانقہ (ڀاڪر پائي گڏجڻ) جي شرف کان شرف اندوز ٿيو، حضرت سائينءَ جن کي نظر اقدس ۾ آيو تہ درويش جي ڳچي ۾ تسبيح پئي آهي، امر بالمعروف طور فرمايائونس تہ اي درويش تسبيح رکي هٿ ۾ جهلڻ بہ حسن بدعت آهي تہ تو وري ڳچيءَ ۾ ڪيئن وڌي آهي جا قبيح بدعت آهي، وري فرمايائونس تہ اها آهي رسم ذمين (هندئن) جي هميشہ تسبيح ڳچي ۾ پائي رهندا آهن،

## حضرت غوث الحق جن بدعت جا ست قسم مقرر ڪيا آهن

حضرت غوث الحق عليه الرحمة جنجي خدمت شريف ۾ هڪ دفعي سيد طيب متعلوي (مٽياروي) جي ڳالهہ نڪتي، جو اهو سيد سڳورو ظاهري باطني علمن جو وڏو عالم هو، تہ اهو سيد صاحب جنهن بہ بدعتي کي ڏسي ٿو تہ انهي کي ڏاڍو تعزير ٿو ڏي ۽ تمام گهڻي جٺ ڦٺ ۽ ملامت ٿو ڪريس، خاص ڪري اهڙن فقيرن کي جنيون ٿو ڪري جي مٿي ۽ پيرين اگهاڙا پيا گهمندا آهن. تنهن تي پاڻ فرمايائون تہ بدعت جا ست قسم آهن جن مان چار قسم وڏي بدعت آهي ۽ ٽي قسم ننڍي بدعت آهي.

(1) وڏي بدعت جو پهريون قسم هي آهي جو هڪڙا فقير چوندا آهن تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو: "لَنۡ تَنَالُوا

الْبِرَّحَتّٰي تُنْفِقُوْا مِمَّاتُحِبُّوْنَ "يعني نيڪي کي توهين تيسي نہ پهچندو جيسي اها شي جيڪا توهان کي محبوب آهي سا راهِ خدا ۾ خرچ نہ ڪندو، تہ دنيا جي ڪل شين ۾ سڀ کان پسنديده ۽ محبوب شي آهي زال تہ انهي موجب اُهي فقير پنهنجيون زالون وقف ڪندا آهن (جيڪو غلط آهي)

(2) ٻيو قسم هي آهي جو ڪي فقير چوندا آهن تہ الله تعاليٰ ٿو فرمائي: "اَيْنَ مَاتَكُوْنُوْا فَثَمَّ وَجْهُ اللهِ" يعني جنهن پاسي مُنهن ڪندو اوڏانهن الله تعاليٰ جي پاڪ ذات موجود آهي تنهنڪري سڀ ڪنهن پاسي سجدا پيا ڪندا آهن، حالانڪ ڪين انهي آيت جي نازل ٿيڻ جي شان جي خبر ئي ڪانهي تہ ڪهڙي مطلب لاءِ اها آيت آيل هئي ۽ انهي تي عمل ڪرڻ جو ڪهڙو وقت آهي ۽ ڪهڙي پاسي منهن ڪبو.

(3) ٽيون قسم هي آهي جو چوندا آهن تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو "وَاعْبُدْ رَبَّكَ حَتّٰي يَاْتِيَكَ الْيَقِيْنُ" يعني رب تعاليٰ جي عبادت تيسي تائين ڪر جيسي تائين توکي يقين (موت) اچي وڃي. يقين جي معنيٰ ۾ ٻليل آهن، ياٺن تا تہ جڏهن الله تعاليٰ جي هيڪڙائي جي دل ۾ پڪ پئجي وئي تہ پوءِ تڪليف جو قلم مٿان لهي ويو ۽ عبادت ڪرڻ جو ڪين ڪو ضرور نہ آهي تنهنڪري نڪا پڙهن نماز نڪو رکن روزو. (نوٽ يقين جي معنيٰ موت آهي) (جيستائين موت نہ اچي تيستائين الله جي

عبادت ڪيو)

(4) چوٿوون قسم بدعت جو هي آهي جو ڪي فقير چون ٿا تہ جهان جون زالون آهن مثل سرهن جي گلن خواه خوشبو دارپڻ جي، سو جيڪو بہ انهن مان واس وٺي تہ جائز اٿس ۽ هي بہ خيال اٿن تہ مجازي مال تي فقط پنهنجو قبضو ۽ تصرف ڄمائڻ درست نہ آهي. ( نوٽ پرائي عورت ڏانهن نگاهہ ڪرڻ بہ وڏو گناهہ آهي)

ننڍي بدعت جو پهرين[1] هي قسم آهي جو ڪي فقير ملهو ڏيکيندا آهن جا رسم آهي جوڳين جي ۽ ملهو ڇئبو آهي انهي لباس کي جو گيڙو رنگ سان رنگي ڪپڙي جي سفيدي گم ڪري ڇڏبي آهي. ٻيون[2] قسم آهي ڏاڳا وٺي انهن جي پڳ ٺاهي مٿي تي ٻڌڻ ٽيون[3] قسم آهي لوهہ جو ڪڙو ٻانهن ۾ پائڻ ۽ مٿو ۽ پير اگهاڙي گهمڻ.

بعض اوقات حضرت سرور ڪائنات ﷺ مدينہ عاليہ جي بازار مان وڃي گوشت ڀاڄي خريد ڪري پنهنجن هٿن مبارڪن ۾ رکي کڻي ايندا هئا. اصحاب ڪرام عرض گذار ٿيندا هئا تہ اسان کي ڏيو تہ کڻي هلون تہ پاڻ انهن کي ڪين ڏيندا هئا، بلڪ هي فرمائيندا هئا صاحب السلعة بالحمل ولي يعني شيء جو مالڪ انهي جي کڻي هلڻ لاءِ وڌيڪ جڳائيندڙ آهي.

## هر قسم جي ادب جو بيان، رسول ﷺ ۽ آلِ رسول ﷺ جي محبت ۽ عداوت

حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي خدمت شريف ۾ ڪنهن ماڻهو سوال ڪيو تہ رسول الله ﷺ جي اولاد مان ڪنهين ڪي بہ ايذاء پهچائڻ ڪيئن آهي؟ پاڻ جواب ۾ ارشاد فرمايائون تہ انهن سڳورن کي ناحق ايذاء رسائيندڙ شخص ملعون يعني لعنت ڪيل آهي ۽ فرمايائون ايذاء الخلف عائدالي السلف يعني بزرگ زادن جو ايذاء خود بزرگن ڏي موٽندڙ آهي ۽ فرمايائون تہ اهو ماڻهو هن وعيد شديد ۾ داخل آهي، جو الله تعاليٰ فرمايو آهي، اِنَّ الَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ اللهَ وَرَسُوْلَہٗ لَعَنَهُمُ اللهُ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ وَاَعَدَّلَهُمْ عَذَابًامُّهِيْنًا. يعني تحقيق تہ جيڪي ماڻهون ايذائين ٿا الله تعاليٰ کي ۽ ان جي رسول کي لعنت ڪئي آهي انهن کي الله تعاليٰ دنيا ۽ آخرت ۾ تيار ڪيو اٿس انهن لاءِ عذاب ذليل ڪندڙ. الله تعاليٰ جو هي بہ ارشاد آهي: وَالَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ الْمُؤْمِنِيْنَ وَ الْمُؤْمِنَاتِ بِغَيْرِ مَا اكْتَسَبُوْا فَقَدِ احْتَمَلُوْا بُهْتَانًا وَّاِثْمًا مُّبِيْنًا[1] يعني جيڪي ماڻهو ايذائن ٿا مومن مردن ۽ مومنياڻن زالن کي سواءِ ڪنهن ڪيل ڏوهہ جي تہ تحقيق ڪيو آهي انهن ايذائيندڙ بهتان يعني اجائي تهمت ۽ گناهہ وڏو. خصوصاً جيڪڏهن ساداتن خواهہ ٻين بزرگ زادن جي هلت چلت پنهنجن وڏن واري هوندي تہ هيڪارين وڏو ڏوهہ ٿيندو.

[1] الاحزاب آيت: ٥٨

## پٽڻ ظالم کي به نه گهرجي

حضرت غوث الحق جن بد دعا کي ظالم جي حق ۾ به درست ۽ جائز نه فرمايو آهي، بلڪ فرمايائون اٽن ته ظالم لاءِ هي دعا گهرجي ته رب منهنجا فلاڻي کي مخلوق تي ٻاجهارو ڪر ته رعيت تي نرم دل وارو ٿئي ۽ فرمايو اٽن ته جيڪڏهن ڪنهن ماڻهو ظالم کي بد دعا ڪئي جنهنڪري انهي کي جان ۾ يا ايمان ۾ ڪو خلل پئجي ويو، ته صباح قيامت ڏينهن پٽيندڙ وڏيڪ ظلم ڪندڙ ٿي حساب ۾ اچي ويندو ڇو جو هن ته ظلم سان ماڻهن کان ڦريو ۽ ورتو ٿي ته انهن جو مال ٿي ورتو ۽ پٽيندڙ هن جو ساه ۽ ايمان وٺي رکيو ته اهو وڏو ظالم ٿيو. انهي باب ۾ حضرت سائينءَ جن هي به فرمايو آهي ته جيڪڏهن ڪنهن درويش جي دعا اگهامندڙ آهي ۽ ڪنهن جي حق ۾ اهو بد دعا ٿو ڪري ۽ اها قبول پئجي ٿي وڃي ته انهي درويش جي مرتبي ۾ خلل پئجي وڃي ٿو ۽ ان کان مٿانهين درجه تي چڙهي ڪين سگهندو.

## حضرت غوث الحق جن اهل بيت ڪرام جو وڏو ادب ڪندا هئا

حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن پنهنجي مجلس مقدس ۾ رونق افروز هوندا هئا ۽ ڪو سيد زادو اچي

سهڻندو هو ته پاڻ انهي جي تعظيم لاءِ هڪدم ادب سان سروقد ۽ مستوي القامت ٿي اٿي بيهندا هئا ۽ تعظيم واري جاءِ تي وهاريندا هئا. جيسي طاقت واري عمر ۾ هوندا هئا تيسي ته برابر اهڙو ادب بجاءِ آڻيندا هئا، پر جڏهن خير سان وڏي ڄمار ۽ ضعيف عمر وارا ٿيا ۽ قد مبارڪ خميده ٿي پيو هو، ته به اٿي بيهڻ ۾ قصور نه ڪندا هئا. سيد ساجن متعلوي ذڪر ٿو ڪري ته منهنجو والد سيد قاسم پنهنجي وطن وارن ساداتن جي جماعت سان گڏجي حضرت غوث الحق جن جي خدمت فيض موهبت ۾ آيو هو هن ثابتي جي سَــنَد وٺڻ لاءِ ته آئون برابر سيد آهيان يا نه ۽ معلوم ڪريان ته منهنجو ڪهڙو نسل آهي. جڏهن ڳوٺان هليا هئا ته حضرت سائينءَ جن جي خدمت اقدس ۾ تحفه پيش ڪرڻ لاءِ بازار مان هلي ڪجهه ڪارڪون خريد ڪيون هئائون. آئون ننڍو ٻار هوس ڪارڪن کائڻ جي سڪ ٿيم، ابي جن ڪان ٻتي داڻا گهريم پر نه ڏنائون. جڏهن حضرت غوث الحق جن جي خدمت مقدس ۾ پهتاسون ۽ اسان تي ديد پين ته امالڪ اٿي سڌي قد ٿي بيٺا ۽ فرمايائون ته اهي ڪارڪون جيڪي سوڪڙي ڪري آنديون اٿو سي هن سيد زاده نينگر جي حوالي ڪري ڇڏيو، جو خريد ڪرڻ مهل گهريون هئائون.

## پُٽي مبارڪ ۾ هڪ چائيندڙ هڏڙي

سيد رڪن الدين متعلوي سڳوري بہ انهي مطلب لاءِ يعني تہ پنهنجي صحيح النسب سيد هجڻ جي پڪ وٺان، سندن خدمت بابرڪت ۾ آيو هو، ۽ معلوم هوس تہ حضرت غوث الحق جن سيدن جي تعظيم لاءِ اٿي سنوان ٿي بيهندا آهن، جنهن مان ثابت ٿيندو آهي تہ اهو شخص برابر سيد آهي.

## اهل بيت ڪرام سان سندن ذاتي محبت

حضرت جن جي فرزند ارجمند شهسوار ميدان دين خواجہ مخدوم محمد امين رحمة الله عليه جن بہ ٿي عمدا ۽ سهڻا گهر ٺهرايا هئا ۽ انهن جي تيار ٿيڻ تي حضرت سائينءَ جنَ کي تيمناً وتبرڪاً انهن ۾ قدم شريف گهمائڻ لاءِ وٺي آيا. حضرت سائينءَ جن انهن جي زينت ۽ نزاڪت ملاحظہ ڪري ارشاد فرمايو تہ هي سٺا گهر ساداتن سڳورن جي رهائش ڪرڻ جا لائق آهن. ايئن فرمائي اُهي سمورا گهر ڪٽي سيد عبدالله شاهہ جي حوالي فرمايائون جي اڄ ڏينهن تائين انهي سيد جا اولاد انهن ۾ رهندا ٿا اچن.

## حضرت جن جو شريعت جي ادب کان پنهنجي ڳالهه کي هيٺ ڪرڻ

ميان جان محمد راويت ٿو ڪري ته حضرت مخدوم محمد جعفر بوبڪائي هڪ ڀيري ٺٽي وڃڻ جي ارادي سان ٻيڙي ۾ سوار ٿي درياء مان هالن وٽان اچي لانگهائون ٿيا. اتفاقاً حضرت غوث الحق جن انهي وقت درياء جي ڪناري تي رونق افروز هئا.

مخدوم صاحب کي حضرت غوث الحق جن جي زيارت با بشارت جو شرف حاصل ٿيو ۽ ڪجهه وقت تائين ملاقات جو موقعو مليو. ظاهري ۽ باطني عام فيض جي گفتگو مجلس کي تمام رنگ ڏنو، ڪئي ساريون حديثون ۽ ڪئي سارا بزرگن جا اقوال معرض بحث ۾ آيا. حضرت غوث الحق جن مخدوم صاحب جن کان استفسار فرمايو ته حضور اقدس سرور ڪائنات مفخر موجودات حضرت سيدنا محمد ﷺ جن جي زيارت شريف هنن ظاهر ۾ اکين سان سندن دنيا مان رحلت فرمائي وڃڻ کان پوءِ حاصل ٿيڻ جو ويساهه رکو ٿا يا نه.

حضرت مخدوم محمد جعفر جواب ڏنو ته اهڙو اسان جو ويساهه نه آهي، تنهن تي حضرت غوث الحق ارشاد فرمايو ته فقير توهان جي ڳالهه جو اعتبار ڪري يا پنهنجي چشم ديد واقعي ۽ حصول زيارت بچشم سر جو اعتبار ڪري، جو ڪئي ڀيرا تجربه ۾ اچي چڪو آهي. مخدوم صاحب جواب ڏنو ته علما جي قول کي

وزن ڏيڻ ڪپي جو حضور ﷺ جن فرمايو آهي. "اَلْعُلَمَاءُ وَرَثَةُ الْاَنْبِيَاءَ" تہ علماء نبين جا وارث آهن جيڪي تا چون سو واقعي نفس الامري آهي ۽ اُهي جهڙي طرح ظاهري علم کان واقف آهن تهڙي طرح باطني علم کان بہ باخبر آهن. ظاهر باطن کان سواءِ ۽ باطن ظاهر کان سواءِ ٿي نٿو سگهي. اصل ڳالھ هي آهي تہ ولايت جي مرتبي ۾ جڏهن ننڊ ۽ غفلت سالڪ جي وجود مان لڏي ٿي وڃي ۽ انهن جي تلوين (رنگارنگي حالت) تمڪين (ٺهريل ۽ قرار ورتل حالت) سان متجيو ٿي وڃي. يعني تلوين مان نڪري تمڪين ۾ اچيو تا وڃن تہ امير ڪونين حضور سرور عالم ﷺ جن جو مٿي جي اکين سان ڏسڻ ۽ خود خداوند اڪبر جو ظاهر جي چشمن سان ديدار پسڻ حاصل ٿي ٿو پوي. پر ظاهر جي عالمن وٽ هي ڳالھ مقرر ٿيل آهي تہ انسان جون اکيون ٻوٽجي پيون ۽ پنبڻ پنبڻن سان لڳي پيا تہ سجاڳائي ويئي ۽ ظاهري ديد بس ٿي. پوءِ اگرچہ سجاڳائي ۽ هشياري بہ ڪٿي هجي ۽ ننڊ بہ نہ هجي تہ بہ انهن وٽ اهڙي حالت کي ننڊ جو حڪم آهي. تہ اهڙي حالت اکين ٻوٽڻ واري ۾ جيڪو بہ مشاهدو ٿيندو تہ جيڪا بہ زيارت ٿيندي تہ عالم چوندا تہ اها زيارت ننڊ ۾ حاصل ٿي آهي نہ بيداري ۾ ٿي آهي. تنهنڪري ائين چئون ٿا تہ اهڙي زيارت مٿي جي اکين سان ٿيل نہ آهي.

حضرت غوث الحق جن اها تقرير دل پذير ٻڌي

شريعت شريف جي حڪم کي بالا رکندي پنهنجي ڳالهہ کي هيٺ ڪري ارشاد فرمايو تہ جيڪي اوهين فرمايو ٿا سو سچ آهي، جيڪڏهن ائين نہ چئبو تہ گهڻن سارن ماڻهن جي گمراهي جو سبب ٿي پوندو ۽ هدايت جي واٽ بند ٿي ويندي.

## حضرت غوث الحق قدس سره جن جي پرهيزگاري

حضرت غوث الحق قدس سره جن جي محويت ۽ استغراق جو ذڪر مٿي گذري چڪو آهي تہ محويت جي ڪري وجود اقدس ڪان بہ بي خبر هوندا هئا. پر باوجود ايڏي بي خودي جي بہ جهڙي طرح حق جي طالبن کي الله تعاليٰ جي ذڪر جي پيا تلقين ڪندا هئا ۽ دعوت الي الله جو منصبي ڪم پيا سرانجام فرمائيندا هئا تهڙي طرح شرعي لحاظ ۽ تقويٰ جي پاسداري بہ ڪمال درجہ جي هوندي هئي. ماڻهو پاڻي ڦيٽون وجهائڻ لاءِ آڻيندا هئا تہ سندن دستور شريف هي هوندو هو، جو شاهد آڱر پاڻي تي جهلي سورت فاتحہ پڙهي شوڪاريندا هئا، پوءِ جي آڱر مبارڪ جو مٿو پاڻي سان آلي ٿي پوندي هئي تہ اهو انهي پاڻي جا ٽانوَ تي اگهي پاڻي جي مالڪ کي فرمائيندا هئا تہ منهنجي هي آڱر تنهنجي پاڻي سان آلي ٿي پئي آهي سو مون کي بخشجائين. مقصد هي آهي تہ جيڪو ڪامل جيتري قدر درحقيقت وڏيڪ ڪامل هوندو آهي

اوتري قدر اهو شرع شريف جو پابند ۽ عامل هوندو آهي ۽ جيتري قدر شريعت جو ماهر ۽ ان تي عامل ٿيندو آهي اوتري قدر حقيقت ۾ مڪمل ۽ وحدانيت جو ڪامل ٿيندو آهي.

## بيگاني زال سان ساري عمر ۾ فقط هڪ دفعو ڳالهائڻ

هڪ دفعي ڳالهين تان ڳالهہ ڪندي فرمايائون تہ ساري عمر ۾ ڌاري زال سان فقير هڪ دفعو ڳالهايو آهي، سوال ڪرڻ جو بہ هڪ ڀيرو اتفاق ٿيو آهي، طمع بہ هڪ ڀيرو ڪئي وئي آهي. انهي ارشاد فرمائڻ تي مجلس منيف جي حاضرن جي خواهش ٿي تہ اهي ٿيئي ڳالهيون معلوم ٿين تہ بهتر آهي. سڀن حاضرين متفق العرض ٿي التماس ڪيو تہ قبلا اهي ٿيئي واقعا حضور جن پنهنجي زبان فيض ترجمان سان مفصل ارشاد فرمائن تہ خاڪسارن جي هدايت ۽ سعادت جو موجب ٿيندو، پاڻ فرمايائون: تہ زال سان ڳالهائڻ جو واقعو هن طرح آهي تہ هڪڙي ڏينهن مسجد شريف جي ٻاهران فقير بيٺو هو تہ هڪڙي زال اچي لنگهي ۽ پڇيائين تہ هتان ڳئون جو ڦر ڪو لنگهي ويو يا نہ جنهن کي لاچار جواب ڏيڻون پيو تہ هائو.

سوال ڪرڻ جي صورت هن طرح پيدا ٿي تہ هڪ ڀيري فقير کي سخت بخار اچي ورتو هو، اڄ ڏاڏي لڳي

هئي، ضعف ۽ شدت بخار ڪان اٿي پاڻي اوتي پيڻ جي همت بدن ۾ ساري نہ وئي. هڪڙو خانہ زاد غلام وقت تي اچي سهڙيو، تنهن کي فقير هنن لفظن ۾ سوال ڪيو تہ فلاڻا، فقير بہ رب تعاليٰ جو ٻانهون آهي ۽ تون بہ ڏٺي تعاليٰ جو ٻانهون آهين انهي ٻانهپي ۾ ٻئي ٽياسون هڪ جهڙا. پر حق تعاليٰ پنهنجي حڪمت بالغہ سان هيئين گهريو آهي، جو توکي ڪٽي فقير جي هٿ ۾ ڏنون اٿس پوءِ تنهنجي ماني ۽ ڪپڙي لٽي جو حق رکيو اٿس فقير تي ۽ فقير جي ڪم ڪرڻ جو ذمون لاڳو ڪيو اٿس تنهنجي سر تي. سو فقير هن وقت بخار جي زور ڪان پاڻي اوتي نٿو سگهي، تون پاڻي اوتي آڻي ڏي تہ پيان، پر نہ ڏنائين ۽ هليو ويو. طمع رکڻ جي ڳالهہ هن رنگ ۾ پيدا ٿي جو هڪ پيرو گهر ۾ مڇي جو پُلاءُ رڌو هئائون دل ۾ طمع پيدا ٿي انهيءَ مان اچ ڪائبو. حڪمت الــهي اهڙي ٿي جو تيار ٿيڻ تي گهر جي ٻاتين سڀن ڪاڌو، فقط هڪڙي ٻار جو ڀاڱو رکي ڇڏيائون، فقير سڀني جي دل تان لهي ويو، فقير ماني جي مهل اندر ويو ۽ طعام جي گهر ڪيائين سڀني کي فقير جي وسري وڃڻ جو ارمان ٿيو ۽ ٻار جي رکيل ڀاڱي لاءِ چيائون تہ انهي مان ئي ڪجهہ نوشجان ڪريو. فقير چيو تہ پرائي حصي مان کائڻ درست ڪين آهي، تنهنڪري صبر ڪري رهجي وياسين.

## جماعت سان نماز پڙهڻ جي فضيلت ۽ ان جو اثر

نماز جماعت سان پڙهڻ جي ڀلائي ۽ ان مان ڪهڙو اثر ٻانهن جي قلب ۾ پيدا ٿو ٿئي، انهي بابت حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن هڪ ڀيرو مجلس شريف ۾ هي نقل بيان فرمائي حاضرين جي بصيرت وڌائي.

نقل ڪنهن شهر ۾ هڪڙو سوداگر هو ۽ مال وٽس گهڻو هو ۽ هو اڪيلو سر، ڀاڀائين تہ سوداگري لاءِ پرديس ۾ وڃان، پر هن خيال کان وڃي نٿي سگهيو جو اهڙو ڪو ديندار امانتي ماڻهو نٿي سجهيس، جنهن وٽ پنهنجو مال محفوظ رکي ٻي اونون ٿي هليو وڃي، هڪڙو درويش انهي شهر ۾ هو تنهن وٽ مال کڻي آيو تہ ڀلائي ڪري هي امانت منهنجي پاڻ وٽ موٽي اچڻ تائين محفوظ ڪري رک.

فقير اها ڳالهہ قبول نہ ڪئي ۽ هنجي امانت پاڻ وٽ محفوظ رکڻ کان هي ڳالهہ چئي انڪار ڪيو تہ منهنجي هٿ ۾ اجان منهنجي دل ۽ پاس انفاس جو ذڪر بہ هٿيڪا رهي نٿا سگهن تہ تنهنجي امانت ڪيئن هٿ وسيڪي رکي سگهندس. اها امانت ڪنهن نماز جي پابند کي جو سڀ نمازون جماعت سان پڙهندوهجي، انکي ڏي، سو هيئن ڪر جو پاڙي جي مسجد ۾ وڃي جانچ ڪر ۽ ڏس تہ برابر چاليهہ ڏينهن ڪهڙو ماڻهو نماز لاءِ سڀن کان اڳي مسجد ۾ اچي ٿو ۽ جماعت سان نماز پڙهي سڀني کان پوءِ وڃي ٿو، تہ اهو اٿئي امين

انهي کي پنهنجي امانت سونپي پوءِ بي فڪرو ٿي هليو وڃ. رب تعاليٰ جي حڪمت جو شان جو هڪڙو چور جو انهي سوداگر جي مال کي تاڙيندو وتندو هو ۽ پٺيانس لڳو وتندو هو، تنهن کي بہ خبر هئي تہ سوداگر پنهنجو مال ڪنهن وٽ امانت رکڻ ٿو گهري تنهن جا فقير جي زبانان اها ڳالهہ ٻڌي تہ مال حاصل ڪرڻ جي اميد تي سوداگر جي پاڙي واري مسجد ۾ اچي نماز پڙهڻ ڪٽي شروع ڪئي. ڇا ڪندو هو جو ڏيهاڙي پنجئي وقتن تي ساجهر وضو ڪريو سڀني پاڙي وارن کان اڳي اچيو مسجد ۾ حاضر ٿيندو هو ۽ سڀن کان پوءِ مسجد مان نڪري گهر ويندو هو، سوداگر بہ فقير جي هدايت موجب سويرو ئي اچي مسجد ۾ وهندو هو تہ ڏسان تہ ڪير ٿو سڀني کان اڳي مسجد ۾ اچي ۽ سڀني کان پوءِ ٿو مسجد مان نڪري وڃي. چور کي ڏسندو رهندو هو تہ فقير جي ڏس موجب اهوئي امين ماڻهو آهي، قادر ڪريم جي قدرت جا رنگ ڇڄن، جو جڏهن چور چاليهہ ڏينهن جماعت سان سڀ نمازون بلاناغه پڙهيون تہ نماز جي نور هن جي دل کي اهڙو تہ پڪڙي ورتو جو چوري ۽ بدنيتي جو خيال منجهانس نڪري الله تعاليٰ جو حياءُ ۽ شرم منجهنس هنڌ ڪري ويٺو ۽ پنهنجن عيبن تي نظر پئجي ويس، دل کي غير خيالن کان بچائڻ جي ضرورت محسوس ٿي ويس. سوداگر جڏهن چاليهہ ڏينهن برابر هن کي ڏٺو تہ

بلاناغه پوري پابندي سان فقير جي اچڻ سارو نمازي ۽ امين آهي. سو پنهنجي مال جي ڳوٿري کڻي وٽس آيو ۽ چيائين تہ نوازش ڪري هي منهنجو مال تون پاڻ وٽ امانت طور سنڀالي رک تہ آئون مسافري تان موٽي اچي توکان وٺان. هن تمام گهڻي عاجزي سان جواب ڏنس تہ ادا مونکي انهي تڪليف کان معافي ڏي، آئون اجان رڳو پنهنجي دل کي ئي غير الله کان سنڀالي نہ ٿو سگهان سو پرائي شي مون کان ڪٿي سنڀالي ٿيندي، ڪنهن ٻي کي وڃي ڏي جو سانڊي رکي ۽ توکي سلامتي سان واپس پهچائي.

جماعت سان نماز پڙهڻ جي ٻي بزرگي ۽ ڀلائي بابت شمس الاولياء بدرالاتقياء سلطان العارفين حضرت غوث الحق قدس سره جن فرمايو آهي تہ مومن بندو جڏهن گهر ۾ وضو ساري جماعت سان گڏ نماز پڙهڻ لاءِ گهران نڪري مسجد ڏي ٿو هلي تہ ستر هزار ملائڪن جي جماعت انهي سان گڏ محافظ ٿي هلي ٿي، تہ متان واٽ ۾ هن کي ڪو شيطان خواهہ جِنُ نماز کان سيڙائي يا ڪاري يا متان ڪو بدن ۾ اهنج ايذاء ڏِيس. اهي ملائڪ انهي سان اهڙي نموني ۾ ٿا هلن جيئن بادشاهن ۽ اميرن سان انهن جا دور باش چوندڙ يعني ماڻهن کي پري ڪندڙ هلندا آهن، مسجد ۾ پهچڻ تي نماز پڙهجي بس ٿيڻ تائين اُهي ملڪ اتي منتظر ٿي ٿا وهن. جڏهن نماز کان فراغت ٿي وڃي تہ اهي ملائڪ وري هن شخص

سان گڏجي گھر تائين اوماڻ ٿا اچن. جڏهن هو شخص پنهنجي گھر ۾ گھڙي ٿو وڃي ته ملائڪ موٽي پنهنجي هنڌ ٿا اچن. اهو فرمائي پوءِ ارشاد ڪيائون ته هر ڪنهن مؤمن کي لائق آهي ته نماز پنج ئي وقت پنهنجي شهر جي جامع مسجد ۾ وڃيو جماعت سان پڙهندو ڪري.

## حضرت غوث الحق جي عليہ الرحمة کي حقيقت ۽ معرفت جو علم

حضرت غوث الحق قدس سره جن جو حقيقت ۽ معرفت ۾ ڪيڏو پايو هو ۽ انهن پنهي ڪمالن ۾ سندين ڪهڙي حد تائين رسائي هئي، انهي بابت قلم جي خشڪ نيلي کي طاقت نه آهي جو بالااستيعاب تحرير ڪري سگھي، نڪا ڪنهن زبان کي قدرت آهي جو ان کي بالاستقصاء تقرير جي پيرائي ۾ آڻي وٺي.

حضرت غوث جن حقيقت جا بحر ذخار ۽ معرفت جا درياء نا پيدا ڪنارا هئا غلط چيم، بلڪِ خود مجسم حقيقت ۽ معرفت هئا. يعني جيڪڏهن ڪنهن کي خود معرفت ۽ حقيقت کي چشم ظاهر بين سان ڏسڻ جو شوق هو ته اهو حضرت غوث الحق قدس سره جن جي ذات حقيقت صفات کي ڏسي حقيقت معلوم ڪندو هو، انهي مجسم حقيقت ۽ عين معرفت. معرفتن جا حقائق ۽ حقيقتن جا دقائق وقتاً فوقتاً متوسلن ۽ متعقدن

جي ازدياد بصيرت لاءِ پاڻا ڄاڻائي خواه ڪنهن سائل جي پڇڻ تي زبان معرفت اقتران حقيقت بيان مان جيڪي دُر شاهوار و جواهر آبدار القاء فرمايا آهن تن جو هيٺ بيان ٿو ڪجي.

## حقيقت جي تشريح

خدمت عاليہ حضرت الاوليا جناب غوث الحق قدس سره جن جي خدمت ۾ سوال ڪيو ويو تہ ياحضرت حقيقت ڪهڙي شيءِ آهي. پاڻ ارشاد فرمايائون تہ حقيقت اهڙي شي ڪين آهي جا چوندڙ چئي سگهي ۽ ٻڌندڙ ٻڌي پروڙي وٺي تہ هي شيءِ آهي. يعني الله تعاليٰ جي ذات قدسي صفات بلڪل بي چون ۽ بي مثال آهي ڪنهن عقل جي سمجھہ ۾ ڪين ايندي انهي ڪري ڪيس ڪنهن طرف ڏي هجڻ، مثلاً مٿي خواه هيٺ خواه سڄي کٻي، خواه سامهون يا پٺيان تصور ڪري ڪين سگهبو. سندس ذات اقدس فقط دل سان معلوم ڪري سگهبي جيئن چيو ويو آهي تہ ”قلب المؤمن عرش الله“ يعني الله تعاليٰ جو عرش مؤمن جي دل آهي تہ جيڪي انوار معرفت جا عرش عظيم تي وارد ٿا ٿين سي ساڳيا صافي قلب واري مؤمن جي دل تي نمودار ٿا ٿين. سو جهڙي طرح عرش اعظم انهن نورن جي وسيلي خداوندي حقيقت معلوم ٿو ڪري، پاڪيزه قلب بہ انهي وانگر حقيقت الـهي سمجهي ٿو وٺي. خلاصو مطلب تہ حقيقت

سبحاني کي معلوم ڪرڻ ڪم آهي فقط انسان جي قلب جو، نہ زبان خواه ڪَن خواه هٿ پير جو. تہ اهڙي شيءِ جنهن کي فقط دل ئي معلوم ڪري سگهي تنهنجي معلوميت جو بار زبان خواه ڪن تي وجهڻ نامناسب ۽ اجايو آهي. الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ ارشاد ٿو فرمائي "الرحمٰن علي العرش استوي،" يعني رحمٰن سبحانہ و تعاليٰ عرش تي قبضو ڄمايو آهي تہ اهو خود قلب تي قبضو ٿيو، هي بہ فرمايو ويو آهي، "اِنَّ فِيْ جَسَدِ آدَمَ لِمُضْغَةً وَّ فِي الْمُضْغَتِ فُوَادٌ وَ فِي الْفُوَادِ قَلْبٌ وَ فِي الْقَلْبِ رُوْحٌ وَفِي الرُّوْحِ سِرٌّ وَفِي السِّرِخَفِيٌّ وَ فِي الْخَفِيِّ اَخْفيٰ وَاَخْفيٰ اَنَا"، يعني انسان جي جسم ۾ هڪڙو ٻوٽ (هيون) آهي انهي ٻوٽ ۾ فواد آهي فواد ۾ قلب آهي قلب ۾ روح آهي، روح ۾ سر آهي سر ۾ خفي آهي خفي ۾ اخفيٰ آهي، اهو اخفي آهيان آئون. انسان جڏهن اهي لطائف حل ڪندو ۽ قلب جي ايترن اندروني حقيقتن کي سمجهندو تڏهن زباني حقيقت جو کو پتو پوندس، ڳالهين سان پتو نٿو پوي. ٻي حديث قدسي ۾ آيل آهي لَاغَيْرِيْ فِي الدَّارَيْنِ اَنَا الْاَوَّلُ اَنَاالْآخِرُاَنَا الظَّاهِرُ اَنَاالْبَاطِنُ، يعني دنيا ۽ آخرت ۾ جيڪي آهي سو آئون آهيان، مون کان سوا ٻي ڪا شي ڪانهي پهريون آهيان تہ آئون پويون آهيان تہ آئون ظاهر آهيان تہ آئون ڳجهو آهيان تہ آئون آهيان. انهن ڳالهن جو اصلي مطلب باطن وارا ئي سمجهن ظاهر وارن کي انهن لفظن جي ظاهري معنيٰ تي

لڳي گمراهہ ٿيڻ نہ گھرجي. حضرت موسيٰ جي ”اَرني“ چوڻ ۽ ”لَن تراني“ جواب ملڻ جو مطلب سندالعارفين حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن کان بعض معتقدن سوال ڪيو تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام رب تعاليٰ کان گھر ڪئي ”رَبِّ اَرِنِيۡ اُنۡظُرۡاِلَيۡكَ“[1] رب منهنجا مون کي پاڻ ڏيکار تہ تو ڏي نظر ڪريان. بارگاهہ بي چوني مان جواب مليس ”لن تراني“ بلڪل نہ ڏسي سگهندين مون کي. هي ڳالهہ مقرر ٿيل آهي تہ نبي سيڪو، ولي آهي، ولايت حاصل تڏهن ٿيندي آهي جڏهن سالڪ پنهنجو وجود فنا ڪندو، وجود جي فنا ڪرڻ کان اڳي ولايت ملندي ڪانهي. ۽ فنا وري تڏهن ڍهندي آهي جڏهن تجلي ميسر ٿيندي آهي يعني اول تجلي حاصل ٿئي تہ پوءِ فنا اچي. تڏهن چئبو تہ حضرت موسيٰ کي اجان فناء حاصل نہ ٿيو هو جو تجلي گهريائين تہ تجلي ٿيڻ تي اول فناء ملي پوءِ ولايت حاصل ٿئي تنهن کان پوءِ نبوت جي نوبت اچي، حضرت غوث الحق جن عليہ الرحمة سائل جو اهو مضمون معلوم ڪري ارشاد فرمايو، تہ تجلي هڪ قسم جي نہ آهي بلڪ تجلي جا بہ چار قسم آهن، هڪڙي آهي تجلي آثاري، ٻي آهي تجلي افعالي، ٽي آهي تجلي صفائي ۽ چوٿي آهي تجلي ذاتي.

حضرت موسيٰ عليہ السلام کي ٻيون تجليون سڀ حاصل ٿي چڪيون هيون فناء، ولايت ۽ نبوت اهي سڀ مقام حاصل ٿي چڪا هئا فقط ذاتي تجلي جي حصول

[1] الاعراف آيت: ١٤٣

جي طلب ۾ سڪ هيس جا انهي خاص قرب جي وقت ۾ گهري هئائين. سو اها تجلي (يعني ذاتي) حاصل ٿيندي آهي، محبوب کي. محب کي اها تجلي دنيا ۾ نہ ملندي آهي. حضرت موسيٰ جي منزل ۾ مقام محبي مقام هو، محبوبي مقام آهي خاص حضرت محمد ڪريم ﷺ جو. سو حضرت موسيٰ عليہ السلام حضرت رسول الله ﷺ واري مقام جي گهر ٿي ڪئي. اهو محبوبي مقام حضرت رسول الله ﷺ جي ڪامل متابعت کان سواءِ ملڻو ڪونهي ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام شرع محمدي ۾ متابعت سنة نبوي جو پابند هو ڪين، تنهنڪري اهو محبوبي مقام ڪيس نہ مليو. الله تعاليٰ انهي ڳالهہ ڏي اشارو ڪندي قرآن حڪيم ۾ ارشاد فرمايو آهي "قُلۡ اِنۡ كُنۡتُمۡ تُحِبُّوۡنَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُوۡنِيۡ يُحۡبِبۡكُمُ اللّٰهُ"[1] يعني: "اي محمد ڪريم تون چؤ انهن ماڻهن کي جيڪي دعويٰ ٿا ڪن تہ اسين الله تعاليٰ سان محبت ٿا رکون تہ توهين منهنجي پيروي ڪريو تہ الله تعاليٰ توهان سان محبت ڪرڻ لڳي". يعني منهنجي متابعت ڪريو تہ الله تعاليٰ جا محبوب ٿي پئو ۽ محبوبي مقام تي ترقي ڪري وڃو، اتان صاف ظاهر ٿيو تہ محبوبي مقام حضرت رسول الله ﷺ جي متابعت جي وسيلي سان حاصل ٿيندو نہ ٻي ذريعہ سان.

[1] آل عمران آيت: ٣١

## روح جي حقيقت بابت ارشاد

حضرت غوث الحق رحمة الله عليہ جن جي خدمت مقدس ۾ روح جي حقيقت لاءِ سوال ڪيو ويو تہ روح ڪهڙي شيءَ آهي. پاڻ جواب ۾ ارشاد فرمايائون تہ الروح عين الانسان يعني انسان خود روح آهي. مطلب هي آهي تہ سالڪ جڏهن پنهنجي پاڻ ڪي اندر جي اکن سان سڃاڻي معلوم ڪندو آهي تہ ڪيس روح جي پاڻان ڄاڻي حقيقت معلوم ٿي ويندي آهي. وري پاڻ فرمايائون تہ سڀ روح هڪ شي آهن ڌار ڌار نہ آهن، الله تعاليٰ فرمائي ٿو: "وَ نَفَخْتُ فِيْهِ مِن رُّوحِيْ" - يعني آدم ۾ مون پنهنجي روح مان ڦوڪيو. وري فرمايائون تہ روح هڪڙو وڏو اونهو راز آهي جنهن جو ڪولي اهڙو بيان ڪرڻ جو ماڻهن ڪي اهو چڱو سمجهہ ۾ اچي ۽ ماڻهو انهي ڪي چڱي طرح معلوم ڪري وٺن تہ شريعت جي حڪم موجب ممنوع آهي. تنهنڪري انهي ڪي مبهم طور بيان ڪرڻ ڪان سواءِ چٽائي سان ظاهر ڪري نٿو سگهجي. انهي راز ڪي نڪو ڪنهن پيغمبر افشا ڪيو آهي نڪو ڪنهن معرفت واري ولي ڪوليو آهي. ٻيا تہ سڀ ٺهيا پر خود حضرت رسول الله ﷺ ڪي بہ جو سڀني نبين جو بادشاهہ آهي الله تعاليٰ جي طرفان هن طرح حڪم ٿيو تہ ماڻهن ڪي چئو تہ روح منهنجي رب جو امر آهي. ۽ حضور عليہ الصلوات والسلام جن ڪڏهين

لہ الحجرات آيت: ٢٩-

فرمايو آهي تہ اَلرُّوحُ عينُ الاِنسَانُ گويا فرمائن ٿا تہ انسان روح وانگر هڪڙو وڏو راز خدائي آهي جيئن حديث قدسي جو مضمون آهي تہ "انسان منهنجو راز آهي ۽ آئون انسان جو راز آهيان" ۽ هي بہ انهي بابت منقول آهي تہ خَلَقَ اللهُ آدَمَ عَليٰ صُوْرَتِهٖ- يعني الله تعاليٰ آدم کي پنهنجي صورت تي پيدا فرمايو، هي اشارو بہ انهي پاسي آهي "خَلَقَ آدَمَ عَليٰ صُوْرَتُ الرَّحْمٰنُ- يعني آدم کي رحمٰن جي صورت تي خلقيو ويو. تہ اهي سڀ مقولا انساني حقيقت ۽ بشري ماهيت ڏي اشارو ڪندڙ ۽ ڏس ڏيندڙ آهن، ۽ انسان روح الاهي جو ڪرشمون آهي، بس انهي کان وڌيڪ بيان ڪرڻ جي شرعي اجازت نہ آهي.

(يعني فقط انسان کي ئي خاص شڪل ۽ صورت الله تعاليٰ عطا فرمائي آهي.)

## ذڪر خفي جي حقيقت

انهي بابت ارشاد هڪڙي فيض جي طالب حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي خدمت اقدس ۾ ذڪر خفي جي تلقين ڏيڻ جو عرض ڪيو، يعني تہ مون کي خفي ذڪر ڪرڻ جي وات سمجهايو. پاڻ ارشاد فرمايائون تہ ذڪر خفي جا ڪي لفظ ۽ ان جو ڪو آواز هجي تہ توکي انهن لفظن ۾ ڪري سمجهائجي. انهي جو نڪو آهي لفظ نڪو اتس آواز ۽ لهجو، پوءِ توکي ڪهڙي طرح ان جي ڪرڻ جي تلقين ڏجي تنهنڪري تون اول زباني ذڪر جلي ڪثرت سان وجي ڪماءِ تہ انهي مان توکي ذڪر خفي پيدا ٿئي ۽ توکي معلوم ٿي رهي تہ هاڻي ذڪر خفي ٿئي ٿو.

## اخلاص جي حقيقت ۽ ان جي معنيٰ

حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي خدمت فيض موهبت ۾ هڪ ڀيري اخلاص جو ذڪر اچي هليو، تنهن تي ڪنهن ان جي حقيقت بيان ڪرڻ جو عرض گذاريو تہ اخلاص ڇا آهي، پاڻ ارشاد فرمايائون تہ اخلاص هي آهي تہ مخلص ٻانهون جيڪو بہ قول خواه فعل خواه ڇُرڻ ۽ نہ ڇُرڻ وارو ڪم ڪري تہ اهو سمورو خالص الله تعاليٰ جي واسطي هجي. تنهن تي وري سوال ٿيو تہ خالص ۽ مخلص جي ڪهڙي معنيٰ آهي. پاڻ فرمايائون تہ اوهان کي هڪڙو مثال ٿو ٻڌائجي من اهو اوهان جي دلين ۾ ڪپي وڃي. ڏسو مينهن ۽ ڳئون جي جسم ۾ کير بہ آهي رت بہ آهي ڇيڻ بہ آهي، مُتُ بہ آهي. پر جڏهن انهن کي ڏهجي ٿو تہ خالص کير ٿو منجهائن نڪري، ٻي شي ڪانہ ٿي نڪري. هنن ٽن گندين شين مان ٿوري خواه گهڻي جيڪڏهن کير ۾ پئجي وڃي تہ انهي کير کي ڪوبہ ماڻهو قبول نہ ڪندو ۽ نہ ڪو پيئدو جو حرام جي صفت منجهنس گڏجي ويئي آهي. تہ اهڙي طرح انسان ۾ اخلاص ۽ اللهيت بہ آهي ۽ نفساني غرض بہ آهن، ۽ اللهي ڪم ۾ جيڪڏهن ڪو ذرو بہ نفساني ڪم جو گڏجي پيو تہ اهو سمورو ڪم گندو ٿي پيو. الله تعاليٰ جي درگاهہ ۾ قبوليت جي درجي

کان محروم رهجي ويو. جيڪو عمل درگاهه باري کان مردود ٿوٿئي تہ اهو عمل ڪندڙ کي موريگو بددعا تو ڏي يعني پٽي ٿو، تڏهن مخلص کي کپي تہ جيڪي بہ ڪري تہ محض الله تعاليٰ جي واسطي ڪري تہ رب تعاليٰ جي درگاهہ ۾ قبوليت جو شرف پرائي ۽ دين سندس خالص رهي. الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ ارشاد ٿو فرمائي، اِنَّآ اَنْزَلْنَآ اِلَيْكَ الْكِتَابَ بِالْحَقِّ فَاعْبُدِاللّٰهَ مُخْلِصًا لَّهُ الدِّيْنَ[1] يعني اسان تو ڏي هي ڪتاب يعني قرآن حق سان موڪليو آهي، تنهن ڪري تون پنهنجي دين کي خالص ڪندي رب تعاليٰ جي عبادت ڪر. ٻئي هنڌ فرمايو اَلَا لله الدين الخالص يعني الله تعاليٰ کي توهان جو دين (يعني سڀ ڪم) خاص ٿو کپي ٻئي هنڌ فرمائي ٿو. لَآاِلٰـهَ اِلَّاهُوَ فَادْعُوْهُ مُخْلِصِيْنَ لَـهُ الدِّيْنَ[2] يعني اللهتعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪو معبود برحق ڪونهي، تنهن ڪري اوهين ڪيس دين کي خالص رکندي سڏ ڪريو. ٻيو فرمايو اَتس قُلَ اني اَمرتَ ان اعبدالله مُخلصا له ديني، يعني چئو اي محمد ڪريم ﷺ تہ مون کي حڪم ڪيو ويو آهي تہ آئو دين کي خالص ڪندي الله تعاليٰ جي عبادت ڪريان. تہ ايترن تاڪيدن هوندي جيڪڏهن خدا جي پناه عمل ۾ ڪو ترِ جيترو بہ رياءِ ۽ نفساني غرض گڏجي ويو تہ گند گڏيل کير وانگر مردود ۽ غير مقبول ٿي پوندو.

[1] الزمر آيت: ٢ . [2] مؤمن آيت: ٦٥

## طالب ۽ طلب ڇا آهي

ساڳي طرح طالب ۽ طلب جي سوال جي جواب ۾ تقرير فرمائي اهو ڪير ۾ گند گڏجڻ وارو مثال بيان ڪري ارشاد فرمايائون تہ سچي طلب ۽ سچي طالب جو شان هي هجڻ کپي تہ سندس دل ۾ ايترو ذرو بہ جو قابل تقسيم نہ هجي، يعني جنهن ذرڙي کي ڪٽي وراهجي تہ وراهجي نہ سگهي، هوا ۽ هوس جو ۽ دنيا و آخرت جي نعيم جو (نعمتن جو) خيال نہ هجيس ۽ نہ ڪي انهن جي حاصل جو آسرو انهي عمل ڪرڻ مان هجيس بلڪل عمل ڪرڻ مان سندس خاص مولا سائين جو ملڻ ۽ ان جو رضامندو حاصل ٿيڻ هجي.

## نامراد ڪير آهن

نامراد جي معنيٰ ۽ اُن جي حقيقت جو بيان صائم الدهرقائم الليل، صاحب الڪشف واليقين درويش محمد امين ڳالهہ ٿو ڪري تہ هڪ ڀيري حضرت غوث الحق عليہ الرحمت جن جي خدمت فيض موهبت ۾ پهتس تہ فضل خداوندي سان حضرت خضر عليہ السلام جي زيارت جو شرف حاصل ٿيو. مون حضرت خضر عليہ السلام کان پڇيو تہ حضرتاً اوهان کان وڏيڪ پيارو

ماڻهو بہ کو هن مجلس منيف ۾ آيو آهي. جواب ۾ چيائين تہ مون کان پلا بہ هن هنڌ آيا آهن، تڏهن اچي پڇيم تہ توهان کان پلو ڪير آهي، چيائين تہ مون کان پلو اهو ماڻهو آهي جو نامراد آهي ۽ نامراد اهڙن ماڻهن کي چئبو آهي، جن جي دلين ۾ دنيا ۽ آخرت جي ڪابہ مراد پسند نہ هوندي آهي، يعني جن کي محض رب تعاليٰ جي سڪ ۽ طلب آهي تن کي نامراد چئبو آهي. حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جو فرمودو آهي تہ ”اهي ماڻهو آهن الله تعاليٰ جا سچا طالب، انهن جو مرتبو تمام اعليٰ آهي، ايڏو مرتبو اتن جو خود پيغمبرن کي انهن جي خدمت ڪرڻ جو امر ٿيل آهي“. حديث قدسي ۾ حضرت دائود عليٰ نبينا و عليہ الصلوات و السلام کي امر ٿيو تہ يَا دَائُود اذا را ٔيت لي طالباً فکن له خادماً يعني تو وٽ جيڪي ماڻهو اچن ٿا تن ۾ جڏهن ڪو ماڻهو منهنجي طلب ڪندڙ نظر اچي وڃئي تہ ان جو خادم (خدمت گذار) ٿي رهج.

انبياء ڪرام کان وڌيڪ ڪوهن جو طالب سمال آهي
انبياء ڪرام مخدوم آهن انهن جي لاءِ خدمت جو حکم
خدا جهتر جا اي ٿو

## خليليت ۽ محبوبيت ۾ فرق

يعني خليل ڪنهن کي ۽ محبوب ڪنهن کي چئبو آهي حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جي خدمت فيض درجت کان هڪڙي شخص سوال ڪيو تہ "حبيب ۽ "خليل" ۾ ڪهڙو فرق آهي يعني "خليل" ڪهڙي ڪامل کي چئبو آهي ۽ "محبوب" ڪهڙي ڪامل جو شان آهي، پاڻ جواب ۾ ارشاد فرمايائون تہ "خليل انهي کي چئبو آهي جو هميشہ هن ڳالهہ جو منتظر رهي ۽ هي ڏيان هجيس تہ دوست(الله)کو حڪم مون کي فرمائي ۽ امر ڪري تہ فلاڻو ڪم ڪر تہ اهو ڪم وڃي ڪريان. حبيب يعني محبوب انهي کي چئبو آهي جنهن جي لاءِ خود دوست کي هن جو ڏيان ۽ انتظار هجي تہ منهنجو محبوب مون کان ڪاٻہ شي گهري تہ اها ڏيانس. ايئن چئي وري هٿ کي جهٽڪو ڏئي چنڊي هي فرمايائون تہ، "محبوب کي دوست کان سواءِ هڪڙي هي بہ خواهش هوندي آهي تہ آئون دوست کان ڪجهہ بہ طلب نہ ڪريان". يعني دوست کان ڪجهہ بہ نہ گهران تہ چڱون. مطلب تہ "حبيب" (محبوب) کي فقط دوست جي حاصل ٿيڻ ۽ ملڻ جي طلب ۽ گهر هوندي آهي تہ مون کي دوست ملي، دوست کان سواءِ غير دوست جي ڪا گهر طلب نہ هوندي اٿس، تنهنڪري دوست کان ريگو سندس (دوست) گهر ڪندو آهي تہ

تون مون کي مل ۽ حاصل ٿي پي ڪابہ شي دوست کان نہ گهرندو آهي، جو ٻي هر ڪا شي غير آهي.

## نـفس ڇا آهي

انهي بابت حضرت غوث الحق جن جو فرمودو: حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن کان هڪ پيري ڪنهن شخص سوال ڪيو تہ روح ۽ نفس ۾ ڪهڙو تفاوت آهي. پاڻ اهو سوال ٻڌي استفسار فرمايائون تہ ڪير آهي جو اهڙو سوال ٿو ڪري. مجلس شريف جي حاضرن مان ڪن ماڻهن جواب ۾ عرض گذاريو تہ قبلا هڪڙو طالب ٿو پڇي، پاڻ ارشاد فرمايائون، تہ الله تعاليٰ پنهنجي پاڪ حبيب حضرت محمد ﷺ کي اهڙي سوال جي جواب ڏيڻ لاءِ ارشاد فرمايو آهي تہ قُلِ الرُّوحُ مِنْ اَمْرِرَبِّيْ[1] "روح" الله تعاليٰ جي امر جي عالم مان آهي. يعني حقيقت بيان ڪري سگهبي آهي اهڙي شي جي جيڪا عالم اجسام جي هوندي آهي ۽ روح عالم اجسام مان آهي ئي ڪين. پوءِ انهي جي ڳالهہ ڪئين ٿي ڪري سگهجي ۽ ڪيئن ڪنهن کي سمجهائي سگهجي ٿي. انهي جي پروڙ پوندي آهي معنوي ۽ باطني طرح سان ساهن طرح ٿيندي جو افضل الذڪر، يعني ڪلمئہ لاَ اِلٰہ الاالله جي تلقين جيڪو ماڻهو ڪامل مرشد کان وٺي انهي جي ايتري قدر مداومت ۽ ڪثرت ڪري، جو جتي هجي اتي جا وڻ ٽڻ پتر پتر سڀ ذڪر ڪندا ڏسي ۽

[1] بنی اسرائیل آیت ۸۵

سڄي دنيا ۾ تهليل شريف جي تنوار پئي ٻڌڻ ۾ اچيس، ۽ لحظو بہ ذڪر ڪان خالي نہ هجي، خدائي منهن ڪان پري رهي ۽ امور رباني برابر بجاءِ آڻيندو رهي، ۽ الله تعاليٰ جي فضل ۽ ڪرم سان سندس دل ذڪر اللهي سان ڀرپور ۽ پُر آواز هجي ۽ سندس سڀ عضوا عبادت خداوندي جي نور سان روشن ۽ منور هجن، ظاهري باطني حسَ اُن جا مراقبه ۽ شهود جي سوجهري سان سينگاريلَ ۽ جلا ورتل هجن ۽ نفلن جي قوت ڪيس اهڙي طرح پهتل هجي جهڙي طرح قدسي حديث ۾ وارد آهي "ڪُنْتُ اَنَاسَمعَهٗ وَ بَصَرَهٗ وَ قَلْبَهٗ وَ يَدَّهٗ وَ رَجلَهٗ تہ ٻانهون نفل اداء ڪندي مون ڪي اهڙو ويجهو ٿي ٿو وڃي جو آئون انهي جو ٻڌڻ ۽ ڏسڻ ۽ دل ۽ هٿ پير ٿي ٿو پوان. جنهن جو مطلب آهي تہ ٻانهون الله تعاليٰ جا نفلي ڪم اداء ڪري اهڙو محرم اسرار ٿي وڃي جو جيڪي ٻڌي تہ حق ڪان ٻڌي جيڪي ڏسي تہ حق ڏسي جيڪي چوي سو حق مان چوي ۽ اَنَااَقُوْلُ وَاَنَااَسْمَعُ جي حقيقت وڃي هٿ ڪري يعني جيڪي ٻانهي جي زبان ڳالهائي ٿي ڪري تہ اها آئون ٿو چوان ۽ جيڪي ٻُڌي ٿو آئون ٿو ٻڌان. جڏهن زباني قرب جي انهي مرتبي ٻانهو ۾ وڃي رسندو تہ هاڻي فرضن جي قرب ڪي وڃي پهچندو جنهن جو مطلب آهي ذات جو ذات ۾ فنا ٿيڻ يعني ٻانهي جي ذات (جند يا هستي) جو حق جي ذات ۾ گهر ڪري وڃڻ. جڏهن ائين ٿي پيو

تہ ﭘانهون ﭘاڻ کي معلوم ڪندو تہ آئون آهيان ئي ڪونہ ۽ پنهنجو ﭘاڻ سچ پچ نظر ايندو ئي ڪونہ ﭘاڻ کي سمجهندو تہ مون ۾ فقط حق جي ذات (هستي) موجود آهي منهنجي وجود جو نڪو نشان آهي نڪو پتو آهي، ﭘاڻ وتندو ڳوليندو تہ لهندو ئي ڪين، پوءِ جهڙي طرح ذات حق جو پيو ﭘاڻ ۾ مشاهدو ڪندو تهڙي طرح حق تعاليٰ جي سڀني صفتن جو بہ ﭘاڻ ۾ مشاهدو پيو ڪندو ۽ هي پيو نظر ايندس لَاذَاكِرُ وَلَامَذْكُوْرُ وَلَا شَاهِدُ وَلَامَشْهُوْدُ وَلَانَاظِرُ وَلَا مَنْظُوْرُ اِلَّااللهَ. يعني نڪو آه ذڪر ڪندڙ ۽ نڪو آهي اهو جنهن جو ذڪر ٿو ڪجي، نڪو آهي ڏسندڙ ۽ نڪو آهي اهو جنهن کي ٿو ڏسجي، نڪو آهي نهاريندڙ نڪو آهي اُهو جنهن ڏي نظر ٿي ڪجي، جيڪي آهي سو آهي الله تعاليٰ. پوءِ حضرت غوث الحق جن اتي فرمايو تہ جڏهن سالڪ انهي مرتبي کي پهچي ويندو تہ نور کي وجي پهتو ۽ روح خود حق آهي. سو جن نور جو معائنو ڪيو تنهن "وَنَفَخْتُ فِيْهِ مِنْ رُّوْحِيْ" جي حقيقت کي پروڙي ورتو ۽ انهي حقيقت کي پهچي ويو ۽ انهي حقيقت کي پهتو تہ ﭘاڻهي سمجهي وٺندو تہ روح ڪهڙي شي آهي، اها آهي روح جي حقيقت. جي خدانخواستہ مٿين ڪمن جي ابتڙ ڪمن سان مشغول ٿيو، يعني الله تعاليٰ جي حڪمن کي جڏيائين ۽ انهن جي عوض جهليلن ۽ منع ٿيلن ڪمن جو ڪندڙ ٿي پيو تہ مٿس اچي غفلت ۽ نسيان جو غلبو

پيدا ٿيندو. الله تعاليٰ جي ياد وينديس وسري سڀني عضون ۽ حسن ۾ اچي ٿينديس غفلت جي اونداه، تنهن ڪري سڀ حِس ظاهري باطني ۽ سڀ عضوا ٿي پوندس ڪارا ۽ سياه تنهنڪري پيا ٿيندا ڪانئس ڪم بي شرعي ۽ گناهن جا فعل اکين سان جيڪي ڏسڻ ۾ ايندس سو رڳو ناحق ۽ باطل، ۽ ڳالهائيندو جيڪي تہ سڀ فسق ۽ فجور تان جو اها اونداهي وڌندي وڌندي وڃي انهي حد کي رسندي جو جيڪي نظر ايندس سو پنهنجو پاڻ، اچي پوندو خود بيني ۽ خود نمائي ۾، جو منبع آهي عجب تڪبر جو يعني پاڻ کي چڱون ڀانئيو پيو خوش ٿيندو ۽ سمجهندو پيو تہ سڄي جهان ۾ چڱو ۽ سهڻو ۽ ڀلارو ڪو آهي تہ اهو آئون آهيان، يا ڪو شريف ۽ عزت وارو انسان دنيا ۾ آهي تہ اهو بہ آئون آهيان، ٻيا سڀ مونکان گهٽ ۽ نيچ آهن، انهي حد کي پهتو تہ عين نفسانيت کي پهچي ويو اها آهي حقيقت نفس جي ۽ اهو آهي فرق روح ۽ نفس جو يعني روح آهي نور ۽ نفس آهي اونداهہ. روحانيت وارو انسان سدائين روح ۽ راحت ۾ رهندو، نفسانيت وارو ماڻهو ٻنهي جهانن ۾ خواري ۽ نااُميدي کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ پرائيندو باقي جيڪڏهن رحمت الاهي سندس دستگيري ۽ فرياد رسي فرمائي ۽ پويون پساهہ سندس ڪلمہ لااله الاالله جي قولي خواه حڪمي چوڻ تي پورو ٿيو تہ اميد آهي تہ دارآخرت جي خساري کان بچي پوندو.

## ذاڪر کي ذڪر کان ڪڏهن واندو ٿيڻ گهرجي

سائل پڇيو ذاڪر کي ذڪر کان ڪڏهن واندو ٿيڻ گهرجي يعني ڪڏهن واندو بہ ٿيندو يا نہ؟ پاڻ فرمايائون تہ هائو جڏهن ذاڪر ”ذڪر“ کان لنگهي ”فڪر“ ۾ اچي رسي تہ پوءِ ”ذڪر“ جي ضرورت نہ اٿس. وري پڇيائين تہ فڪر کان ذاڪر ڪڏهن واندو ٿي سگهندو. فرمايائون تہ جڏهن سالڪ شهود کي رسندو. وري پڇيائين تہ شهود کان سالڪ ڪڏهن فارغ ٿيندو پاڻ فرمايائون فڪر منزل آهي قلب ۽ شهود جي منزل آهي روح. پوءِ جڏهن شهود ”عيان“ جي درجي کي ٿو پهچي تہ مشاهده مان ڦري معائنہ ٿو ٿئي، ۽ ”روئيت“ انهي کي ٿو چئجي، وري سائل پڇيو تہ ”رويت“ کان فارغ ٿيجي ٿو يا نہ؟ فرمايائون تہ هائو، رويت کان بہ فراغت ٿئي ٿي. يعني ’رويت‘ وقت رائي ۽ مرئي بہ شيون يا بہ وجود آهن هڪڙو رائي يعني ڏسندڙ ٻيو مرئي جنهن کي ڏسجي ٿو، پر جڏهن اها ٻيائي نڪري ويندي آهي ۽ سڀ واسطا برطرف (دور) ٿي ويندا آهن، تہ سالڪ کي خالق ۽ مخلوق جي وچ ۾ ڪو فرق نظر نہ ايندو آهي پوءِ ڏسندڙ ۽ مخلوق ڏسبو ئي ڪونہ فقط ڏٺل ۽ خالق ٻيو نظر ۾ ايندو اها آهي ”عين وحدت“ . اتي ’ نفس‘ ۽ ’روح‘ جي سچي حقيقت سالڪ کي معلوم ٿي ويندي آهي ۽ روح ۽ نفس جو جلوو ظاهر ٿيندو آهي، و ذَالِکَ هُوَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ. المؤمن: ٩

## حقيقت ڇا آهي

”حقيقت“ هن ڳالهه کي ٿو چئجي جو ٻانهو الله تعاليٰ جي ذات پاڪ کي پنهنجي خيال ۾ جنهن نموني سان تصور ٿو ڪري، انهي ڪان ڪيس منزه ۽ برتر ڄاڻي يعني جيتري قدر بہ سالڪ سنا۽ پاڪيزا تصور ڏٺي تعاليٰ جي ذات کي سندس صفات بي چوني سان ڏيان ۾ آڻي يا خيالي صورت ۾ ڏسي پڪ ڪري تہ هي ذات اللهي سچ پچ آهي تہ ذات حقيقي اها نہ آهي، بلڪ انهي ڪان بہ اجان بالاتر ۽ پاڪيزي آهي، اهي سڀ خيال ۽ وهمي صورتون ۽ غير آهن وري پاڻ فرمايائون تہ الله تعاليٰ کي نہ ڄاڻجي تہ ڪو زمين ۾ آهي ۽ نہ سمجهجي تہ آسمان ۾ آهي نہ چئجي تہ سامهون يا پٺيان آهي ۽ نہ تصور ڪجي تہ ڪو سڄي ڪٻي آهي. يعني اهڙي طرح جا جيڪي بہ خيال فهم ناقص ۽ عقل ناڪامل ۾ ايندا رهن تہ انهن کي مردود ۽ باطل يقين ڪري ذات منزه خداوندي کي انهن ڪان پاڪ ۽ عالي شان تصور ڪري، سائل وري دل ۾ هي خيال آندو تہ پوءِ ڪهڙو خيال ۽ تصور ذات خداوندي جو ڪجي. فوراً پاڻ ارشاد فرمايائون تہ قَلبَ المُومنُ عرش الله يعني مومن پاڪيزي دل واري جو قلب آهي عرش الله تعاليٰ جو، اهو جڏهن روح، سر، خفي، اخفي جا مقام ۽ انهن جا مدارج طي ڪندو، تڏهن معلوم ڪندو تہ قلب جي لطيفي ۾ عرش سان

ڪهڙي مناسبت ۽ مشابهت آهي ۽ ڪهڙي طرح مومن جو قلب الله تعاليٰ جي عرش هجڻ جي قابليت ۽ استعداد ٿو رکي ۽ الله تعاليٰ جو انهي تي استواء ۽ سندس انهيءَ ظهور جو جلوو ڪهڙي طرح آهي غرض تہ اتي حقيقت جي پوري ماهيت سالڪ کي معلوم ٿي رهندي. شڪ کان نڪري اطمينان ۽ سڪينة ۾ اچي ويندو.

## حقيقي روزو ڪهڙي طرح رکبو آهي ۽ ڪير رکندا آهن

حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جي مجلس اقدس ۾ هڪڙي نيڪ بخت بزرگ جي ڳالهہ اچي نڪتي تہ فلاڻو شخص هميشہ ڏينهن جو روزائتو ۽ رات جو پيرين پر بيهي نماز پڙهندڙ آهي. نہ تہ ڪو ڏينهن روزي کان خالي اٿس نہ ڪا رات عبادت کان واندي . پاڻ اها ڳالهہ ٻڌي ارشاد فرمايائون تہ ڪائڻ پيڻ ۽ سمهڻ سڀ وراهيل شيون آهن، يعني هر ڪنهن جي نصيب ۾ اڳ لکجي چڪيون آهن، جنهن ڪري هر ڪو ماڻهو پنهنجي لکئي موجب اوترو قدر کائي پيئي ٿو ۽ سمهي جاڳي ٿو. پنهنجي نصيب کان وڌيڪ خواه گهٽ ڪنهن کي نٿو ملي تنهنڪري اهي روزا ۽ اهو اوجاڳو چئبو تہ انهي جي قسمت موجب آهن اها ڪا بزرگي نہ آهي نہ ڪي اهڙن ڳالهين کي صيام الدهر ۽ قيام الليل چئبو. حقيقي روزه دار اُهي ماڻهو آهن جي خطرن جي

ڪاڏي پيتي ڪان اندر ڪي بکيو رکيو ويٺا آهن ۽ دل ۾ غير جي وهمن ۽ خيالن کي اچڻ نٿا ڏين، تن جي ننڊ آهي ته عبادت آهي، سجاڳائي آهي ته طاعت آهي. انهن جو چرڻ پرڻ ۽ آرام وٺڻ تسبيح آهي ۽ ساهه کڻڻ رب تعاليٰ جي تحميد (حمد و ثنا ڪرڻ) آهي نه ڪيڻ عادت آهي الله تعاليٰ قدير جي، ۽ ٻي ڪي ڪارائڻ صفت آهي رزق ڏيندڙ قديم جي وَهُوَيُطْعِمُ وَلَايُطْعَمُ[1] يعني ٻين کي کارائي ٿو پاڻ نٿو کائي.

## ذڪر ۽ مشاهدي ۾ فرق

حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جي خدمت فيض موهبت ۾ هڪڙي سالڪ جي حالت جو اچي ذڪر نڪتو، ته فلاڻي شخص کي ٻارنهن سال ٿيا آهن جو نڪو ٿو کائي پئي نڪو ٿو ڪنهن پاسي نهاري ڏسي، اکيون آسمان ۾ لڳيون پيون اٿس، انهي هڪڙي حالت ۾ رهندو اچي ٿڪجي ئي ڪين ٿو، انهي جو ڇا حال آهي ۽ ڪهڙي مقام ۾ آهي، ماڻهو چون ٿا ته اهو مشاهدي ۾ پهچي ويو آهي. پاڻ فرمايائين ته اسم سڳوري الله ان ۾ وڃي هنڌ ڪيو آهي، جنهنڪري هو سين ڪان پڇي ڪپجي ڏار ٿي پيو آهي، جو ڪنهن ڏي ڏيان ڪونهيس، الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ ٿو فرمائي، وَاذْكُرِاسْمَ رَبِّكَ وَتَبَتَّلْ اِلَيْهِ تَبْتِيْلاً[2] يعني پنهنجي رب جي نالي جو ذڪر ڪر ۽ ٻين سڀني ڪان سمورو ڇڄي

[1] الانعام آيت:١٤ - [2] المزمل آيت: ٨

ڪيچي ڏار ٿي پؤ. تہ انهي مان ثابت ٿيو تہ ڪل ڪان ڪيچي ڏار ٿيڻ اسم الله جي هنڌ ڪرڻ جو تاثير آهي، تنهنڪري اهو شخص اڃان ذڪر ۾ آهي باقي "مشاهدي جو مقام سو اڃان اڳي آهي.

## علم حجاب اڪبر هجڻ بابت ارشاد

هڪڙي شخص حضرت غوث الحق رح جن جي خدمت اقدس ۾ التماس گذاريو تہ هي جو چيو ويو آهي تہ العلم حجاب الله الاڪبر تہ انهي جو مطلب ڇا آهي. پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ انهي جو مطلب اهو نہ آهي جئين ماڻهو ٿا سمجهن تہ علم الله تعاليٰ ڪان ماڻهو کي روڪي ٿو ۽ ملڻ نٿو ڏي.

بلڪ انهي جو هي مطلب آهي تہ ظاهري علم خدا شناسي لاءِ هڪڙو عمدو ذريعو ۽ اوزار آهي. (جهڙي طرح عينڪ جو شيشو ڏسڻ ۾ تہ هڪڙو پردو ۽ حجاب آهي پر پنهنجي روشني ۽ شفافي جي ڪري اکين جي نظر کي شين جي ڏسڻ ڪان روڪ نٿو ڪري، بلڪ نظر کي مدد ٿو ڏي جو پري واريون شيون چڱي طرح ڏسڻ ۾ ٿيون اچن، ۽ نظر کي پري وڃن جي طاقت ٿي ملي[1]) تهڙي طرح ظاهري علم الله تعاليٰ جي معرفت جون شڪي ۽ پراهيون ڳالهيون ويجهيون ۽ سڌيون ڪري ٿو ڏي جنهن ڪري سالڪ کي الله تعاليٰ جي تنزيه ۽ تقديس ۾ علم جي هجڻ ڪري ڪوشڪ ۽ شبهو پيدا نٿو ٿئي

[1] اها تشريح ۽ سمجهاڻي مترجم جي طرفان آهي.

ڄو جو علم وارو جڏهن تہ الله تعاليٰ جي ذات ۽ صفات جي خواصن کان قرآن ۽ حديث جي نصوص کان بجواب ماهر آهي ۽ سلوڪ ۾ نفساني ۽ شيطاني چلڪن جا ڪوڙا نور گهڻان سارا سالڪ جي تڙڪائڻ ۽ گمراه ڪرڻ لاءِ پيش ٿا اچن، جن کي جاهل سالڪ بسا اوقات ذاتي خواه صفاتي تجليون يقين ڪري انهي باطل ۽ ناحق کي بي علمي ۽ جهالت کان حق سمجهي انهن جي پويان وڃي گمراهہ ٿي ٿو پوي. علم وارو سالڪ ظاهر علم جي برڪت ۽ مدد سان رحماني ۽ شيطاني تجلين جي وچ ۾ فرق معلوم ڪري گمراه نٿو ٿيئي بلڪ حقاني تجلي کي حق سمجهي انهي جي پويان ٿو هلي ۽ شيطاني روشني کي لاحول ولاقوة الابالله جي پڙهڻ سان تڙي رد ڪري ان کي باطل ۽ ناحق سمجهي انهي جي اتباع ۽ اعتقاد کان پاڻ کي روڪي ضلالت ۽ گمراهي کان بچي ٿو وڃي ۽ ٻين کي پڻ بچائي ٿو وٺي. تہ انهي اعتبار ۽ فائدي جي بناء تي علم کي وڏو حجاب يعني خدا شناسي جو وڏو اوزار چيو ويو آهي، تہ حجاب جي معنيٰ روڪيندڙ پردو يا مانع حجاب نہ آهي، بلڪ تيز بيني ۽ دور بيني جو عمدو آلو آهي.

## حضرت غوث الحق جن غيبي واردات بابت تحقيق

جهڙي طرح مٿي گذريو تہ سالڪ کي سلوڪ ۾ شيطاني تجليون بہ بعض اوقات پيش ايندڙيون آهن، پوءِ

عالم سالڪ انهن کي علم جي زور سان رد ڪندو آهي. تهڙي طرح حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن خود به پنهنجي ابتدائي حالات ۾ ائين عمل فرمائيندا هئا. جنهن جو مطلب ۽ مقصد هي آهي ته سالڪ کي پنهنجي سلوڪ کان هر وقت خائف ۽ دور انديش بلڪ انديش ناڪ رهڻ گهرجي ۽ هر واردات ۽ تجلي کي متهم رکڻ کپي جو متان اها تجلي رحماني نه هجي ۽ ڪا ٻي بلا هجي. حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جي اهڙي تحقيق ڪرڻ جو قصو هن طرح آهي ته: هڪ ڀيري سندين خدمت اقدس ۾ سلطان العارفين حضرت بايزيد بسطامي رحمة الله عليه جي نالي هي ذڪر هليو ته شيخ بايزيد رحمة کي حق تعاليٰ جو مشاهدو ٻارهن هزار ڀيرا سڄي عمر ۾ ٿيو آهي، ٻي روايت ۾ آهي ته چوڏهن هزار ڀيرا اکين سان رباني زيارت حاصل ٿي آهي. حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن اها ڳالهه ٻڌي ارشاد فرمايو. ته الله تعاليٰ جا بعض اهل الله فقير اهڙا به آهن، جن کي راتو ڏينهن رباني مشاهدا، ايتري ڪثرت ۽ گهڻائي سان ٿا ٿين جن جو ڳاڻيٽوئي ڪونهي وري فرمايائون ته انهن جي مشاهدي جي ڳاڻاٽي جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي، انهن جو حال اهڙو آهي جو جيڪڏهن فقط هڪ اک جي ڇنڀ جيتري به دير انهن جي مشاهده ۾ خلل پئجي وڃي ته اُهي فقير جلي ڦليار ٿي پون. هن فقير کي رب تعاليٰ جي ٻي غايت عنايت سان اها نعمت عظميٰ واقع ٿيندڙ (يعني اهڙو دائمي مشاهدو هر وقت حاصل ٿيندڙ) آهي.

# لَاحَوْلَ وَلاَ قُوَّةَ اِلاَّبِاللهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمُ جي حقيقت ذڪر ۾

انهي ڪري اوائل ۾ لَاحَوْلَ وَلَاقُوَّةَ اِلاَّبِاللهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمُ جي پڙهڻ جي گهڻي مشغوليت ڪبي هئي، هن مطلب تي ته جيڪڏهن اهو سبحاني تجلو ۽ رحماني مشاهدو هوندو ته انهي جي پڙهڻ سان دفع ۽ گم نه ٿي ويندو ۽ جي خدا جي پناهه محض مغالطو ۽ شيطاني فتنو هوندو ته ناچيز ۽ باطل ٿي ويندو. پرجڏهن ته اها دولت عظميٰ ۽ سعادت ڪبريٰ الله تعاليٰ جي لطف ۽ ڪرم سان حقيقي طرح حاصل هئي ۽ شيطاني نمود ۽ نفساني نمائش نه هئي، تنهن ڪري هميشه قائم ۽ دائم آهي ۽ بلڪل بند نٿي ٿئي ته فقير هميشه انهي جي حاصل هجڻ ڪري محفوظ رهندو ۽ انهن مان فيض وٺندو رهندو بلڪ هر هر گهڙي واذاري ۾ هوندو نه کوٽ ۾، ۽ گهڻي قدر استغفرالله پڙهڻ جو به اهوئي سبب آهي جو اعليٰ کان ادني ڪم تي به چيو ٿو وڃي. ذَالِكَ فَضْلُ اللهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ وَاللهُ ذُوالْفَضْلِ الْعَظِيْمُ.

(الجمعة آيت : ۴)

## حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي توجهات شريف جي قوت

هڪڙي وقت جي ڳالهہ آهي تہ هڪڙو ارادت مند شخص حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي خدمت فيض موهبت ۾ مريد ٿيڻ جي ارادي سان حاضر ٿي عرض گذار ٿيو تہ قبلا هن غلام کي پنهنجي مريدي ۾ قبول ڪرڻ جو شرف عطا فرمائي منهنجو مٿو ڪوڙيو. پاڻ جواب ۾ ارشاد فرمايائون تہ اسان جي تلقين جو دستور آهي الله تعاليٰ جو ذڪر ڏسڻ ۽ پڙهائڻ" مٿو ڪوڙائڻ خواه چڳهہ ڪپڻ وغيره جيئن تہ ٻيا مشائخ ڪندا آهن، اسان جو دستور ڪونهي[له]

## پنج سؤ جٽيندارن کي هڪ نظر سان ڪامل ڪرڻ جي طاقت

حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جا ڪي فقير مريد هئا جن جي ويجهائي ۾ هڪڙو بزرگ رهندو هو، اُهي فقير انهي بزرگ وٽ سندس جماعت ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ويا تہ اسان کي سلوڪ ۾ هلاء. بزرگ فقيرن کي چيو، تہ توهان کي ائين ڪرڻ مناسب نہ آهي جو پنهنجي ڪامل مڪمل مرشد کي ڇڏي مونکان ٿا طلب ڪريو، توهان جي مرشد مڪمل جا ڪمالات بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهن، ٻيون ڳالهيون ٿهيون فقط هڪ ڳالهہ سندن ڪمال جي ٿو ٻڌايانو، انهي مان سڀ سمجهي رهو، اوهان جو

له يعني اهو غير شرعي دستور آهي ان ڪري اسان اهو ڪم نہ ڪندا آهيون.

مڪمل مرشد اهڙي ۽ ايڏي فيض وارو آهي جو جيڪر پنج سؤ ڪافر زناردار (جيڻي رڪندڙ) آڻي سندن خدمت اقدس ۾ حاضر ڪجن ۽ پاڻ انهن ڏانهن فقط هڪ نظر وجهڻ جو توجه فرمائن ته اُهي پنج سو ڪافر انهي هڪ نظر سان هن فقير (ڳالهه ڪندڙ بزرگ) جهڙا ٿي پون، يعني جنهن وٽان اوهين فيض وٺڻ ۽ سلوڪ ڪمائڻ لاءِ آيا آهيو ۽ جنهن کي فيض وارو سمجهيو اٿو، سو توهان جي ڪامل مرشد جي فقط هڪ نظر جي نوازيل جهڙو مس آهي، توهان جي وڏي بي سمجهي چئبي جو اهڙي مڪمل کي ڇڏي هڪڙي ناقص کان ٿا فيض گهرو، فيض بخشي جو رستو آهي ناقص کي ڪامل ڪرڻ.

## فيض ڏجي ته ٿانؤ به ڏجي

هڪ ڀيري حضور پرنور غوث الحق عليه الرحمة جن جي مجلس منيف محفل شريف ۾ هي تذڪرو هليو ته مريد کي کپي ته ڏيو ۽ ڏيئي ۾ تيل ۽ وٽ وجهي مرشد وٽ اچي جو هو رڳو تيلي ڏيئي کٽي ٻاريس، حضرت بابرڪت غوث الحق قدس سره جن فرمايو، ته اهڙو هڪڙو شخص فلاڻو نالي اسان وٽ آيوهو، جنهن کي چوٿين آسمان جو سير حاصل هو، اهو اهي سڀ سامان پاڻ سان کنيون آيو هو، ڀيو اهڙي استعداد (لياقت ۽ قابليت) وارو ڪوبه ماڻهو فقير وٽ نه آيو آهي. پر اها ڳالهه تمام سولي سهنجي آهي جو مهمان ڪنهن وٽ

اچي ۽ اهو پنهنجي رڏي پڪي ۽ ڪاڏي پڪي ۽ ڪاڏي پيتي جا ٿانوَ ٿيا پاڻ سان ڪٺي اچي ۽ ميزبان رڳو ان کي رڏي ڏي. اها مهمان نوازي ڪهڙي چئبي. مهمان نوازي جو دستور هي آهي، جو مهمان کي پنهنجن ٿانون ۾ رڏي پچائي، وري پنهنجن ٿانون ۾ وجهي وجي ڪارائجي. ته اهڙي طرح مرشد ڪامل اهو آهي جو غير ماهر طالب الله کي الله تعاليٰ جي ذڪر ڪرڻ جو ٿائوُن به ڏي ۽ ذڪر به ڏيس ته هو مرشد جي ڏنل روشن قلب ۾ الله تعاليٰ جو نور حاصل ڪري سير ۽ سلوڪ ۾ هلي ۽ وڃي مقصود جي منزل کي پهچي. اڳي جو ڏيو ۽ وٽ ڪنيون ايندو تنهن تي مرشد جو ٿورو ۽ احسان ڪهڙو ٿيو ۽ فياض ڪيس فيض ڪهڙو ڏنو.

## مخدوم زاده ميان حامد کي حضرت جن جو توجه ڏيڻ

حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جڏهن عمر اقدس جي آخري زمانہ ۾ قدم رنجہ ٿيا ته خيال فرمايائون ته پنهنجي امانت جو نور ۽ وهبي ولايت جو فيض حضرت والامرتبت سراسر نور وهدايت وڏي فرزند ارجمند سعادت پيوند، ميان حامد رحمة ربه کي عطا فرمائي بذات اقدس خود انهي ڳري بار کان سبڪ دوشي حاصل ڪن. انهي اقتضا جي منشاتي صاحبزاده ممدوح کي جو انهي وقت اوڻيتاليهين وره جي سن شريف ۾

پهتل هئا ۽ شادي خانہ آبادي ڪئي ٿي مهينا گذريا هئا. ڪلمہ طيبہ جي تلقين فرمائي اهو توجه ڪٽي وڌائون، جو اچي ذڪر هليو ۽ اهو دروازو رباني واردات جو مٿن اچي ڪليو ۽ اهو ذوق شوق ۽ جذبو اچي پيدا ٿيو. جو سارو هفتو يعني ڪامل ست ڏينهن وجد ۽ استغراق، محويت ۽ بي خودي جي ناپيدا ڪنار بحر ذخار ۾ مستغرق ٿيا پيا هئا. دنيا ومافيها جي ڪا سڌ سرت ڪانہ هئي، ظاهر ۾ ذڪر جون پنج تسبيحون زبان تي جاري هيون ۽ اندر ۾ اسم ذات الله الله جا ڪڙڪا پي پيا. جي سڀ ڪجهہ سمجهہ ۾ پئي آيا. يعني پهرئين ڏينهن رات جي اٺن پهرن ۾ ذڪر تهليل لااله الاالله زبان تي جاري رهيو. ٻي ڏينهن رات جي اٺن پهرن ۾ فقط اثباتي ذڪر الاالله جو هلندو رهيو، ٽي ڏينهن جي اٺن پهرن ۾ الله هو جو ذڪر هليو، چوٿين پنجين ۽ ڇهين ڏينهن جي چوويهين پهرن ۾ اسم ذاتي الله جو ذڪر هلندو آيو. انهي اسم ذاتي جي ذڪر اچي قلب ۽ روح ۾ حلول (گهيڙ) ۽ ذوق ۽ لذت جو وٺي غلبو ٿيو، جنهن ڪري بيخودي ۽ استغراق طاري ٿي ويئي. آخر ستين ڏينهن وري ذاتي ذڪر عود ڪري آيو ۽ اشارتي ذڪر "هو" جو اچي شروع ٿيو، ۽ اهڙو وٺي زور رڪيائين جو قلب ۽ دل مان بي اختيار نڪرندي وارن جي پاڙن مان ظاهر ظهور پئي ٻڌڻ ۾ آيو ۽ ساري بدن جي پوست مبارڪ جو رنگ سرخ ٿي ويو، اهڙو جهڙو سون جو ٿيندو

آهي. تان جو اهو ذڪر ڪندي سندن روح مقدس ۽ جان اقدس جو پکي، نويد جاويد يَآ اَيَّتُهَاالنَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ ارْجِعِيْٓ اِلٰي رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً جو نداء فيض و قرب وصال استماع ۽ اصغا ڪري هن مستعاردار ناپائدار سپنجي سرائي جي ميدان ۽ پنجري قالب خاڪي جي خاڪدان ڪان پرواز ۽ طيران فرمائي حضرت ذوالجلال والڪمال جي ذات بي چون جي وصال لايزال ۾ وڃي سهڙيو ۽ ظاهري دنيا جا فاني لڳا ٽڳا ٽوڙي "جَنّٰتُ عَدْنٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ" جي لازوال ۽ غيرفاني مقام مستدام جي خيابان ۾ خالدين فيها ابدا جا خيام پختا ڪري هميشه لاءِ جاگزين ۽ مسند نشين ٿيو، انالله وانا اليه راجعون

جڏهن ته حضرت صاحبزاده والاتبار فردوس قرار جي وجود مسعود مان ببرڪت توجه ويمن فيض بخشي حضرت غوث الحق عليه الرحمة ذڪر اقدس مذڪور ٿيل پنج تسبيحون واقع ٿيون ته گويا ذڪر شريف الهي جو هڪڙو نرالو طريقو ۽ مقبول وظيفو ايجاد ٿي پيو ۽ سلسله عاليه سهرورديه سرور شاهيه جي طي منازل سلوڪ لاءِ هڪڙو معين ۽ مقرر شاهراه گهڙجي تيار ٿيو، جنهن تي آئينده جي واسطي هر ڪو مولا جو طالب اڪيون پوريو هلبو وڃي ته يقيناً وصل رباني ۽ قرب سبحاني حاصل ڪري، صمداني واصل ٿي پوي. تنهنڪري انهي وقت ڪان وٺي اهي پنج تسبيحون ذڪر جون معمول ۽

له الفجر: ٢٧-٢٨، البينة: ٨

مقبول ٿي ويون، ۽ طريقہ عاليہ جا ذاڪر، ذڪر جي
انهن پنجن تسبيحن کي ڏينهن رات جي اٺن پهرن ۾
ٿي وقت، صبح، شام ۽ رات جي پوئين ٽهائي ۾ فرض
وجوبي سمجهي هر روز بلا ناغه پڙهندا آهن. يعني اهي
پنج تسبيحون ذڪر جون انهي وقت کان وٺي فقراء
ذاڪرين هن سلسلہ عاليہ جي لاءِ فرض ٿيون آهن، ورنہ
انهي کان اڳي فقط ڪلمه توحيد لااله الاالله جو ذڪر
هوندو هو، حضرت شهيد عشق رباني، مقبول بارگاهہ
صمداني، وصال رب جي مشاهد، مخدوم محمد حامد
عليہ رحمة الله الاحد الواحد، الله تعاليٰ جي عشق ۾
حضرت اسمٰعيل ذبيح الله وانگر پنهنجي جان قربان متوسلان
طريقت لاءِ هڪڙي اهڙي يادگار قائم فرمائي ۽ اهڙو
خير جاري فرمايو جو مذڪور پيشنگوئي جو (تہ
توهان جو اولاد ذڪر کي اٺين پوکيندو جيئن هاري ان
ٽا پوکين) پورو ۽ ڪامل مصداق ٿي پيو.

ذڪر جي انهن پنجن تسبيحن ڪيترن ئي بي
هدايتن کي هدايت وارو ۽ ڪيترن سارن ضلالت گمراهن
کي راهہ ياب ڪري اعليٰ معارج جي ترقي تي پهچايو
آهي، ۽ هاڻي جو توهان جو مرشد پنجسو زناردار کي
هڪ نظر سان هن فقير جهڙو ڪري ٿو ڇڏي. بيشڪ
شيطاني ۽ نفساني خيالات جا پنج سو تہ ڇا پر پنج لک
زنار ڪنهن جي جان دل جي ڳاٽي ۾ پيل هجن ۽ صدق
دل سان هن سلسله جي ڪنهن ڪامل فرد کان تلقين

وٺي بيعت شرعي ان جي هٿ تي ڪري اهو ذڪر پڙهندو رهي تہ يقيناً انهي جا اهي سڀ زنار ڇڄي پوندا ۽ الله تعاليٰ جي ولين جي جماعت ۾ داخل ٿي نفس ۽ شيطان جي گرفت کان آجو ٿي پوندو ۽ خاتمون خير تي ٿيندس.

## عشق مجازي کان حقيقي عشق

ڪنهن شهر جو هڪڙو شخص حاڪم هو، تنهنجو حڪمت خداوندي سان هڪڙي زال سان مجازي عشق پيدا ٿيو. اهو حاڪم ديندارۡ پرهيزگار خداترس هو، پنهنجي دل کي اهڙي فاسد خيال کان گهڻوئي پيو پليندو هو، پر جيئن وجي دل کي روڪيندو، تئين وجي محبت تيز پوندي ۽ زور رکندي، حاڪم جا خوشامدي دوست هن کي صلاح ڏيڻ لڳا تہ عشق جو علاج آهي. معشوق سان وصال ڪرڻ، سو تون هيڪر ڪٺي انهي زال سان گڏ ٿيءُ تہ اها پريشاني دفع ٿي وجي. حاڪم خدا ترسي جي سبب انهن جي ڳالهہ نہ مڃي ۽ دل کي خدا تعاليٰ جي عذاب جو خوف ڏياري وري سمجهائڻ شروع ڪيو پر دل باز اچي ڪين پئي. آخر نفساني ڪشش کان تمام تنگ ۽ بيزار ٿيو، ۽ پريشان ٿيو تہ ڇا ڪريان ڪهڙي پاسي وڃان، پريشان ٿيندي دل ۾ ٺهراء ڪيائين تہ ڪو ڪامل فياض هن نفس ۽ شيطان کي ڪلو هٽندو تہ هن بلا کان ڇٽندس نہ تہ ٻيو چارو ڪونهي. پوءِ ٻيو ڪاملن جي ويچار ۾ تہ ڪهڙي

ڪامل جي دامن وٺان. جو هن آزار کان ڇڏائيم. ٿل ڪندي ڪندي حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي دستگيري فرمائڻ ۾ يقين ٿيس تہ انهي مڪمل ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ ڇڏائيندو، تنهن تي حضور جن جي خدمت بابرڪت ۾ اچي حاضر ٿيو، ۽ گوڏا ٻيجي وينو تہ خدمت ۾ احوال عرض ڪريان، هن جي ويهڻ شرط سواءِ عرض ڪرڻ احوال جي حضور پرنور جن ارشاد فرمايو. تہ الله تعاليٰ دنيا ۾ مومنن جي لاءِ چار زالون حلال فرمايون آهن، جيڪڏهن انهن تي ڪفايت ڪري نٿو سگهي، ۽ انهن جي حقن ۾ ڪائونس عدالت ٿي نٿي سگهي، جو سڀن کي هڪجهڙي خوراڪ پوشاڪ ڏي، بلڪ ڪاڏي پيتي ۽ ڪپڙي لٽي ۾ هڪڙن زالن کي خوش ٿو رکي ۽ ٻين کي تنگ ٿو رکي تہ نڪاحي زالون نہ ڪري، بلڪہ هڪ يا وڌيڪ ٻانهيون خريد ڪري انهن مان تمتع حاصل ڪري. انهن ٻن وجهن کان ڪوٽيون وجہ ٻيائي تہ ڪري يعني حلال ۽ مجوز طريقي کان سواءِ نفس جي مرضي تي هلي بيگاني ۽ حرام ڪيل زال تي دست درازي ڪريان تہ سخت گنهگار ۽ حرام جو مرتڪب ٿيندو، پوءِ انهي تقرير جي ثابتي ۾ قرآن مجيد جون هيٺيون آيتون پڙهي انهن جو ترجمون ڪري حاڪم جي دلجاءِ ڪرايائون.

وَاِنْ خِفْتُمْ اَلَّا تُقْسِطُوْا فِى الْيَتٰمٰى فَانْكِحُوْا مَا طَابَ لَكُمْ مِنَ النِّسَآءِ مَثْنٰى وَثُلٰثَ وَرُبٰعَ فَاِنْ خِفْتُمْ اَلَّا تَعْدِلُوْا

فَوَاحِدَةً اَوْمَامَلَكَتْ اَيْمَانُكُمْ ۭ ذَالِكَ اَدْنٰىٓ اَلَّاتَعُوْلُوْا- وَاٰتُوا النِّسَآءَ صَدُقٰتِهِنَّ نِحْلَةً ؕ فَاِنْ طِبْنَ لَكُمْ عَنْ شَيْءٍ مِّنْهُ نَفْسًا فَكُلُوْهُ هَنِيْٓـًٔا مَّرِيْٓـًٔا. النساء آيت: ٣-٤

يعني: جيڪڏهن توهين هن ڳالهہ کان ڊڄو ٿا تہ هي جيڪي يتيم توهان جي پرورش ۾ آهن، تن سان ڪاڏ خوراڪ پوشاڪ ۾ توهان کان شرعي طور تي عدالت يعني پوري حقداري بجاءِ آڻڻ جي برابري ٿي نہ سگهندي، تہ پوءِ اُهي يتيم جيڪڏهن ڏيون آهن ۽ انهن سان توهان کي شريعت موجب نڪاح ڪرڻ رهائي ٿو، تہ ٻہ ٻہ ٽي ٽي- چار چار زالون پنهنجي نڪاح ۾ ڪري آڻيو. ۽ جي خوف ٿو ٿئي تہ نڪاح ٻڌلن گهڻن زالن سان خوراڪ پوشاڪ ۾ عدالت (برابري) ڪري نہ سگهندو تہ هڪ زال بس اٿو. جي هڪ زال سان بہ حق رسي ڪرڻ ۾ انديشو ٿو ٿيو تہ پوءِ ٻانهي خواه ٻانهيون خريد ڪري انهن مان تمتع وٺو، ائين ڪرڻ ۾ توهان کان بي انصافي ۽ ظلم نہ ٿيندو. وري حضرت غوث الحق جن عليه الرحمة ٻي آيت تلاوت ڪري ان جو تفسير ارشاد فرمايائون، وَالَّذِيْنَ هُمْ لِفُرُوْجِهِمْ حَافِظُوْنَ اِلَّاعَلٰىٓ اَزْوَاجِهِمْ اَوْمَامَلَكَتْ اَيْمَانُهُمْ فَاِنَّهُمْ غَيْرُ مَلُوْمِيْنَ.فَمَنِ ابْتَغٰى وَرَآءَ ذَالِكَ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْعَادُوْنَ،[1] يعني: اُهي شخص جيڪي نڪاح ٻڌل زالن ۽ ٻانهين ڪانسواءِ ٻين زالن کان پنهنجي اگهاڙن جا نگهبان آهن تہ انهن تي شرع شريف جي پاران ڪنهن بہ قسم جي ملامت

[1] معارج: ٢٩-٣٠-٣١-

ڪانهي، مگر جيڪو انهن ٻن ڳالهين کان سواءِ ٽين ڳالهه جو خواستگار ٿيندو تہ اهو حد کان ٻاهر نڪرندڙ آهي، يعني حلال کان نڪري حرام ڏي ٿو وڃي. حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جي صحبت ۽ انهن آيتن جي ٻڌڻ کان لطف اللهي سان حاڪم جي غمناڪ ۽ پريشان دل کي اطمينان ۽ جميعت اچي ويئي ۽ هن زال جي عشق جو سوز ۽ گداز سمورو دفع ٿي ويس ۽ افضل الذڪر لااله الاالله جي تلقين وٺي مريد ٿي حضور جن کان فيض حاصل ڪري پورو ڪامياب ٿي موٽي آيو.

## حضرت غوث الحق جن الله جا مريد هئا نہ خلق الله جا

دنيا جي ڪاملن مڪملن جو دستور آهي جو ڪنهن ظاهري مرشد جي خدمت مان تلقين حاصل ڪري سلوڪ ڪمائي ولايت ۽ حقائق کي پهچندا آهن، مگر حضرت غوث الحق عليه الرحمة کي حق تعالیٰ جل شانہ عزبرهانہ غير جي منت ڪشي کان ممتاز رکي پنهنجي لطف ۽ فضل جو محتاج ۽ دست نگر فرمائي براهہ راست بلاتوسط غيري سندن تلقين ڏيڻ جو پاڻ متڪفل ٿيو هو، انهي بابت خود حضرت غوث الحق قدس سره جن جو هن طرح ارشاد آهي. هڪڙي ڏينهن زبدة العارفين قدوة السالڪين جناب فيض مآب مخدوم

فضل الله صاحب، مشيخت پناھ شيخ ابوبکر کان، جو
حضرت غوث العالم ملتان واري جي اولاد مان هو ۽
حضرت غوث الحق جن کان تلقين وٺي فيض ياب ٿيل
هو، پڇيو، تہ حضرت مخدوم صاحب جن جي مريدي ۾
بيعت کهڙي مشائخ کان ٿيل آهي. شيخ ابوبکر کي
انهي ڳالھ جي خبر کانہ هئي تنهن کري پنهنجي
لاعلمي ڏيکاري وعدو ڪيائين تہ حضرت غوث الحق عليہ
الرحمة جن کان معلوم ڪري جواب ڏيندس، جڏهن
شيخ ابوبکر خدمت اقدس ۾ آيو تہ مخدوم فضل الله
وارو سوال عرض ڪيائين، حضور جن قدس سرهم ارشاد
فرمايو، تہ هي فقير ڪنهن مخلوق جو مريد ڪين آهي.
الله تعاليٰ جي فضل ۽ لطف سان رب العالمين جي ڪرم ۽
احسان جو مريد آهي، رب تعاليٰ جل شانہ عز سلطانہ
فرمائي ٿو، لَيْسَ لَهَا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَلِيٌّ وَّلَاشَفِيْعٌ[1]
يعني: "انهي نفس لاءِ الله تعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪو ڪار
ساز ۽ سفارش ڪندڙ نہ آهي." ٻئي هنڌ فرمائي ٿو، مَنْ
يَّهْدِ اللّٰهِ فَهُوَ الْمُهْتَدِيْ وَمَنْ يُّضْلِلْ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْخٰسِرُوْنَ[2] جنهن کي
الله تعاليٰ واٽ ٿو ڏيکاري تہ اهو واٽ لهندڙ آهي ۽
جنهن کي گمراھ ٿو ڪري تہ انهي لاءِ ڪوبہ واٽ
ڏيکاريندڙ نہ آهي" . ٻئي هنڌ فرمايو اٿس، مَنْ يَّهْدِ اللّٰهُ
فَهُوَ الْمُهْتَدِ وَمَنْ يُّضْلِلْ فَلَنْ تَجِدَ لَهٗ وَلِيًّا مُّرْشِدًا[3] "جنهن
کي الله تعاليٰ واٽ ڏيکاري سو، سواٽو (يعني سنئين واٽ
وارو) ٿيو ۽ جنهن کي گمراه ڪيائين تنهن جي لاءِ ڪو

[1] الانعام: ٧٠ [2] الاعراف: ١٧٨ [3] الکهف: ١٧

ڪار ساز ۽ واٽ ڏيکاريندڙ نہ لهندين". وري ٻي هنڌ فرمايو اٿس، وَمَنْ يُّضْلِلِ اللهُ فَلَنْ تَجِدَلَهٗ سَبِيْلًا. "جنهن کي الله تعاليٰ کواٽو کيو (يعني گمراه) تنهن جي لاءِ تون کا واٽ نہ لهندين" سنئين واٽ ڏيکارڻ ۽ سواٽو ڪرڻ کنهن انسان کي، اهو خاصو آهي حضور حق سبحانہ جو. ماڻهن جا هي ظاهري مرشد ۽ مشائخ قادر برکمال جي قدرت جو نمونو آهن. شيخ ابوبکر اها تقرير مخدوم فضل الله کي ٻڌائي، تہ مخدوم فضل الله پنهنجو مٿو گوڏن تي رکي مراقبو ڪري ڪجهہ دير کان پوءِ مٿو مٿي ڪڻي چيو تہ سبحان الله- حق تعاليٰ هن پنهنجي ولي کي ڪيڏو نہ بلند رتبو ۽ رفيع مرتبو عطا فرمايو آهي. پوءِ تہ جيکي شک شبها ۽ خيال خطرا مخدوم فضل الله کي دل ۾ حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي نسبت رکيل ۽ پيل هيس، سڀ نکري ويس ۽ سينو صاف ٿي پيس، ۽ حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن ڏي اچي صدق ۽ ارادو وڌيس، جنهن ڪري صدق ارادت ۽ حسن عقيدت سان پرپٺ سندن محبت ۽ اخلاص جو دم هڻي پاڻ کي مريد ۽ يار سڏائيندو رهندو هو، ۽ هميشه چوندو ۽ رب تعاليٰ جي درگاهہ مان دعا گهرندو هو، تہ رب منهنجا مون کي حضرت مخدوم معظم جن جي يارن ۽ ارادت دارن مان ڪر ۽ سندين نظر فيض اثر جو منظور ڪريم.

# حضرت غوث الحق جن کي رب تعاليٰ جي حضور اقدس مان هر قسم جي ارشاد ڪرڻ ۽ تلقين ڏيڻ جي موڪل هئي

حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جي شان جي بلندي ۽ بارگاهه خداوندي ۾ سندن مرتبي جي فوقيت ايڏي عالي ۽ متعالي هئي جو درگاهه قدسي اللهي مان کين هر قسم جي ذکر ڏسڻ ۽ هر نموني سان تلقين ڏيڻ جي عام طرح اجازت ۽ موڪل ڏنل هئي ته طريقي ۽ خانوادي جي شغل ۾ طالبن کي مشغول ۽ مريد ڪن ته مرضي ۽ وسوارا آهن، پر حضور اقدس متبع سنت سنيه نبويه جا ايتري قدر هئا ۽ شرع محمدي جا اهڙا پابند هئا جو پنهنجن مريدن کي محمدي تلقين کان سواءِ ٻي تلقين نه ڏيندا هئا. يعني ڪلمه لااله الاالله جي ذکر نفي و اثبات جي تلقين ڪندا هئا ۽ اهوئي ذکر ڏسيندا هئا. حضور سرور ڪائنات عليه افضل الصلوات واڪمل التحيات ڪل اصحابن کي انهي ڪلمي تهليل جي پڙهڻ جي هدايت ۽ تاڪيد فرمائيندا هئا ۽ پاڻ به اهوئي ذکر ڪندا هئا. ۽ انهي ذکر جي باري ۾ فرمايو اٿن افضل الذکر لااله الاالله.

## حضور غوث الحق عليہ الرحمة جن ذات حق کان سواءِ ٻي ڪنهن ولايت خواه مقام جا طالب بلڪل نہ هئا

سلطان الاولياء پير دستگير روشن ضمير حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن الله تعاليٰ جي ذات پاڪ ۾ محو ۽ گم ٿي وڃڻ کان سواء ٻي هر ڪنهن تجلي خواه ولايت ۽ سير ۽ مقام کان راضي ۽ خوشنود نہ ٿيندا هئا ۽ نہ ڪي پنهنجن متوسلن لاءِ انهي نعمت عظميٰ ۽ دولت ڪبريٰ ڌاران ڪابي ڳالهہ پسند ڪندا هئا، بلڪ انهي حد تي ڪين پهچائيندا هئا. ۽ فرمائيندا هئا تہ محويت کان سواءِ ٻي سڀ ڪا شيء نقصان ۽ خُسران آهي. انهي مطلب تي سندن مستدل بہ هي سڳوري آيت هوندي هئي-

يَآ اَيُّهَاالَّذِيْنَ آمَنُوْا لَاتُلْهِكُمْ اَمْوَالُكُمْ وَلَآ اَوْلَادُكُمْ عَنْ ذِكْرِ اللهِ وَمَنْ يَّفْعَلْ ذَالِكَ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْخَاسِرُوْنَ"[1]

اي ايمان وارو نہ لهو ۾ وجهن، يعني متان غافل ڪري رکن، توهان کي مال توهان جا ۽ اولاد توهان جا، الله تعاليٰ جي ذڪر کان ۽ جيڪو ائين ڪندو يعني مال ۽ اولاد جي مستي ۽ نشي ۾ الله تعاليٰ کي وساري ۽ سندس ذڪر کان غافل ٿي گذاريندو تہ اهو شخص ٽوٽي وارن مان آهي. ذڪر ڪرڻ مان مراد حضرت غوث

[1] المنافقون:٩

الحق جن جي هي آهي تہ ذڪر ايترو ڪجي جو پنهنجي
پاڻ ڪان گم ۽ محو ٿي ذات الـلهي ۾ غرق ٿي وڃجي.
تہ اهڙي محويت ۽ گم شدگي اهو هڪڙو بلند مقام ۽
مڪان آهي جو ڪل مڪانن ڪان بالاتر بلڪ لامڪان
آهي، ۽ اهو ٻيو ڪجهہ نہ آهي فقط حق تعاليٰ جي هُوِيَت
آهي. ڪامل جڏهن انهي مقام ۾ ايندو آهي تہ ڪائونس
اَنَا ۽ اَنتَ ۽ مڪين ۽ مڪان جڏائي ويندا آهن، يعني حق
ئي حق مشاهدو ٿيندو اٿس، نڪو ڏسڻ ۾ ايندو اٿس
آئون ۽ تون ۽ نڪو نظر ايندو اٿس هنڌ مڪان ۽ نڪو
مڪان ۾ وهندڙ ٿول، فقط ذات وَاحِدُ الاَحَدُ الصمد جي
مطلق ٻيو ڏسندو آهي، تہ اُهوئي آهي ٻيو ڪو بہ ڪونهي.
جيڪڏهن اول ۽ آخر آهي، خواه باطن ڪو ظاهر آهي
توڙي جزو ۽ ڪل آهي ممڪن ۽ وجوب آهي، يا مقيد
۽ مطلق آهي، تہ اهو سڀ ڪجهہ اُهوئي آهي. الله تعاليٰ
ڪانسواءِ جيڪي آهي سڀ الله تعاليٰ جي ذات ۾ گم
آهي. ماسوي الله ڪجهہ بہ نہ آهي، حقيقت ۾ جيڪڏهن
آهي سو سڀ الله ئي الله آهي. لاهوفي شيءِ ولاشئي فيه-
يعني نہ ڪو اهو ڪنهن شي ۾ ٻيل ۽ گهڙيل آهي ۽
نڪا ٻي شي منجهس داخل يعني ٻيل ۽ گهڙيل آهي.
محويت ڪان سواءِ سڀ ٽوٽو ۽ نقصان آهي. حضرت
غوث الحق عليه الرحمة جن جو فرمودو آهي، تہ جنهن
فقير کي جيڪڏهن حضرت آدم صفي الله جي صفوت ۽
حضرت موسيٰ ڪليم الله جو ڪلام ۽ حضرت عيسيٰ

روح الله جي روحانيت حاصل ٿئي، ته ڪيپس ته انهي ڳالهه تي راضي نه ٿئي ۽ خوش ٿي ايتري تي بس نه ڪري، ڇو جو جيڪي مقصودي ڪم آهن، سي اجان پيا آهن، سچي طالب کي انهن جي طلب ڪرڻ کپي. اهي مقصودي ڪم آهن ذات پاڪ حق جي ۾ محو ۽ گم، نيست ۽ نابود ٿي وڃڻ. جيڪڏهن ڪنهن طالب کي ذڪر فڪر علم عمل، محبت عشق، قرب ۽ وصل، اتحاد وغيره، سڀ ڳالهيون حاصل ٿين ۽ انهن سان گڏ محويت نه هجيس ته اهي سڀ خسران ۽ نقصان آهيس ۽ خوش نه ٿئي ته مقصد کي پهتو آهيان.

## بهشت ۽ عرش جي ديدار کي هيچ سمجهڻ

هڪڙي ڏينهن حضرت غوث الحق جن عليہ الرحمة کان سندن معصومہ صاحبزاديءَ ننڍپڻ جي ڄمار ۾ جيئن ٻارن جي پڇڻ جو دستور ٿيندو آهي جو بعض عجيب ڳالهيون پنهنجن وڏن کان پڇندا آهن، پڇيو ته بابا سائين توهان بهشت ۽ عرش ڏٺو آهي، پاڻ تبسم ڪندي ارشاد فرمايائون ته بابا حاشاه، هن فقير بهشت ۽ عرش جي خالق کي ڏٺو آهي تنهنڪري بهشت ۽ عرش جي ڏسڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. بهشت ڇا ڏسبو، ڪا ڏسڻ جهڙي شي ته ڪانهي جنهن کي شوق ڪري ڏسجي.

## ذات حق جي محويت جي طالب ٿيڻ بابت آية لَاتُلۡهِكُمۡ اَمۡوَالُكُمۡ وَلَآ اَوۡلَادُكُمۡ جي تشريح،

هڪ دفعي حضرت غوث الحق جن عليہ الرحمة حق تعاليٰ جي ذات قدسي ۾ محو ٿيڻ کي اعليٰ مقصود فرمائيندي هن آيت شريفه کي پڙهي هيٺين موجب تقرير فرمائي. قال الله تعاليٰ يَآاَيُّهَاالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا لَاتُلۡهِكُمۡ اَمۡوَالُكُمۡ وَلَا اَوۡلَادُكُمۡ عَنۡ ذِكۡرِ اللهِ، وَمَنۡ يَّفۡعَلۡ ذَالِكَ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الۡخَاسِرُوۡنَ[1] انهي آيت سڳوري جو ترجمون ٿورو اڳ ۾ گذري چڪو آهي، اتي ڏسڻ گهرجي. انهي جي زياده تشريح هن طرح فرمائي اٿن.

يا ايهاالذاكرون لايلهكم ذكر كم عن العلم- اي ذاڪرو توهان کي جئي ذڪر، علم کان غافل نہ ڪري. يا ايهاالعالمون لايلهكم علمكم عن العمل، اي عالمو توهان کي علم جئين عمل ڪرڻ کان نہ روڪي، يا ايها العاملون لايلهكم عملكم عن محبته - اي عمل ڪندڙ، متان عمل ڪرڻ توهان کي الله تعاليٰ جي محبت رکڻ کان غافل ڪري ڇڏي، يا ايهاالمحبون لاتلهكم محبتكم عن العشق، اي محبت رکندڙ توهان جي محبت رکڻ توهان کي جيئن الله تعاليٰ جي عشق کان نہ ويسلو ڪري، ”يا ايها العاشقون لايلهكم عشقكم عن القرب“ - اي عاشقو توهان کي عشق جئين قرب الـهي کان نہ روڪي، ياايها المقربون لايلهكم قربكم عن

[1] المنافقون:٩

الوصل- اي قرب وارو- توهان کي قرب جيئن وصال کان نہ روڪي. ياايهاالواصلون لايلهڪم وصلڪم عن الاتحاد، اي واصلو توهان کي وصل جيئن الله سان اتحاد ڪرڻ کان نہ غفلت ۾ وجهي. يا ايها المتحدون لايلهڪم اتحاد ڪم عن المحو، اي الله تعاليٰ سان اتحاد ڪندڙو، اهو توهان جو اتحاد جيئين توهان کي رب تعاليٰ ۾ محو ٿيڻ کان روڪي نہ رکي. هر ڪنهن جمله جي پٺيان آية جو پويون فقرو يعني ومن يفعل ذلڪ فاولـڪ هم الخسرون پڙهندا ٿي ويا، جنهن جي معنيٰ آهي، تہ جيڪو اوهين ڪندو يعني مال اولاد وارو ذڪر نہ ڪندو ۽ ذاڪر علم نہ پڙهندو، عالم عمل نہ ڪندو. عامل محبت پيدا نہ ڪندو، محبت وارو عشق ۾ نہ ايندو، عاشق قرب حاصل نہ ڪندو، قرب وارو، وصال نہ ماڻيندو، وصال وارو اتحاد پيدا نہ ڪندو، اتحاد وارو محويت ۾ داخل نہ ٿيندو، تہ اهي سڀ ٽوٽي ۽ خساري وارا آهن مطلب هي آهي تہ ذڪر جي مقام کان ترقي ڪري مٿين مقامن ۾ اچڻ طالب کي ضروري ۽ لابدي آهي. جيڪڏهن ڪنهن بہ هيٺين مقام کي مقصودي مقام سمجهي طالب ۽ سالڪ اتي جو اتي ترسي بيهي رهيو ۽ مٿيئن مقام تي ترقي نہ ڪيائين تہ چئبو تہ انهي طالب ڪجهہ نہ ڪمايو، بلڪ عمراجائي وڃائي ڇڏيائين ٽوٽو ئي ٽوٽو پرائيا- والسلام.

## ميثاق جي احوال جي مفصل تشريح

هڪ ڀيري پنهنجي مجلس اقدس ۾ حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن حاضرين خدمت جي بصيرت افزائي ڪاڻ نهايت عمدي پيرايہ ۾ ميثاق جي سرگذشت ڪي بيان فرمايو، ارشاد فرمايائون تہ روحن جي پيدا ڪرڻ وقت ميثاق جي ڏينهن الله تعاليٰ جل شانہ انساني روحن کي امر فرمايو تہ سڀ قطارون ڪري بيهو، انهي وقت سڀ روح نفس جي اونداهين کان ۽ جسمن جي حجابن کان پاڪ ۽ صاف هئا. جنهن ڪري انهي امر جي بجاء آوري کان ڪنهن انڪار ڪونہ ڪيو، ۽ اهو امر ٻڌي سڀني روحن تسليم جو مٿو نوڙايو، ۽ حڪم عالي الاهي موجب هن طرح صفون ٻڌائون، جو پهرئين صف ۾ انبياء ڪرام عليهم الصلواة و السلام جا ارواح بيٺا ۽ ٻي صف ۾ اولياء عظام رحمة الله تعاليٰ جا ارواح بيٺا، انهن جي پٺيان ٻي ساري مخلوقات جا روح پنهنجي پنهنجي منصب قرب ۽ مرتبي آهر ويجها ۽ پراهان ٿي بيٺا، پوءِ خالق الارواح والاشباح جي بارگاه مان غيبي ۽ لاريبي آواز برآمد ٿيو، جو سڀني اروحن جي ڪنن ۾ جاگزين ٿيو، اهو آواز هو "اَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ"[1] يعني ڇا آئون اوهان جو رب نہ آهيان، انهي آواز اچڻ تي پهرين پهرين مقدس روح پر فتوح فخرالاولين والآخرين سندالعاصين شفيع المذنبين رحمة للعالمين سيدالانبياءوالمرسلين

[1] الاعراف: ۷۲

حضرت احمد مجتبي محمد مصطفيٰ ﷺ جي زبان گوهر فشان مان هن طرح جواب ادا ڪيو "بَلٰي اَنتَ رَبنَا"، بيشڪ تون رب اسان جو آهين. ٿوري دير ڪانپوءِ وري ٻيهر آواز آيو "الست بربڪم" آئون اوهان جو پروردگار نہ آهيان ڇا؟ تہ انهي جو ٻڌڻ تي ڪل انبياء عظام جا ارواح سجدي ۾ ڪري پيا ۽ چيائون 'بَلٰي' - هائو- وري سنتئي ٿيهر "الست بربڪم" جو نداء مسرت انتماء بارگاه لم يزلٰي مان صادر ٿيو جو ڪل مخلوقات جي مسامع جان ۾ پهتو، اتي مخلوقات مان ڪن روحن بَلٰي جو جواب عرض ڪيو ۽ ڪن جواب نہ ڏنو، خاموش رهيا. جن روحن بَلٰي جو جواب ڏنو تن ڪي بشريت جو لباس پهرائي انساني درجہ ۾ آندو ويو ۽ جن اصلي جواب ڪونہ ڏنو ۽ ماٺ ڪيا رهيا سي حيواني ۽ نباتي درجہ ۾ لڪايا ويا. يعني انهن مان ڪن ڪي ڍور ۽ جانور بنايو ويو ۽ ڪن ڪي وڻ ٽڻ سلا اوڻ جي صورت ۾ خلقيو ويو. انهي وقت هي فقير سراسر تقصير حضرت سليمان عليہ الصلاة والسلام من الملڪ المنان جي پٺيان ۽ امام غزالي رحمة الله عليہ جو روح حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي سايہ ۾ بيٺل هو، انهي ميمنت انجام ۽ سعادت فرجام وقت مفخرالموجودات سرور ڪائنات سيد نا محمد رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه و عليٰ آله وصحبه افضل التحيات اڪمل التسليمات جي روح مقدس ۽ جان اطهر ڪمال شفقت ۽ رحمت ڪان ۽ عين عنايت

۽ مڪرمت ڪان جا مرحوم امت جي حق ۾ رکن ٿا فقير سراپا عجزو تقصير جي روح ڪي اشارو فرمايو تہ پوئين صف مان نڪري اچي پهرين صف ۾ اسان وٽ ويهہ حضور پيغمبر عليہ الصلواة والسلام جن جي فرمان واجب الاذعان جي تعميل بجاء آڻيندي پوئين صف مان نڪري ادب پسنديده رب جي رعايت ڪري پهرين صف ۾ نہ پر اُن جي هيٺان حضور اقدس جن جي پٺيان وڃي ويٺو. فقير جو روح شروع ۾ ڄڏهن تہ ڪا گهڙي حضرت سليمان علي نبينا و عليہ الصلوات والسلام جي پٺيان ويٺو هو، ۽ حضرت سليمان عليه السلام دولت دنيوي ۽ بادشاهي ظاهري جو مظهر هو، انهي جي سايي ۽ عڪس جو اثر پنهنجي زير سايہ واري ۾ ضرور رنگ پيدا ڪرڻ وارو هو، تہ اهو دولت مندي جو اثر فقير جي جند ڪان تہ بفضله تعاليٰ وتقدس دور رهيو ۽ حضرت سيدالڪونين جي آخري اتباع جي اثر، جو "الفقر فخري" جو مظهر اتم هئا، غلبو ڪري فقير ڪي مسڪيني ۽ ظاهري ناداري ۾ مسرور ۽ محفوظ رکيو، مگر سليماني اثر اولاد ۾ ضرور ظهور پذير ٿيندو. (اهو اثر اولاد امجاد ۾ خصوص صاحب سجاده ۾ ظاهر ۽ باهر آهي، ڪما هوالمشاهد الي الآن.)

حضور سرور ڪائنات مفخر موجودات سيد الانبياء والمرسلين حبيب رب العلمين عليہ من الصلوات اتمهاومن التحيات اعمها جن جي سايہ رحمت پايہ جي اثر ۽ فيض

جو اهو شان ظهور هو جو انهي روحاني محفل ۾ به تواضع ۽ نهنائي فرمايائون ۽ نيازمندي جي راه سان ادب جي راه تي مسلوڪ ٿيا ۽ محبوبيت جي صفت سان به بهره مند ۽ مستفيض ٿي مريد الله رهڻ جي بدلي مراد الله ٿي رهيا. عالم اجسام ۾ نزول اجلال فرمائڻ تي اها حالت هئي، جو ننڍپڻ جي عمر ۽ صغر سنيءَ جي ئي ڇمار ۾ عادت شريف ۽ خداداد قابليت ۽ موهوب استعداد اها هوندي هئي، جو ڪڏهن ويسر ۽ ڀل چڪ سان به اهڙو لفظ جو انانيت ۽ خود بيني جي بوءِ باس ڏي ۽ خودي جو مظنو خواه شمون پيدا ڪري، زبان اقدس مان نه ڪڍندا هئا. ۽ نه ڪڏهن اهڙي صورت ۽ نموني سان گفتگو فرمائيندا هئا. جنهن مان استڪبار يعني وڏائي، ۽ ذروه نشيني، يعني بلند مڪاني جي مضمون جو ڪو واهمون پيدا ٿئي. يعني ڳالهه ٻولهه ۽ مقال راني ۽ سخنگوئي وقت ڪنهن به ڳالهه يا شي کي پنهنجي ذات اقدس ڏي منسوب ڪرڻ لاءِ مون خواه اسين، مونکي خواه اسان کي، مون ڏي خواه اسان ڏي، نه فرمائيندا هئا. بلڪ پنهنجي ذات قدسي صفات ڏي فقير جي لفظ سان تعبير فرمائيندا هئا. يعني فقير هي ڏنو، فقير هي ڪم ڪيو وغيره. ڪتابن جي بعض روايات ۽ سندن طرفان ڪن هنڌن تي جيڪي الفاظ انانيت جي معنيٰ وارا مذڪور آهن ته اهي خود ڪتاب جي مؤلف خواه راوي جي زبان جا آهن، نه حضرت غوث الحق عليه

الرحمة جن جي زبان فيض ترجمان جا آهن، ظل نبوي جي فيض جو اثر سندن فعلي ۽ عملي حالت تي اهڙي حد تائين پهتل هو، جو پنهنجي ساري زندگاني شريف ۾ سنت نبويہ ۽ شرع محمدي جي برخلاف ڪوبہ قول توڙي فعل ڪائون بفضل خداوند خالق الاقوال والافعال صادر نہ ٿيو هو. ساڳي طرح خورد نوش، نشست برخاست صعود هٽبو ڪپڙي لتي چوڙ ماڻ، جتئي پيزار وغيره اعمال ۾ اتباع شريعت غراءَ متابعت ملت بيضاوسنت زهرا مدنظر ۽ معمول رهندو هو.

## ٻہ شيون حاصل ٿي ويون انشاالله تعاليٰ ٽين شيءِ پڻ حاصل ٿي ويندي

هڪڙي ڏينهن حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن پنهنجي مجلس شريف جي حاضرن کان استفسار فرمايو تہ خبر ڏيو تہ فقير جا يار ذڪر ڪي گهٽو ڪن ٿا. حاضرن جواب ۾ عرض گذاريو تہ قبلا هائو. وري دريافت فرمايائون تہ پاڻ ۾ دوستي ۽ محبت گهٽي ٿا رکن. جواب ۾ عرض ڪيائون تہ هائو قبلا پوءِ پاڻ فرمايائون انشاء الله تعاليٰ ٽين ڳالهہ بہ ٿي پوندي. مجلس شريف جي حاضرن عرض ڪيو تہ قبلا اها ٽين ڳالهہ ڪهڙي آهي. پاڻ جواب ۾ ارشاد فرمايائون تہ حضرت بي بي فاطمہ رضي الله عنها مون ڏي شفقت جي نظر سان نهاري فرمايو، تہ هي جوان الله تعاليٰ جي ذڪر

ڪي زمين ۾ پڪيڙي ڇڏيندو ۽ ان جا متوسل ذڪر گهڻو
ڪندا رهندا ۽ پاڻ ۾ محبت ۽ دوستي به ڏاڍي رکندا،
انهي ڪري قيامت ڏينهن منهنجن پٽن سان گڏ ذوالخلد
يعني بهشت ۾ سنگتي ٿي رهندا. سو جڏهن معلوم
ڪيم ته ذڪر گهڻو ٿا ڪن ۽ پاڻ ۾ محبت به ڏاڍي
اٿن، ته يقين ٿو ٿيم ته ٿين ڳالهه به الله تعاليٰ پنهنجي
فضل ۽ ڪرم سان نصيب فرمائيندو آمين.

## حضرت غوث الحق رح جن جو حشر ۾ شفاعت ڪرڻ جو وعدو

هڪ ڏينهن بي بي مريم تاج المستورات جا حضرت
جن جي بنت مڪرم هئي، سا سندن خدمت اشرف ۾
اچي ويٺي. پاڻ پڇيائون ته ڪير آهي، حضور جن جو اهو
وقت استغراق ۽ محويت جو هو، جنهنڪري سڃاڻو
ڪين هئائون. بي بي صاحبه عرض ڪيو ته مريم آهيان،
پاڻ فرمايائون ڪهڙي مريم، بيبي صاحبه اهڙو عجيب
سوال ٻڌي حيران ٿي ۽ ارمان ڪا روئڻ لڳي ۽ چيائين
سبحان الله آئون توهان جي اولاد آهيان، اڄ ئي مون ڪي
نٿا سڃاڻو ته سڀاڻي جڏهن قيامت ٿيندي ۽ ڏاڍو زلزلو
پئجي ويندو ۽ وڏو مشڪل ڪم ٿي پوندو ته اتي اسان
جي ڪهڙي مدد فرمائيندا. حضرت جن جواب ۾ ارشاد
فرمايو ته الله تعاليٰ توهان ڪي جيڪي منهنجي اولاد ۽
ذريت آهيو ۽ جيڪي محب آهن ته انهن سڀن ڪي قيامت

جي هيبت ۽ زلزلي کان جهڙي طرح اسان کي پنهنجي حفاظت ۽ امان ۾ رکندو توهان کي به پنهنجي پناهه ۾ محفوظ رکندو، اهڙو جو قيامت جو هل هنگامون ئي نظر نہ ايندو، انشاء الله تعاليٰ ۽ سڀ بهشت ۾ داخل ٿيندا، انهي جي ثابتي هي آهي، جو الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ ارشاد فرمايو آهي: وَمَنْ صَلَحَ مِنْ اٰبَآئِهِمْ وَ اَزْوَاجِهِمْ وَذُرِّيَّاتِهِمْ وَالْمَلٰٓئِكَةُ يَدْخُلُوْنَ عَلَيْهِمْ مِنْ كُلِّ بَابٍ سَلَامٌ عَلَيْكُمْ بِمَا صَبَرْتُمْ فَنِعْمَ عُقْبَى الدَّارِ۔[1] ۽ جيڪي صالح ٿيا انهن جي پيُن ۽ زالن ۽ اولادن مان تہ اهي سڀ بهشت ۾ رهندا: ۽ ملائڪ انهن وٽ سڀ ڪنهن دروازي کان پيا ايندا ۽ چوندن تہ سلام هجن توهان تي انهي اجر جي ڪري جو توهان دنيا جي تڪليفن تي صبر ڪيو، هاڻي عمدو اٿو هي پويون گهر رهڻ لاءِ. ٻي هنڌ رب تعاليٰ جو ارشاد آهي، وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَاتَّبَعَتْهُمْ ذُرِّيَّتُهُمْ بِاِيْمَانٍ اَلْحَقْنَا بِهِمْ ذُرِّيَّتَهُمْ وَمَا اَلَتْنَاهُمْ مِنْ عِلْمِهِمْ مِّنْ شَيْءٍ۔[2] يعني جيڪي مومن ٿيا ۽ تابع ٿيا انهن جا ايمان آڻڻ ۾ سندن اولاد تہ اهڙن مومنن سان گڏ انهن جو اولاد بہ اسين بهشت ۾ شامل ڪري موڪليندا سون، ۽ نہ گهٽائيندا سون اسين انهن جي علم مان ڪو ذرو بہ. جنهن رب ڪريم اهي سڀ تشريفون ۽ تعظيمون ۽ عزتون پنهنجن دوستن (ولين) کي امداد فرمايون آهن ۽ جنهن جي قدرت جو اهو ڪمال آهي جو ڪنهن بشر جي فهم ۽ وهم ۾ نٿو اچي ۽ انهي ڪامل قدرت سان جيڪي ٿو وڻيس سو ٿو

[1] الاعراف [2] الطور: ٢١

ڪري "يَفْعَلُ اللّٰهُ مَايَشَآءُ وَيَحْكُمُ مَايُرِيْدُ" تہ اهو خود انهي ڳالهہ جي ثابتي جو دليل آهي، تنهنڪري انهي ڪي ضرور دل ۽ جان سان مڃڻ ۽ قبول ڪرڻ گهرجي شڪ ڪرڻ جي صورت ۾ چئبو تہ ان جي ايمان ۾ شڪ آهي، والسلام

## قضاتي راضي ۽ ٻين کي بہ اهڙي هدايت فرمائڻ

خادم مسعود پنهنجي پٽ محمود سان گڏجي حضرت غوث المعبود عليہ الرحمة جن جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيو، ميان محمود پنهنجي دل ۾ خيال آندو تہ جيڪڏهن حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن پنهنجي رب جي بارگاه ۾ هن سال جي ڏڪار ۽ قحط سالي جي دفع لاءِ دعا گهرن تہ مخلوق جي سرن تان هي تنگ دفع ٿي وڃي. حضرت جن هن جو اهو خطرو معلوم ڪري ارشاد فرمايو، تہ الله تعاليٰ فرمايو آهي، وَلَوْبَسَطَ اللّٰهُ الرِّزْقَ لِعِبَادِهٖ لَبَغَوْافِي الْاَرْضِ[1] (يعني) جيڪڏهن الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن تي رزق هڪ در ڪشادو ڪٽي ڪندو تہ البت ۽ ضرور زمين ۾ فساد ڪرڻ لڳندا. هي بہ فرمايائون تہ اهو ڪم (يعني دعا گهري مخلوق تان ڏڪار جي مصيبت لاهي ڇڏڻ) سولو آهي، پر الله تعاليٰ جو دانا ۽ حڪيم آهي، تنهن پنهنجي حڪمت ۽ قديم علم سان آهي، گهريو آهي تہ ٻانهن کي ڀل تہ ڪجهہ تنبيه هجي، المالک في ملکه يتصرف کيف يشاء يعني مالک هر

[1] الشوريٰ: ٢٧

ڪو پنهنجي ملڪيت ۾ جهڙي طرح وڻيس ٿو تهڙي طرح تصرف ڪري سگهي ٿو.

## الله تعاليٰ تي توڪل رکڻ

هڪ ڀيرو حضرت غوث الحق عليہ الرحمتہ جن جي خدمت اشرف ۾ هڪڙو مهمان اچي وارد ٿيو تنهن جي خوراڪ جي انتظام لاءِ پاڻ دولت سراء ڏي تشريف وٺي ويا تہ ڏسجي تہ گهر ۾ طعام جو ڪو مقدار آهي يا نہ. گهر وارن حضرت جن جي پڇڻ تي جواب ڏنو تہ گهٽو سارو موجود آهي. پاڻ فرمايائون تہ سيرڪن آهي. بيبي صاحبہ جن عرض ڪيو تہ يا حضرت هڪ سير ڪان وڌيڪ آهي. اهڙا سوال جواب گهٽا هليا تان جو معلوم ٿيو تہ شايد چار سير ان خواه اٿو دولتخانہ ۾ موجود آهي. بيبي صاحبہ جن جي خيال ۾ تہ شايد حضرت جن ڪي وڌيڪ طعام موجود هجڻ جي خواهش آهي، پاڻجي ٿو تہ مهمان گهٽا آيا آهن تڏهن ٿا بار بار پڇن. حضور جن جي وڌيڪ اطمينان (تسلي) ڏيارڻ خاطر بي بي صاحبه جن عرض ڪيو تہ حضرت الله تعاليٰ جو ڏنون گهٽوئي گهر ۾ رکيو آهي، حضرت جن اهو ٻڌي پوئتي اٿليا ۽ فرمائڻ لڳا تہ ايتري ساري ملڪيت (يعني چئين سيرن ڪان بہ وڌيڪ طعام) گهر ۾ رکڻ توڪل علي الله ڪان تمام پري ڳالهہ آهي ۽ سبحاڻي جو ثمر اڳواٽ سانديڻ روزي ڏيندڙ رازق تي ڀروسي رکڻ ڪان

دور آهي، اهو ڪم فقير جو نه آهي. ايئن چئي ٻاهر وڃي فقير کي آواز ڏئي گهرائي گهر وارن کي پردو ڪرائي جيڪو دولت سرا ۾ هو سو ڪڍائي ٻاهر ڪيائون ۽ راه خدا ۾ لٽائي ڇڏيائون.

## الله تعاليٰ تي توڪل ۽ ناداري تي صبر ڪرڻ لاءِ همٿائڻ

غوث زمان و زمين مخدوم ميان محمد امين رحمة ربه جن جي حالت ڪنهن زماني ۾ تمام ناداري ۽ افلاس جي هئي، جنهن ڪري هڪ ڀيرو بشري تقاضا ڪري مسڪيني ڪان تنگ اچي مصمم ارادو ڪيائون ته حضرت غوث الحق جن (پنهنجي والد ڪريم) جي خدمت اقدس ۾ پنهنجي اولاد جي تنگي گذران جو ضرور احوال اظهار ڪبو. رات جو خواب ۾ ڏسن ٿا ته حضور رسالت مآب ﷺ جن جي ڪچهري مرتب آهي. ٻنهي جهانن جو سردار ﷺ تخت تي متمڪن ۽ رونق افروز آهن، اولياء الله تخت جي هيٺان ويٺا آهن حضرت غوث الحق عليہ الرحمة تخت تي حضور رسول اڪرم ﷺ جن سان گڏ ويٺا آهن، ۽ حضرت صاحبزاده والا گُهرُ ڏي شفقت پدري جي نظر فرمائي ارشاد ٿا ڪن. ته اي فرزند ارجمند هي ڪرامت ۽ تشريف جا فقير کي حاصل ٿي آهي سا خاص حضور پيغمبر ڪريم ﷺ جن

جي متابعت ۽ پيروي ڪرڻ جي مهابي ۽ ابتاع سنت نبويہ جي طفيل ملي آهي. حضور پيغمبر ڪريم ﷺ جن هميشہ افلاس يعني ناداري اختيار رکي هئي. جنهنجو مطلب تہ صاحبزاده صاحب جن انهي ظاهري افلاس کان ڪبيده خاطر نہ ٿين، بلڪ مرد ميدان تسليم ٿي بار فاقہ جي برداشت ڪن.

## هر حال ۾ الله کي ڪافي سمجهڻ

هڪڙي شخص حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي خدمت اقدس ۾ هڪڙي عصا (هٿ ۾ ڪٽڻ جي لٺ) نذرانہ طور پيش ڪري چيو، العصاء معلم الماء وقوت الاعضاء ودافع البلا- يعني لٺ پاڻي جو مقدار ڄاڻائيندڙ آهي، ۽ عضون کي قوت ڏيندڙ آهي ۽ بلائون کي ٽاريندڙ آهي. حضرت غوث الحق رحہ جن جواب ۾ فرمايس تہ- هر حال ۾ الله تعالیٰ ڪافي ۽ بس آهي، ڪاٺي تي ڪهڙو ڀر رکجي.

## دنيا ۽ دنيا وارن کان استغنا

حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي خدمت اقدس ۾ زماني جو هڪڙو بادشاهہ آيو ۽ نصيحت ڪرڻ جو التماس ڪيائين. حضرت جن جواب ۾ ارشاد فرمايس تہ ملڪ جي بيهڪ سياست کان سواءِ نہ ٿيندي ۽ سياست لشڪر کان سواءِ قائم ٿي نہ سگهندي لشڪر

گڏ ڏيندو خزاني جي موجودگي سان، خزانون حاصل ڏيندو رعيت مان، رعيت آباد ۽ خوش حال رهندي عدل ۽ احسان سان. انهي مان ثابت ٿيو تہ بادشاهي جي لاءِ جيڪا خوبي ۽ بهبودي ۽ واڌارو ٿيڻو آهي تہ اهو عدل ۽ انصاف مان ٿيڻو آهي، ائين چئي پنهنجي حاضر خدمت واري خادم کي ارشاد فرمايائون تہ بادشاهہ کي چوي تہ هاڻي وچ ۾ وڃي عدل ۽ احسان سان پاڻ کي مشغول ڪر.

## نصيحت ڏيڻ ۽ خوب تنبيه فرمائڻ

هڪڙو بادشاهہ جناب غوث الحق عليه الرحمة جن جي خدمت اشرف ۾ مشرف بزيارت ٿي. ڳالهہ ڪرڻ لڳو تہ فلاني بادشاهہ جي وقت ۾ هي خرچ هلندا هئا ۽ فلاني جي وقت ۾ هيترا خرچ ڏيندا هئا. تان جو پنهنجي پيءُ جي وقت جو خرچ بہ ٻڌايائين، تنهنڪان پوءِ پنهنجي وقت جي خرچ ۽ گذران بابت چوڻ لڳو، تہ مون پنهنجن عزيزن ۽ ويجهن مائٽن تي هيڏا انعام ۽ اڪرام تجويز ڪيا آهن ۽ گهڻيون ساريون جاگيرون ۽ ٻنيون معافي ۾ ڏنيون آهن، جي اُهي پنهنجي آبادي هيٺ آڻي سگهيا آسودا گذران پيا ڪن. حضرت جن اهي ڳالهيون ٻڌي فرمايس تہ مائٽن ۽ ٻين ماڻهن تي ڪهڙا احسان ۽ ٿورا پيو رکين، اهي تنهنجا ٿورا اُنهن تي ڪين آهن، رب العالمين هنن کي اهو پنهنجن احسانن جي بارسان گروي رکي ڇڏيو آهي، انهن ۾ اهڙا بہ سندس

ٻانهان موجود آهن، جو توهان جهڙن دنيا دارن کي انهن جو محتاج ۽ ٿورو سهندڙ بنايو اٿس، اها ڳالهہ حضرت جن جي ٻڌي بادشاهہ کي اچي اهڙي هيبت ورتو جو انهي دم عذر ڪري معافي گهري موڪلائي مجلس اشرف مان اٿي هليو ويو.

## حضرت عيسيٰ عليہ السلامؑ کان رپيا وٺڻ کان انڪار

حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن فرمائن ٿا تہ هڪ ڀيري حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي خدمت فيض درجت کان مشرف ٿيس، جڏهن موڪلائي هلڻ لڳس تہ نبي سڳوري ڪجهہ سونا رپيا فقير کي مرحمت فرمايا، فقير خدمت ۾ عرض ڪيو، تہ فقير جا قدم حضرت سرور دوجهان ﷺ جن جي اقدام خجستہ فرجام تي آهن، ۽ حضور ﷺ جن دنيا جي اسباب کي قبول فرمايوئي ڪين آهي، تنهنڪري فقير هن دنياوي نعمت کي قبول ڪرڻ کان معزور (لاچار) آهي، معاف فرمائيندا، حضرت عيسيٰ عليه الصلواة والسلام فرمايو تہ ان جا پٽ پوٽا فضل خداوندي سان تمام گهڻا ٿيندا، تن جي لاءِ وٺڻ مناسب آهي. فقير جواب ۾ عرض ڪيو تہ خداتعاليٰ شال ائين نہ ڪري جو اها بلا پنهنجي اولاد تي هڻان، فقير جي اولاد کي پنهنجي رب رزاق جي حوالي ڪٽي فرمايو، تہ اُهي پنهنجي الله تعاليٰ سان واڳيل ۽ وندريل رهندا اچن.

## سندن نظر اقدس ۾ گهٽون ۽ ٿورو برابر

حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جي خدمت اقدس ۾ بعضي مريد ندزانہ ۽ تحفا آڻيندا هئا ڪي تہ تمام نفيس ۽ مڪلف شيون آڻيندا هئا خيال ڪندا هئا تہ متان سادو اسباب اسان جي مرشد ڪي پسند نہ اچي ۽ وڻندو نہ هجي. وري مقدار ۾ بہ زائد آڻيندا هئا تہ متان ٿورو ڪفايت نہ ڪندو هجي. هڪڙي ڏينهن پاڻ ارشاد فرمايائون، تہ فلاني ڪي خبر ڏيو تہ فقير ڪي الله تعاليٰ توڪل جو مقام عطا فرمايو آهي، جنهن ڪري فقير وٽ جيڪڏهن ڪو ماڻهو گهڻو ٿو آڻي، يا ڪو ماڻهو خالي هٿين ٿو اچي تہ سڀ هڪ جهڙا آهن، فتحي رسالي جي حاشي ۾ لکيل آهي تہ اهو مريد جيڪو تحفا آڻيندو هو، سو سيد السادات رفيع الدرجات، سيد ميان ابوبڪر صاحب لڪياري سڳورو هو.

## ڪيميا سکڻ کان انڪار ڪرڻ

مشيخت منزلت ميان محمود کان روايت آهي، تہ هڪڙو شخص حضرت غوث الاعظم محي الدين عبدالقادر جيلاني قدس سره جي اولاد مان حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جي خدمت اقدس ۾ زيارت لاءِ آيو هو، مجلس ملاقات ۽ صحبت حقائق آيات کان پوءِ اظهار ڪيائين تہ خلافت ۽ فيض بخشڻ جي مونکي

اجازت مليل آهي، ڪيمياء جو علم بہ ڄاڻندو آهيان، انهي باب ۾ منهنجي تمام وڏي پهچ آهي، جيڪڏهن سائين جن کي قبول خاطر پوي تہ تمام مناسب ۽ موزون آهي شايد ڪنهن نہ ڪنهن وقت ڪم اچي ويندي، حضرت جن حضرت پيرزاده صاحب جي اها استدعا استماع فرمائي ارشاد فرمايو، تہ جنهن ڏينهن کان حضور سيد الانبياء و المرسلين ﷺ اجمعين جي خدمت اقدس ۾ حاضر باشي جو شرف حاصل ٿيو آهي، تنهن ڏينهن لاڪون احتياج ۽ نياز مندي فقير کان ترڙيل ۽ لوڏيل ٿي ويئي آهي ۽ فضل خداوندي سان ڪو احتياج عاجز ڪنڌڙ پيش نٿو اچي، تنهنڪري ڪيميا جي گهرج ئي ڪانهي ائين فرمائيندي ٻتي پيسا ٽامي جاگهرائي منٿيءَ ڪٽي مهتيائون تہ فوراً سونا ٿي پيا. پير زادو صاحب قادر جي قدرت جو اهو رنگ پنهنجن اکين سان ڏسي موڪلائي هليو ويو.

## دنيا جي ترڪ ڪرڻ جهڙي ٻي نيڪي ڪانهي

هڪ ڀيري حضرت غوث الحق جن عليہ الرحمة جو لنگهہ صاحبزاده مخدوم ميان محمد امين جن جي ٻني وٽان اچي ٿيو. جيڪي خدمت جا حاضر ماڻهو صحبت ۾ گڏ پئي هليا، تن سڀن جي خواهش ٿي تہ حضرت جن هن پوک ڏي اک مبارڪ جي گوشہ سان نظر فرمائن تہ

تمام بهتر آهي. سندن نظر جي يمن سان ٻنيءَ ۾ برڪت پوندي ۽ ڏاڍي ڀلي ٿيندي، مگر پاڻ ان ڏي بلڪل ڪونہ نهاريائون ۽ بيپرواهي سان لنگهي هليا ويا. رفيقن مان هڪڙي شخص دل ۾ خيال ڪيو تہ صاحبزادي جي ٻني پنهنجي ٻني هين. ظاهر جي عالمن فرمايو آهي تہ جيڪو پنهنجي پوک ۾ نهاريندو آهي تہ ان ڪي پوک جي هر هڪ پن ۽ داڻي جي مقابلي ۾ جنهن تي نظر پوندي اتس وڏو ثواب ملندو آهي، حضرت مرشد جن بہ جيڪڏهن ڪٿي ٻني تي نهارين ها تہ ڪين بہ وڏو سارو ثواب حاصل ٿئي ها. حضرت جن رفيق جو اهو خطرو پروڙي فوراً ارشاد فرمايو، تہ. "قال النبي ﷺ يا طالب الدنيا التبر، ان ترڪه لابَر"، يعني حضور پيغمبر ڪريم ﷺ جن ارشاد فرمايو آهي تہ اي دنيا جا طالب جي تنهنجو ارادو دنيا جي طلب مان نيڪي ڪرڻ جو آهي، سو توکي معلوم هجي تہ دنيا کي ترڪ ڪرڻ وڏيڪ نيڪي جو ڪم آهي، يعني دنيا جي ترڪ کان وڏيڪ ٻيو نيڪي جو ڪم آهي ڪونہ.

## سوال ڪانسواءِ ڪم ٿيڻ تي رب تعالىٰ جو شڪر ڪرڻ

هڪ ڀيري حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن کي ڏيڍيءَ جي پرده لاءِ پترن جي گهرج ٿي هئي پترن

جوڙيندڙ کي مُلهه اڳوات ڏيئي ڇڏيو هئائون، انجام واري ڏينهن هُن اچڻ ۾ تمام دير ڪئي، پاڻ ڏاڍي انتظار ۾ هُن جو اوسيڙو ويٺي ڪيائون، ڪجھ دير تائين انتظار ڪندي به هو ڪٽي ڪين آيو، تڏهن ارادو ڪيائون ته ڪو ماڻهو ملي ته موڪلي گهرائي وٺجن.

انهي انتظار ۾ هئا، ته پٽرن وارو پٽرون پاٽا ڇاٽي ڪٽي آيو. حضور جن هن جي اچڻ ۽ پٽرن آڻڻ تي الله تعاليٰ جل شانه جي عنايت بي غايت جا شڪرانا بجاء آندا ۽ فرمايائون ته الحمدلله جو حڪم ڪرڻ ڪانسواءِ اچي ويو، حڪم ڪرڻ شان ۽ خاصو آهي ذات بي مثال واحد صمد جو، سو شڪر جو هن نيازمند بندي کان صادر نه ٿيو.

## سڄي عمر ڪنهن کي به سوال نه ڪيائون

حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جي نسبت ۾ صحيح طرح ثابت ٿيل ڳالهه آهي ته پنهنجي ساري ڄمار شريف ۾ ڪنهن ماڻهو کي ڪڏهن ڪو ڪم نه فرمايو هئائون ته هي ڪم ڪري اچ وغيره.

## ماڻهن جي اڳيان ٿي نه هلڻ

ٻين ماڻهن کان اڳ ۾ ٿي هلڻ جي به سندن عادت شريف نه هوندي هئي، تا ته جڏهن ڪنهن طرف هلندا خواه ويندا هئا ۽ حاضر خدمت وارو خادم ساڻ هلندو

هو تہ ان کان بہ هلڻ ۾ اڳرائي نہ ڪندا هئا. بلڪ انهي ڪي اڳ ۾ ڪندا ۽ پاڻ پوئتان هلندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ خنزير(ڪاري مرون) هڪ ڀيرو باري تعاليٰ جل شانہ جي درگاہ ۾ عرض ڪيو تہ رب منهنجا مون ڪي اهڙو تہ بڇڙو ۽ خراب ڪري خلقيو اٿئي جو چئني مذهبن ۾ حرام ڪري ڇڏيو اٿئي. رب تعاليٰ ارشاد فرمايس تہ تون منهنجا شڪرانا ڪر ۽ ٿورا مڃ جو توکي ڪنهن راڄ جو پريو مڙس ۽ ڪنهن قوم جو رئيس (وڏيرو) نہ ڪيو مانءِ.

## رئيس ڪنهن کي چئجي

مجلس اقدس جي حاضرن ڪي اهو ارشاد ٻڌي دل ۾ خيال گذريو تہ رئيس ڪنهن کي سمجهڻ گهرجي، پاڻ انهن جو اهو خيال مڪاشفہ سان معلوم فرمائي ارشاد فرمايائون تہ رئيس انهي ڪي چئجي ٿو جو ٻن ڄڻن تي وڏائي ڪري ۽ پاڻ کي انهن کان وڏو سمجهي ۽ هميشہ پيو ڀائي تہ ٻيا ماڻهو منهنجو امر ۽ حڪم مڃيندا رهن، ۽ جيڪا فرمائش مٿن پيو رکان سا قبول پيا ڪن، حالانڪہ حديث شريف ۾ امر ٿيل آهي هر ڪنهن مومن لاءِ تہ "كُنْ وَاحِدًا مِّنَ النَّاسِ" يعني تون ماڻهن ۾ هڪڙو عام ماڻهو ٿي رهہ، يعني جهڙا سڀ مومن ڀائر پاڻ ۾ هڪ جهڙا ٿي ٿا رهن تون بہ انهن سان هڪڙو انهن مان گذار.

## پنهنجي اولاد کي قناعت لاءِ امر ڪرڻ

يحيٰ فقير مندري ڪان روايت آهي ته هڪ ڀيري حضور جن جي صاحبزادي بي بي مريم رحمها ربها تنگي رزق جي ڪري حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جي خدمت اقدس ۾ عرض گذاريو ته دعا فرمايو ته رزق جي ڪشادگي ٿئي ۽ تنگي لهي وڃي. پاڻ ارشاد فرمايائون ته جيڪي تنهنجو مقدر (مقرر ڪيل رزق) آهي تنهن مان گهٽ ڪين ٿيندو ۽ جيڪي ٻين جو نصيب آهي سو توکي ملندو ڪين، توکي دعا ٿي ڪجي ته رب تعاليٰ جيڪي توکي ڏيٺو اٿس تنهن لاءِ شال توکي پريشان ۽ سرگردان نه ڪري، ۽ جيڪي توکي ڏيٺو نه اٿس تنهن لاءِ شال توکي حيران ۽ وائڙو نه فرمائي.

حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جو اهو فرمودو عين حديث شريف جي مطابق آهي، جو حضور نبي ڪريم ﷺ جن دعا ۾ سوال ڪيو آهي، ته "اللهم قنعني بما رزقتني ولاتشغلني فيما صرفت عني،" يعني اي ڏڻي منهنجا مون کي قناعت وارو ڪر انهي قدر سان جيڪي مونکي رزق ڏنو اٿئي ۽ نه مشغول ڪر مونکي انهي شي ۾ جيڪا مون ڪان پري ڪئي اٿئي يعني جنهن ۾ منهنجو ڀاڱو ڪونهي.

## گهٽ ماني واپرائڻ

سيد عبدالڪريم شاهہ پنهنجي رسالي ۾ لکيو آهي، تہ حضرت مخدوم سلامت (غوث الحق عليہ الرحمة) جن ارشاد فرمايو آهي، تہ الله تعاليٰ جل شانہ جي هر ڪنهن طالب ڪي لائق آهي تہ ڪاڏي ڪائڻ وقت پنجن گرانهہ ڪان وڌيڪ بلڪل نہ ڪائي. ٻي هنڌ انهي رسالي ۾ لکيو اٿس تہ قطب زماني جي حضرت مخدوم صاحب (غوث الحق) عليہ الرحمة جن فرمايو آهي تہ هن فقير پنهنجي خوراڪ لاءِ پنج گرانهہ اٿين پهر مقرر ڪري ڇڏيا هئا، پر ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ انهن پنجن مان ٻہ گرانهہ الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول جي راهہ ۾ ڇڏي باقي ٽن گرانهہ تي اٺين پهر پنهنجي عادت آڻي بيهاري، ۽ بعضي تہ ستن ستن ڏينهن ڪان پوءِ فقط ٽي گرانهہ ۽ ڪڏهن ڪڏهہ پنج گرانهہ ڪائي حضرت جن روزو افطار ڪندا هئا.

## حضرت محمد هاشم ڪان نقل

قدوة الواصلين سيد عبدالوهاب پنهنجي والد سگوري جي نسبت بيان ڪيو، تہ منهنجو والد مرحوم قرآن ڪريم جو ياد حافظ هو، تنهن ڪي حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن ڪان ذڪر پڇڻ ۽ بيعت وٺڻ جو اڇي شوق پيدا ٿيو، جنهن ڪري بيعت جو شرف ماٺيائين. ذڪر وٺي زور رکيس، جنهنڪري سارو ڏينهن اهو

شغل هجيس ۽ پيا ڪم سڀ رهجي پيا وڃن، اتي اچي ڊپ ٿيس ته ذڪر جي اهڙي غلبي ڪان قرآن مجيد نه وسري وڃي. انهي ارادي سان حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جي خدمت اقدس ۾ اچي حاضر ٿيو ته اهو احوال روبرو عرض ڪريان. حضور جن ڪشف جي ذريعي شاه صاحب جو اهو ارادو معلوم ڪري ارشاد فرمايو ته سيد سڳورا! توکي ذڪر به پيو ٿيندو ۽ قرآن مجيد به ياد ٻيڻو هوندو، دلجاءِ رکه پيو الڪوئي نه ڪر.

## هڪ عورت جو واٽ پڇڻ ۽ واصل با الله ٿيڻ

هڪڙي عورت حضرت غوث الحق جن ڪان ڪنهن پاسي جي واٽ پڇي، حضور جن ڪيس رب جي واٽ ڏسي رب سان ملائي ڇڏيو واصل حضرت خداوند صمد ميان محمد وڏو پوٽو جناب غوث احمد جن جو روايت ٿو ڪري ته هڪڙي پيري حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن تن تنها ڪنهن رفيق جي سنگت ڪان سوا اڪيلا شهر ڪان نڪري جهنگل ۽ صحرا ڏي پيا وڃن، ته اتفاق الاهي سان هڪڙي ناواقف زال اچي ڪين آڏي پيئي ۽ ڪنهن طرف ڏي پئي ويئي، مقصود واري ڳوٺ جي واٽ پڇڻ جي ڪيس ضرورت هئي، سو حضور غوث الحق جن ڪان پڇي ويئي ته فلاڻي ڳوٺ جي واٽ ڪهڙي آهي، هن سعيده ازلي ڪي واٽ پڇڻ جو بهانو ٿي آيو، هن ڪي حق تعاليٰ سان واصل ٿيڻو هو، حضرت جن

پڻ واٽ تہ ڪانہ ڏسيس، جيڪا حق جي طالب ۽ هدايت جي گهورو کي واٽ ڏسيندا هئا. سا واٽ هٿ مبارڪ جو اشارو ڪري فرمايائينس تہ وڃ مائي هادي مطلق توکي هدايت جا شال دروازا کولي ڇڏي ۽ شال گمراهي جي مونجهاري کان توکي پنهنجي پناهہ ۾ ۽ شال محفوظ ۽ سانديل رکي. بس حضرت جن جو اهو فرمائڻ ٿيو ۽ هن جي جسم جي ڪوٺي معرفت جي لالٽين سان منور ۽ روشن ٿي پئي ۽ لحظي جي اندر ئي اندر ڪامل واصلن مان ٿي پيئي، حقيقت جي شاهي رستي تي هلندڙ ۽ رمندڙ ٿي دنيا جي اٿاون ڏاڪن ۽ لڪن جي خوفناڪ خطرن کان پاسي ٿي سلامتي سان وڃي سچڻ وٽ سنڍ ٿي. مگر انهي ڏينهن کان حضرت جن کي هي تڪليف ٿي پئي جو ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي قوت ۾ ڪجهہ نقصان ۽ فتور پيدا ٿي پين، (يعني هن ڪري جو سڄي ڄمار ۾ حضرت جن اتقاء ۽ پرهيزگاري سان گذاريو هو ۽ ڪنهن زال ذات بيگانہ سان ايتري بي تڪلفي سان ڏسڻ ۽ ڳالهائڻ جو اتفاق نہ ٿيو هو ۽ اهو پهريون ئي پيرو اهڙو واقعو هو، اگرچہ اهو سراسر هدايت ۽ عين فيض بخشي ۽ خدا رساني طور هو پر اهڙي متقي ۽ ڪامل کان ايتري بي اعتنائي ٿيڻ کي بہ غيرت خداوندي گوارا نہ ڪيو ۽ عقبيٰ جي جوابدهي کان رستگار هجڻ لاءِ دنيائي ۾ ان جو ڪفارو انهي ٿوري صعوبت جي صورت ۾ ڪري ڇڏيو. ڪاملن کي ادنيٰ

فروگذاشت تي به رب تعاليٰ جي طرفان انبتاه ٿيندا رهندا آهن ۽ خداوندي غيرت گوارا نه ڪندي آهي ته اخص الخواص تي ڪو تر جيترو به عتاب قيامت ۾ پيش اچي، جنهنڪري هن جي ڏک جو سبب ٿي پوي. ۽ ڪامل جو به شان هي هجڻ ڪپي ته رخصتي ڪمن کي به پنهنجي ذات جي حق ۾ ڪبيرو گناه سمجهي، انهي بابت هڪڙي عربي شاعر تمام عمدو مضمون شعر ۾ اداء ڪيو آهي، چوي ٿو: متيٰ خُبِرتُ اَن الشَمسَ اُنثيٰ يُنَبِهُنِي عَفَافِي اَن اَرَ اهَا۔

يعني: جڏهن کر مون کي خبر ڏني ويئي آهي هن ڳالهه جي ته سج مونث (مادي) آهي ته انهي وقت کان وٺي منهنجي پرهيزگاري مون کي انهي جي ڏسڻ کان روڪي ٿي. عربي محاوري ۾ سج مادي آهي ۽ چنڊ نر آهي، شاعر پنهنجي پرهيزگاري جي نهايت بيان ڪندي چوي ٿو ته شرعاً نا محرم زال جو منهن ڏسڻ ممنوع آهي، سو جڏهن مونکي معلوم ٿيو ته سج به مونث يعني زال آهي ۽ ڏاري آهي ته مون کي انهي جو به منهن ڏسڻ نه ڪپي. تنهنڪري آئون نهايت پرهيزگاري جي ڪري انهي ڏي ڪين ٿو ڏسان ته ڪٿي گنهگار نه ٿي پوان)(مترجم)

## حضرت جن جي صالح فرمائڻ سان صالح ٿيڻ

هڪڙو شخص پنهنجي پٽ کي حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جي خدمت لازم البرکت ۾ دعا

گهرائڻ لاءِ وٽي آيو ۽ عرض گذاريائين تہ قبلا هن کي دعا فرمايو تہ الله تعاليٰ حضرت جن جي انفاس نفيسہ جي برڪتن سان ڪلام الله جي حافظن مان ٿئي، جو حديث شريف ۾ وارد آهي، اهل القرآن اهلُ الله خاصتہً- يعني قرآن مجيد وارا خاص الله تعاليٰ وارا آهن. حضرت جن هن جو سوال ٻُڌي جواب ۾ ارشاد فرمايو تہ صالح ٿيندو، سائل صلاحيت کي ٿوري نعمت سمجهي ٻيهر پٽ جي ياد حافظ ٿيڻ جي استدعا ڪئي، پاڻ وري بہ فرمايائون تہ تنهنجو هي پٽ صالحن جي جماعت مان آهي. هن شخص وري ٽيهر بہ پنهنجي پٽ جي حافظ ٿيڻ لاءِ سوال ڪيو، حضرت جن ٽيهر بہ زبان معجز بيان مان هن جي صالح ٿيڻ جو ئي قول ارشاد فرمايو ۽ صلاحيت جي اعليٰ نعمت هجڻ بابت فرمايائون تہ قرآن مجيد جي حافظن جو مرتبو بہ الله تعاليٰ وٽ برابر وڏو آهي، پر صالحن جو رتبو انهي کان اعظم ۽ اعليٰ آهي. ڏس تہ حضرت يوسف صديق عليٰ نبينا و علي السلام باوجوديڪ نبي سڳورو هو، تہ بہ اسلام تي فوت ٿيڻ ۽ صالحن جي جماعت ۾ شامل ٿيڻ جي رب تعاليٰ کان دعا گهري آهي ۽ چيو اٿس: "تَوَفَّنِيْ مُسْلِمًا وَّاَلْحِقْنِيْ بِالصَّالِحِيْنَ، [1] اي رب منهنجا مونکي مسلم ڪري مار ۽ صالحن سان ڳنڊيم، ۽ حضرت امام اعظم رحمة الله عليہ هيڏي ظاهري باطني علم جي ۽ قرآن جي ياد هوندي بہ صالحائي جي مرتبي حاصل ٿيڻ جي تمنا ۽ سڪ پئي رکي

[1] يوسف: ١٠١

آهي، جو عربي شعر ۾ چيو اٿس.

احبُ الصالحين ولستُ منهم - لعل الله يرز قني صلا حاً.

محبت ٿو رکان صالحن سان ۽ صالحن مان آهيان کين، من انهي محبت جي ڪري الله تعاليٰ مون کي صلاحيت عطا فرمائي، حضرت جن جي اهڙي هدايت فرمائڻ کان سوالي کي ڪجهه تسڪين حاصل ٿي، پئي پيءُ پُٽ خدمت فيضدرجت مان موڪلائي آيا. الله تعاليٰ جي قدرت سان هن شخص جو پٽ ويو سڌرندو، تان جو ڪجهه مدت کان پوءِ صالحائي جي مرتبه جو شرف حاصل ٿيس. جڏهن انهي مرتبي تي ڪامياب ٿيو ته پنهنجي پيءُ کي چيائين ته مونکي هاڻي دنيا ۾ رهڻو ڪونهي، بلڪ هتان لڏي دارفاني ڇڏي سراء جاوداني ڏي هلڻو آهي، تنهنڪري هن وصيت تي عمل ڪجو. يعني جڏهن مونکي وهنجاري ڪفنائي رهو، تـه نـماز جي امامت ڪرائڻ لاءِ ڪنهن ماڻهو جي اچڻ جو انتظار ڪجو. درويش دنيا مان انتقال ڪيو، سندس وصيت موجب تجهيز تڪفين کان واندا ٿي منتظر رهيا تـه نماز جي امامت ڪرڻ لاءِ ڪير ٿو اچي ۽ نماز ٿو پڙهائي. قـدرت الاهي سـان هڪڙو برقعہ پوش مـاڻـهـو نـمودار ٿيو جو سڌو اچي جماعت جي اڳ ۾ بيٺو ۽ جنازي جي نماز پڙائي هليو ويو. انهي بزرگ جو چهرو ڪنهن ڪونہ ڏٺو ۽ نڪو ڪنهن سڃاتو تہ ڪير بزرگ هو. مگر آخر ڪار سڀن يقين ڪيو تہ حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن هئا.

جن هن صالح ٻانهي جي عزت افزائي لاءِ اها خاص نوازش فرمائي هئي، باڪريمان ڪا رها دشوار نيست.

## ولين جي آزاربندڙن ڪي هيري جي ڇهڻ وارا ملائڪ عذاب ڪندا آهن

حاجي هارون جو پٽ حاجي عبدالله، جو عمدن صالحن مان هڪ صالح شخص آهي، نقل ٿو ڪري ته حضرت شيخ بهاء الدين زڪريا جي اولاد مان ٻه چار ڄڻا حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي خدمت فيض موهبت ۾ دانهين آيا، ته دهلي جي حاڪمن اسان کي اسان جي وطن کان وٺي ٺٽي تائين جلاوطني (شهر نيڪالي) جو حڪم ڏيئي ڇڏيو آهي، سو اسان جي دستگيري واهر ڪريو ته اهو حڪم رد ٿئي، حضرت جن ارشاد فرماين ته رب تعاليٰ جي قضا تي راضي ٿي حاڪم جي حڪم جي ڪٿي اطاعت مجيو. اها ڳالهہ ٻڌي پيرزادا هليا ويا ۽ پنهنجن بزرگن کان باطن ۾ ۽ پين مائٽن کان ظاهر ۾ گهڻي مددون ۽ استعانتون طلب ڪيائون، پر ڪٿان به مدد ڪانہ ملين، بلڪ هي اشارو ٿين ته انهي مشڪل جو حل زماني جي مرشد سان لاڳو آهي، يعني وقت جي غوث هٿان اهو ڪم آسان ٿيندو، تنهن تي اهي پيرزادا وري حضور غوث الحق عليہ الرحمة جن جي خدمت اقدس ۾ موٽي آيا ۽ الله ۽ رسول جو واسطو وجهي حضرت جن کي دارالسلطنت ٺٽي ۾ تڪليف ڏيئي

وٽي آيا. حضرت جن فرخ جي جامع ۾ اچي رحل انداز ٿيا، مرزا محمد باقي کي، حضرت جن جي قدوم بهجت لزوم جو اطلاع ٿيو ته فوراً خدمت اقدس ۾ حاضر ٿي تعظيم جا شرط بجاءِ آڻي دست بوسي جو شرف حاصل ڪيائين ۽ چيائين ته جيڪو ارشاد صادر ٿئي ته ان جي تعميل ۽ بجاءِ آوري لاءِ احسان مند ٿيان. حضرت جن فرمايس ته جيڪو الله تعاليٰ جي ولين تي ايذاءِ روا ٿو رکي ته الله تعاليٰ انهي تي اهڙا ملائڪ عذاب ڪرڻ لاءِ ٿو بڇي جن جون ڇهنبون هيري ڪان به وڏيڪ تکيون ۽ تيز آهن، حضرت جن جي زبان فيض ترجمان تقدير نشان مان اهي لفظ نڪتا ۽ هوا ۾ هڪڙا پکن جهڙا جانور اچي پيدا ٿيا، جي مرزا باقي به ڏٺا ۽ مجلس جي سڀن حاضرن کي به ڏسڻ ۾ آيا، اتي مرزا محمد باقي کي اچي هيبت ورتو، سو ڏڇندي ڏڇندي عرض ڪيائين ته قبلا هن جماعت کي شهر نيڪالي جو حڪم اسان پنهنجي راءِ سان نه ڏنو آهي، بلڪ سندن ڏاڏي بزرگوار جي امر موجب انهن پيرزادن جي نيڪالي جو حڪم ڏنو ويو آهي، ۽ اسان جو بادشاهي جي تخت تي ويهڻ به سندن ئي اذن ۽ اجازت سان ٿيو آهي. تنهن تي حضرت غوث الحق جن عليه الرحمة فرمايو ته هاڻي پلا هن ڳالهه تي ڪري ٻئي ڌريون صلح ڪريو، جو هنن جي جيڪا ملڪيت آهي سا هنن جي هٿ مان ڪسي نه وڃي بلڪ اها بدستور سندن هنن جي قبضي ۽ ملڪيت ۾

رهي، ۽ شهر کان سواءِ ٻي جنهن هنڌ سندين پسندي ۽ مرضي هجي ته اتي وڃي رهائش ڪن، اتان ڪين نه لوڏجي، انهي ڳالهه تي ٺهراء ٿيو، پوءِ هڪڙا پيرزادا پرڳڻي گگرالي ۾ رهڻ لڳا ۽ ڪي صاحب زادا وڃي بدين جي شهر ۾ سُڪونت پذير ٿيا.

## زبان جي ارشاد سان ئي حرص جي رڳ پاڙان پٽجي وئي

مخدوم حامد اگهمي نورالله ضريحه کان نقل آهي، ته رباني عشق جي سريل ميان آدم عارف (جو مخدوم جمعه ذات دنبه جو سڳو ۽ حقيقي ڀاءُ هو) ڳالهه ڪئي ته مون ڏاڍيون رياضتون ڪيون ۽ ڏاڍا مجاهدا ڪمايا هن مطلب لاءِ ته دنياوي سڌون ۽ سِڪون منهنجي قلب مان سڀ نڪري وڃن ۽ ڪا خواهش دنيوي منهنجي دل ۾ نه رهي. الله تعاليٰ جي فضل سان انهن مجاهدن ۽ رياضتن جي برڪت سان قلب جي انهن خرابين کان صفائي ٿيم، ۽ دنيا جي بي رغبتي جي نور کان سينون نوراني ٿي پيو، پر حرص جي مذموم صفت، سا اڃان منهنجي اندر مان نه نڪتي ۽ بدستور قلب ۾ قائم رهي. انهي جي ازاله ۽ دفع ڪرڻ لاءِ جيڪي به جهد ۽ ڪشالا ڪيم ته اهي سڀ غير مفيد ٿيا، اتي پڪ ٿيم ته اهو عسير العلاج مرض ڪنهن حاذق حڪيم جي توجه کان سواء دفع ٿيڻ محال آهي، حضرت غوثِ الحق جن عليه

الرحمة جن زماني ۾ مسيحا نفس هئا، يقين ٿيم ته انهن سڳورن جو باطني توجہ ئي انهي مرض جي پاڙ پٽيندو، ته پٽبي نہ ته ٻي جي بات ڪانهي، پوءِ ڇي مون سندن خدمت لازم البرڪت جي زيارت جي عزم جو احرام جان جي چيلهہ تي ڪري ٻڌو ۽ اچي حضور جن جي ديدار ڪرامت آثار اعجاز اظهار جو شرف حاصل ڪيو. هٿ مبارڪ سندن پنهنجن هٿن ۾ وٺي مصافحو ڪيم ته ارشاد فرمايائون ته الله تعاليٰ جا اولياء حڪيمن جي مثل آهن جي حرص جون رڳون ۽ ٻين ذميم اخلاق جون پاڙون، جي انسانن ۾ رهن ٿيون ۽ انهن سان لازم ۽ لاڳو آهن تن کي جيئن سڃاڻڻ جو حق آهي تئين پوري طرح ٿا سڃاڻن، ۽ انهن جي ڪپي وڃڻ ۽ پاڙان پٽي وڃڻ جا ڏاڍا ماهر آهن. ايئن فرمائي، اول اول منهنجي حرص جو بيان فرمايائون جو مون کي پوڪ ڪرڻ ۽ ٻنيون وٺڻ ۽ وڌائڻ جو تمام ڏاڍو حرص هوندو هو ۽ انهي پريشان ڪيو هو ۽ انهي وقت مونکي دفع ڪرائڻو ٻہ اهوئي حرص هو سو پنهنجي زبان معجز بيان تي آڻي ارشاد ڪيائون ته هڪڙن ماڻهن کي اهو حرص ٻہ ڏاڍو ٿيندو آهي. جڏهن اها تقرير فرمائي مٿي چڙهيا ته آئون جو پنهنجي دل ڏي پيو ڏيان ڪريان ته ڏسان پيو ته دل انهي حرص کان بنهي صاف ۽ پاڪ ٿي پئي آهي، ۽ قلب جي آرسي تي ڪوبہ حرص جو داغ ۽ لينگهو نظر نہ پيو اچي. نفس جو تزڪيو ۽ دل جو تصفيو اهڙو اعليٰ درجي

جو مونکي حاصل ٿي ويو جهڙي حاصل ٿيڻ جي دل ۾ تمنا هئي. تہ حضرت جن جي هڪڙيئي باطني توجہ ۽ هڪڙيئي زباني ارشاد ۽ هڪڙيئي فيض جي نگاه سان اها نعمت حاصل ٿي ويئي جا ڪيئي ورهن جي مجاهدن ۽ ذاڪرن ڪرڻ سان بہ حاصل ڪانہ ٿي هئي.

## سندن دعا جي مقبوليت

حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جنهن جي حق ۾ دعا فرمائيندا هئا تہ انهي جو اثر فوراً ظاهر ٿي پوندو هو. مٿي عفوتقصيرات جي مذڪور ۾ شاه رڪن الدين متعلوي جو قصو لکيو ويو آهي، جنهن جي مريدن مان هڪڙي مريد وجد جي حالت ۾ ماڻهن جون پٽيون ٿي پڪيون، وري اهو شخص مخدوم ڪرم الله وٽ شاهہ صاحب جي گلا ڪٽي آيو هو وغيره وغيره. تہ انهي قصي جي اخير ۾ بيان هو تہ حضرت جن شاهہ رڪن الدين مذڪور جي حق ۾ پاڻان ڇاٽي فاتحہ پڙهي دعا گهري تہ هنن جي گذران جي صورت سهڻي وجہ سان ٿيندي رهي، جو وڏي عيال وارا آهن. دعا جو اثر اهو ٿيو جو موٽندي واٽ ۾ هڪڙي شخص کين هڪڙي مينهن ڏني جا گهر پهچڻ تي ويامي پيئي ۽ ٿي ٽويا ڪير صبح جو ۽ ٿي رات جو ڏيڻ لڳي، جنهن ڪان شاهہ صاحب جن جو وقت خوشحال گذرڻ لڳو.

## حق جي طالبن کي مجذوبن وٽ وڃڻ کان منع فرمائڻ

هڪڙي ڪامل شخص جي سوال جو جواب پڇڻ کان سواءِ هڪڙو بزرگ جو ڪرامتن ۽ خوارق عادات ۾ مشهور هو ۽ مريد ڪندو هو. پر جنهن کي مريد ڪرڻ گهرندو هو ته اول انهي کي رياضتون ۽ مجاهدا ڪرائيندو هو. تنهن کان پوءِ ارشاد ۽ تلقين ڪندو هو. تنهن کي جا، هي ڳالهه ٻڌڻ ۾ آئي ته حضرت غوث الحق جن عليہ الرحمة ڪنهن ٻـ حق جي طالب کي نڪا ڏسين ٿا رياضت ۽ نڪو ڪڍائن ٿا ڪشالو. حق جو طالب آيو نہ آهي ۽ سندن ديدار فيض آثار کان شرف ٿيو نہ آهي ۽ واصل بالله ٿيڻ جي سعادت حاصل نہ ڪئي اٿس، يعني فقط چهره اقدس تي نظر پوڻ جي دير آهي، هو ڏانهن زيارت کان طالب مشرف ٿيو، هوڏانهن الله سان واصل ٿيو. انهي عقده جي حل ڪرڻ لاءِ ته رياضت ڪانسواءِ طالب ڪهڙي طرح سلوڪ طئي ڪري سگهندو، پنهنجي هڪڙي مريد کي حضور جن جي خدمت اقدس ۾ موڪليائين ۽ پيغام ڏنائس ته جيڪو رياضت سان مشغول نٿو ٿئي ۽ خلوت ۽ عزلت اختيار نٿو ڪري ته انهي کي حقيقي محبوب جو وصل ڪيئن ٿو ميسر ٿئي. اهو قاصد جڏهن حضور جن جي خدمت ۾ اچي شرف اندوز زيارت فيض بشارت جو ٿيو ته

حضرت جن بطور ڪشف جي هن جي سوال جو مضمون معلوم فرمائي هن جي پڇڻ کان سواءِ ارشاد فرمايو، تہ مجازي بادشاهہ وٽ هڪڙو سايل ويندو آهي پوءِ ڏاڍن حيلن ۽ تجويزن سان مس مس وڃي دربار ۾ پهچندو آهي. يعني پهريائين دربانن ۽ ٻاهرين نوڪرن سان واقفيت ۽ مهاڙ پيدا ڪرڻي ٿيندي اٿس، پوءِ انهي کي ڪجهہ رشوت ۽ لالچ ڏيڻي ٿيندي آهي پوءِ اندرين جي سفارش حاصل ڪرڻي پوندي اٿس، تڏهن وڃي مس مس بادشاهہ جي ديدار جو موقعو ملندو اٿس. هاڻي جڏهن بادشاهہ وٽ وڃي پهتو ۽ پنهنجي سوال جو بہ عرض ڪيائين پر هن ڳالهہ جي پڪ ڪانهي تہ بادشاهہ انهي جو اهو سوال مڃيندو ۽ هن جو مطلب بہ پورو ڪندو يا نہ؟ ٻيو هڪڙو ماڻهو آهي جنهن کي بادشاهہ ازخود سواءِ ڪنهن وسيلي ۽ سفارش جي پاڻوٽ گهرائي ٿو ۽ ان سان پنهنجون بي نهايت عنايتون ۽ مهربانيون اظهار فرمائي ٿو، پنهنجي حڪومت ۽ بادشاهي بہ ڪنيو ٿو ان جي حوالي ڪري، جنهن ڪري اهو انهي ملڪ ۾ جهڙا تصرف ۽ ڪم وڻنس تهڙا ڪري تہ وسارو آهي، پوءِ توڙي اهو گهرايل شخص ڪٿي جهنگلي بہ هجي، تہ اهو پهريون سائل هن پونئين جو مٽ ٿي نہ سگهندو، يَفْعَلُ اللّٰهُ مَايَشَآءُ وَيَحْكُمُ مَا يُرِيْدُ، الله تعاليٰ جيڪي وڻيس سو ڪري ٿو ۽ جهڙو حڪم ڏيڻ گهري تهڙو ڏي ٿو، جنهن لاءِ جيئن چاهي تيئن ڪري، انهي ۾ ڪيس

ڪو روڪيندڙ نہ آهي. هُن مريد جڏهن حضور جن جو اهو تمثيل ٻڌو تہ هن جي دل جا شڪ ۽ اندر جا اولا لهي ويس، ۽ ڳالهہ جي حقيقت سمجهي ورتائين تہ حضرت غوث الحق جن جي جماعت مراد آهن ۽ ٻي جماعت وارا مريد آهن، مريدن جي مرادن سان برابري ڪانهي. پوءِ ارادي جو طوق پنهنجي جانجي گردن ۾ وجهي صدق نيت ۽ خلوص نيت سان مريد ٿي پيو ۽ وڏن مرتبن سان فائز ٿيو.

## عليم جي طلب ڪجي علم جي طلب ڪهڙي ڪم ايندي

هڪڙي شوقين طالبعلم کي علم جي شوق وچان اچي خواهش دل ۾ پيدا ٿي، تہ علم جي طلب ۾ ڪوشش گهڻي ئي ٿو ڪريان پر پوري طرح ڪاميابي نٿي ٿئي. حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن بارگاه خداوندي جا مقبول آهن، انهن جي دعا ۽ توجہ جي امداد ٿيندي تہ مشڪل جلد آسان ٿي پوندي، سو انهي ارادي سان اچي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيو ۽ حاضر خدمت جي خادم سان پنهنجي اچڻ جي مقصد جو اظهار ڪيائين، جڏهن هٿ چمڻ لڳو تہ خادم عرض گذاريو تہ قبلاهي هڪڙو طالب علم آهي، دعا پنڻ آيو آهي تہ الله تعاليٰ کيس علم نصيب ڪري، حضرت پيردستگير غوث الحق رحمة الله عليہ ارشاد فرمايو، تہ بابا عليم جي

طلب ڪرڻ گهرجي علم جي طلب ڪهڙي ڪم ايندي.
۽ ڪيس ممنوع ڳالهين کان پري رهڻ جي نصيحت فرمائي.
(اهم نصيحت) ميان محمود بوبڪائي ڳالهه ٿو ڪري ته حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن هڪ ڏينهن مجلس شريف ۾ طالبان خدا کي هدايتون فرمائيندي هن طرح نصيحت ارشاد ڪئي ته ذڪر ڪجي ته خلوت ۾ ڪرڻ گهرجي ۽ ڏارين زالن سان ڪنهن قسم جي گفتگو نه ڪجي، جوان مردن اهل فجور سان صحبت نه ڪجي، ظاهر پرست طالب علمن سان مجادلو ۽ بحث نه ڪجي، زمين گهٽي ساري نه پوکجي، بادشاهن وٽ پاٽان چاٽي نه وڃجي، ۽ جي اهي ازخود سڏائن ته انڪار به نه ڪجي.
حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جي فرزند ميران محمد صاحب جن جي زبان شريف مان هي ٻتي شعر ٻڌڻ ۾ آيا آهن. شعر

عمر نقدي ست ڪ عاقل نشود غافل زان
غافل آنست ڪه نقدي نڪند حاصل زو

يعني: انسان جي ڄمار ۽ حياتي هڪڙي روڪڙي شئي آهي جا بروقت مليل آهي، اوڌر نه آهي جا ٻي وقت ڪُڻ پچڻ تي ملندي، اهڙي شيءِ کان عقل مند ماڻهو غافل بلڪل نه رهندو آهي، جو بالمفت ڪنهن ڪتي حاصل ٿيڻ ڏاران هٿان هلي وڃي. اهو شخص وڏو غافل چئبو جو انهي مان ڪا به روڪڙ حاصل نه ڪري. هي ٻيو شعر به انهي صاحبزادي کان آهي.

قلم سر بريده را چه مجال
که دهد شرح اشتياق وصال

يعني: متي ڪپيل قلم کي ڪهڙي گفتار جي طاقت آهي، جو متو نهيس ڪونہ ۽ دعويٰ تو ڪري تہ وڇڙيل عاشق کي پنهنجي معشوق سان ملڻ جو جيڪو شوق دل ۾ اٿس سو ويهي بيان ڪندو ۽ تقرير ٻڌائيندو تہ تنهنجي فراق ۾ مونسان هي هي هايون ٿي گذريون ۽ تو مونسان انهن مصيبتن جي وقت ۾ ڪابہ همدردي نہ ڪئي ۽ ڪنهن بہ قسم جي دلداري نہ ڏني، وغيره وغيره اهو شعر اگرچہ ظاهر ۾ نصيحت جو مضمون نٿو ڏيکاري پر باطن ۾ نصيحت فرمائي جو هڪڙو بحر بي پايان آهي، گويا نصيحتن جو درياء ڪوزي ۾ گنجان ڪيو ويو آهي جنهن جي مختصر تشريح هي آهي. تہ عارف ڪامل جڏهن معرفت رباني کان پوري طرح بهره ياب ٿي ٿو پوي تہ ان جي ادعا ۽ دعويٰ جي زبان بند ٿي ٿي وڃي ۽ حيرت ۽ محويت کان اهڙو بي خود ۽ مدهوش ٿي ٿو وڃي جو گويا سر ۽ سسي اٿسئي ڪانہ فقط بي جان ڌڙ آهي، جو ڳالهائي نٿو سگهي، جيئن تہ چيو ويو آهي. شعر

عاشقان کشتگان معشوق اند
بر نيايد زکشتگان آواز

يعني: عاشق معشوق جي هٿ جا ڪُٺل آهن، ۽ ظاهر آهي تہ ڪُٺلن مان آواز ۽ قال ڪونہ نڪرندو آهي،

فقط پنهنجي حال سان پيا ڏس ڏيندا آهن.

**يعني:** پنهنجي خود فراموشي جو حال ڏيکاري گويا چون پيا تہ اسان کي محبوب کُهي رکيو آهي ۽ اسين قلم سر بريده آهيون پوءِ جهڙي طرح قلم لکڻ ۾ چالاڪ ٿيندو آهي ۽ ڳالهائي سگهندو آهي پر لکندڙ جي مدد ۽ وسيلي سان گهٽون ئي بيان لکندڙ جي ما في الضمير جو پيو لکندو آهي تہ مجازاً چئبو آهي تہ قلم پنهنجي حال جي زبان سا ٿو لکي، نہ قال جي زبان سان. تہ شعر جو چوندڙ اسان کي نصيحت ٿو ڪري تہ توهين بہ قلم سر بريده وانگر بي زبان ٿي پنهنجي خالق مالڪ جي هٿ ۾ رهي پنهنجا سڀ اختيار ۽ وس ڇڏي مالڪ جي اشارن ۽ ان جي حڪمن تي هلو، انهي جي امُر ۽ انهي تي هلت ڪري انهي جي مرضي کان قدم ٻاهر نہ رکي خاص انهي جي مرضي تي هلو. تہ شاعر انهي ڳالهہ جو مضمون بيان ٿو ڪري تہ تون سر ڪپيل قلم آهين، توکي رب تعاليٰ جي وصال حاصل ٿيڻ جي شوق بيان ڪرڻ جي طاقت نہ آهي سو تون وڏيڪ دعوائون ۽ ادهائون نہ ڪر تون فقط هن جي اوامر ۽ نواهي جي متابعت ڪندي ان جي اشتياق جي بيان کي اتباعي حال سان بيان ڪندو رهہ ۽ وڏيڪ دعويٰ ۾ قدم نہ رک.

## نيلي لباس جي پهرڻ جي نصيحت

حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن عمدو لباس پسند نہ فرمائيندا هئا. هڪڙي ڏينهن سيد ميان عالي شاه رحمة الله عليہ حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي خدمت اقدس ۾ اچي شرف اندوز زيارت ٿيو ۽ مٿس لباسِ فاخر (وڏائي ۽ فخر وارو) پهريل هو. حضرت اقدس جن جي جڏهن شاهہ صاحب جي عمدي لباس تي نظر اشرف پئي تہ تنبيهي طور تي سوال فرمايائون تہ هي نٽ وارو لباس پهريل ڪير ماڻهو آهي. حاضر خدمت ميان عثمان جواب ۾ عرض ڪيو تہ قبلا سيد ميان عالي شاهہ آهي ۽ انهن فاخر لباس جي هيٺان فقيري لباس پيو اٿس، پاڻ جوش ۾ اچي فرمايائون تہ فقيرن ڪي خاص لباس يعني نٽ ۽ نام نمود وارو ڪپڙو پائڻ نہ گهرجي، نيري رنگ جي چادر هيٺ يعني گوڏ پڌڻ ۽ نيلي چادر مٿي تي رکڻ ڪپي، جو شريعت موجب اهوئي لباس آهي.

(يعني ان ۾ سادگي آهي ۽ ميرو ڪونہ ٿيندو باقي اڇو لباس سنت آهي)[1]

**فقيري لباس پهرڻ جي حڪمت:** (يعني سادو لباس)

ظاهري علم جي هڪڙي عالم خدمت اقدس حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جي ۾ استفسار ڪيو تہ قبلا درويشن جو فقيري لباس پهرڻ اختيار ڪيو آهي تنهن مان مقصد ڇا آهي، پاڻ جواب ۾ ارشاد فرمايائون تہ هڪ تہ دنيا ۾ بار ڪٽڻ ڪان ڇٽو پيو آهيان پيو تہ طرح ۽

[1] حضور اڪرم صلى الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ سفيد لباس پائيندا ڪريو ۽ پنهنجي مردن کي ڪفن بہ سفيد رنگ جو ڏيندا ڪريو.

توجيه ۽ بيگار ۽ شڪار جي گينداڙ ڪان آزادي آهي، انهن جي چڪتاڻ مٿي تي ڪانهي، ٿيون تہ موت جي بہ هلڪائي آهي.

## سادي لباس پهرڻ جي وصيت

حضرت غوث الحق عليه الرحمة جو ارشاد آهي تہ لباس ڍڪڻ ڪپي سادو، جنهن ۾ هڪڙو ڪپڙو پراڻو بہ هجي، جيڪڏهن ٻئي لٽا نيرا هوندا تہ چئبو تہ هي شخص دنيا جو تارڪ آهي ۽ جي هڪڙو ڪپڙو اڇو هوس ۽ ٻيو نيرو هوندو تہ چئبو تہ اهو ماڻهو پڪ تارڪ آهي نہ ڪو فخر اٿس. ۽ حديث شريف ۾ وارد آهي تہ خير الامور اوسطها يعني سڀن ڪمن ۾ چڱو ڪم آهي درميانو ۽ وچولو، جنهن ۾ نہ هجي افراط نہ تفريط. (سيد ميان ابوبڪر متعلوي رحمت ربه جو چوڻ آهي تہ ملائڪن جا ٻئي ڪپڙا نيرا آهن.) (اهڙي حديث اسان جي نظر مان ڪان گذري) (حديث ۾ ڪم اڇي لباس پهرڻ جو حڪم آهي.) مرتب

## بادشاه ڪي سوال جي جواب ۾ نصيحت فرمائڻ

زماني جي بادشاه حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي خدمت فيض منزلت ۾ سوال پيش ڪيو، تہ ڪن ڪن فقيرن ڪان زالن جي ٻيپرن جو حال ۽ مينهن وسڻ جا وقت، ۽ ايندڙ واقعات جا احوال بہ ظاهر ٿيا آهن ۽ هوڏانهن قرآني نص شريف ۾ صاف صاف وارد

آهي: ”تہ اِنَّ اللهَ عِنْدَہٗ علم الساعة وينزل الغيث ويعلم ما في الارحام و ماتدري نفس ماذاتكسب غدا (الآية)۔ يعني الله تعاليٰ وٽ ئي آهي علم قيامت جو ۽ وسائڻ مينهن جو ۽ اهوئي ڄاڻي ٿو جيڪي منجهہ گيپرڻن ۾ آهي ۽ نڪو معلوم ڪري سگهي ڪو نفس تہ ڇا ڪمائيندو صبحاڻي تہ ان مان ثابت آهي تہ ڪنهن انسان کي انهن ڳالهين جو علم ڪونہ آهي تڏهن فقراء ڪهڙي طرح غيب جون ڳالهيون ٿا ڏسين. حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جواب ۾ ارشاد فرمايو تہ آيت شريف ۾ معلوم نہ ڪرڻ جي نسبت نفس ڏي ڪيل آهي، يعني ڪهڙو ڪم صباح ڪندو، اها ڳالهہ نفس کي معلوم نہ آهي روح لاءِ نہ فرمايو ويوآهي تہ روح کي صبحاڻي جي ڪم جي خبر ڪانهي. درويش جيڪي چون ٿا سو نفس جي وسيلي سان نٿا چون، ڇو جو اُهي نفس جي مرتبہ کان لنگهي مٿي ويا آهن ۽ ”تَخَلَّقُوْا بِاَخْلَاقِ اللهِ“ جي صفت سان موصوف ٿي رهيا آهن، سو جيڪي چون ٿا رباني صفت موجب ٿا چون، نہ نفساني صفت جي ماتحت ۾ رهي. پوءِ انهي بادشاهہ خدمت اقدس ۾ عرض ڪيو، تہ لطف جي راهہ سان ڪا نصيحت آميز ڳالهہ ارشاد فرمايو جا قلب تي اثر وجهندڙ ٿئي ۽ آئون انهي تي پوري طرح عمل ڪري سگهان. پاڻ ارشاد فرمايائونس تہ ملڪ سياست کان سواءِ يعني فساد ۽ عناد ڪندڙن جي تنبيه ۽ سزادهيءَ ڏاران ۽ امن

امان جي غير موجودگي ۾ قائم ۽ پائدار رهي نہ سگهندو. سياست تڏهن بحال رهندي جڏهن فوج ۽ لشڪر راضي ۽ خوشنود هوندو ۽ لشڪر تڏهن مِڙندو جڏهن خزانو جمع ٿيندو، خزانو حاصل ٿيندو رعيت مان، رعيت آباد ٿيندي عدل ۽ احسان ڪرڻ سان، ڇو جو بادشاهي جو مدار ۽ خراني جي پرتي عدل ۽ احسان ۾ رکيل آهي. پوءِ فرمايائون تہ هڪڙي بادشاهہ ڪنهن بزرگ کان نصيحت ملڻ جو التماس ڪيو. بزرگ چيس تہ بادشاهہ کي حڪومت هلائڻ لاءِ ٽي قلعا قائم ڪرڻ ضروري آهن، جو انهن قلعن جي وسيلي سان انهن ۾ رهي امن ۽ امان سان فارغ البال ۽ صرفه الحال آرام جي بستري تي راحت پيو وٺي، پهريون قلعو آهي مٽي جو جنهن مان مراد آهي رعيت. انهي قلعي کي يعني رعيت کي عدل ۽ احسان جي گاري سان اهڙو پختو ۽ مضبوط ڪري ڇڏي، جو انهي ۾ ظلم ۽ ايذاء جي اثر ڪان ڪوڏار خواه قوت نہ پوي.

ٻيو قلعو آهي لوهہ جو، اهو آهي لشڪر، انهي جي اڏاوت آهي انعام ۽ اڪرام سان، اهو قلعو فتني ۽ فساد کان ملڪ کي رهائي ڏيندو آهي، بلڪ انهن کي مُلڪ ۾ اچڻ ئي نہ ڇڏيندو آهي، لشڪر جي ئي سبب کان ساري رعيت ۽ عام خاص ماڻهو امن ۽ حمايت جي ڇانو ۾ آسودا رهندا آهن. ٽيون قلعو آهي فولاد (رُڪ) جو سي آهن اهل الله ۽ خدا تعاليٰ جا خاص ٻانهان، انهن لاءِ

جيکي بيت المال ۾ حصو مقرر ٿيل آهي، سوکين پوري وقت تي بلاديرءِ دريغ جي پاٽان ڇاٽي پهچائي ڏجي ته اُهي بي فکرءِ فارغ ٿي ڪاڏي پيتي جي اُون ۽ ڳڻتي کان واندا رهي پنهنجن مدرسن ۾ علم پڙهائڻ جي شغل سان واڳيا وندريا هجن ۽ حڪومت جي دوام ۽ مملڪت جي بقا جا ويٺا هميشه دعاگو رهندا اچن. ۽ جيڪي اولياء الله ۽ صالح فقراء بادشاهه جي ملڪ ۾ واجب التعظيم ۽ لازم التڪريم هجن، تن کي معزز ۽ مڪرم رکجي ۽ انهن جي قوت گذران جو بار پنهنجي همت جي ذمه تي کڻجي ۽ پاڻ کي انهي جماعت جو محتاج سمجهي هميشه انهن جو نيازمند رهڻ گهرجي، اُئين نه سمجهجي ته اهي اسان جا محتاج آهن، وقت سر جيڪو مطلب ۽ مقصد پيش اچي ته دل جي صداقت ۽ نيت جي صفائي سان انهن جي جناب مان وڏي نوڙت ۽ نياز سان طلب ڪجي، ڇو جو تقدير جي مالڪن مُلڪ ۽ مُلڪ وارن جون نبيرون نڇيرون انهن صاحب دلين جي مبارڪن هٿن ۾ ڏيئي ڇڏيون آهن.

## الله کي ياد ڪريو فقير کي وساري ڇڏيو

حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جي درگاهه فلڪ اشتباه جي مريدن مان هڪڙي مريد کان هڪڙي شخص پڇيو ته توهين جڏهن پنهنجي پير دستگير جي خدمت مقدس ۾ حاضر ٿيندا آهيو ته توهان جو مرشد

مربي توهان کي ڪهڙي هدايت فرمائيندو آهي، مريد جواب ڏنو تہ اسان جو قبلو ڪعبو ارشاد فرمائيندو آهي تہ الله تعاليٰ کي ياد ڪيو. پڇندڙ وري سوال ڪيو تہ انهي ارشاد جو مطلب توهين پنهنجي دل ۾ ڇا ٿا سمجهو. مريد جواب ڏنو تہ اسين انهي جو مطلب هي ٿا سمجهون تہ پاڻ ٿا فرمائن، تہ توهان جي وطن کان وٺي هن فقير جي جاءِ تائين ڪيترا سارا نہ ماڻهو وچ ۾ هوندا، جن سڀن کي وساري فقير کي ياد ڪري آيا آهيو. هاڻي جڏهن هتي آيا آهيو تہ هن فقير کي بہ ڪٽي وساريو ۽ محض حق کي وٺي ياد ڪريو، جو حق جي ذات ۽ حق جي صفت کان سواءِ ٻي ڪا ذات ۽ صفت موجود آهي ئي ڪانہ، لا صفات الاصفات الله ولاذات الاذات الله.

## نفس جي مطلب تي نہ هلجي

ختم الاولياء قدوة الاصفياء حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن ارشاد فرمايو آهي تہ انسان کي کپي تہ نفس جي مراد تي هلت نہ ڪري، تنهن تي ڪنهن طالب عرض ڪيو تہ نفس مان مراد ڪهڙي شئي آهي. حضرت جن ارشاد فرمايو تہ انهي مان مراد هي آهي تہ پنهنجي ڪيل ڪم کي ڏسڻ نہ گهرجي، يعني ائين سمجهڻ نہ گهرجي تہ اهو ڪم مون ڪيو، وري سائل پڇيو تہ پنهنجي ڪم کي ڪئين نہ ڏسڻ کپي.

پاڻ فرمايائون تہ لَآحَوْلَ وَلَاقُوَّةَ اِلَّابِاللهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمِ

جي حقيقت کي پهچڻ کپي، جڏهن انسان انهي جي حقيقت کي سمجهي وٺندو آهي ته اهو انهي ۾ اهڙو غرق ۽ محو ٿي ويندو آهي جو پنهنجو پاڻ ۽ پنهنجو ڪم ان جي نظر کان مخفي ٿي ويندو آهي ۽ سڀ ڪم حق تعاليٰ کان ٿيندڙ پيو ڏسندو آهي، عارف ڪامل جي انتهائي نظر اهائي هجڻ گهرجي.

## هڪ دفعو الله چوڻ جو ثواب

حضرت پير دستگير غوث الحق عليہ الرحمة جن فرمايو آهي ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو هڪ دفعو زبان سان چوي "الله" جل جلاله ته هڪ سؤ (100) ورهہ جي عبادت جو ثواب انهي جي اعمال نامي ۾ لکن ٿا. عبادت بہ اهڙي جو انهي سو ورهن جي مدت ۾ ڏينهن جو روزا رکيل هجن ۽ رات جو پيرن ڀر بيٺل هجي. ( اها روايت ڪانہ نظر پئي)

## قرض ۽ فرض ادا ٿيڻ لاءِ ارشاد

حضرت پير روشن ضمير درماندن جي دستگير غوث الحق نور الله مرقده جن جي خدمت اقدس ۾ هڪڙي شخص حاضر ٿي دعا طلبي جو التماس ڪيو، ته قبلا مون تي قرض تمام گهڻو چڙهي ويوآهي، تنهنجي ادائگي لاءِ دعا فرمايو، ته جلد لهي وڃي. پاڻ فرمايائونس ته ڪلمہ طيبه لَآ اِلٰـهَ اِلَّااللهُ جي شغل جي وڃي مداومت ۽

مواظبت ڪر، تہ وري ٻئي هڪڙي حاضر مجلس عرض ڪيو تہ مون تي فرض آهن، يعني نياڻيون وڏيون ٿي ويون آهن، ايتري سرندي ڪانهي جنهن مان اهي فرض اٿياريان، دعا فرمايو تہ ايتري سرندي ميسر ٿي پاڻ انهي ڪي بہ ڪلمہ طيبه لااله الاالله جو اذن پڙهڻ جو عطا فرمايائون، پوءِ اُهي ٻئي وڃي ذڪر سڳوري سان شاغل ٿيا ۽ جلدئي مقصد کي پهتا.

## جاهل جي معنيٰ

حضرت پيردستگير غوث الحق عليه الرحمة جن جي خدمت فيضدرجت ۾ هڪڙي شخص هي سوال پيش ڪيو، تہ قبلا قرآن، حديث ۽ مشائخن جي ڪلام ۾ جاهل جو لفظ مذڪور ٿيل آهي، سو انهي جي معنيٰ ڪهڙي آهي. پاڻ جواب ۾ ارشاد فرمايائون تہ هي فقير تہ بي انصاف ماڻهو کي جاهل چوندو آهي.

## قلب جمال الاهي جي ديدار لاءِ آرسي جهڙو ٿي پوي

هڪ ڀيري حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن ارشاد فرمايو تہ جيڪو ماڻهو سانده چاليهہ راتيون اڌ رات کان وٺي سحري تائين وضوء سان قبلہ سامهون ٻئي هٿ پويان ٻڌي ڏاڍي زور سان لَآاِلٰـهَ اِلَّااللهُ جي ذڪر سان مشغول ٿيندو ۽ ايترو ذڪر ڪندو جو انهي جي

دل ۽ جگر ۽ ستنئي عضون تي ذڪر جو زور پئجي
ويچيس تہ ان جي دل اهڙي روشن ۽ اُجري ٿي پوندي
جو محبوب حقيقي جي حسن جي لاٽ انهي جي ادراڪ
جي آرسي ۾ پئي جهرڪا ڪندي انشاءالله تعاليٰ.

## اَلْحَمْدُ شَرِيْفُ جون نعمتون شل اسان ۽ اوهان کي نصيب ٿين

هڪڙي ڏينهن غوث الحق عليہ الرحمة ارشاد فرمايو
تہ ذڪرن ۾ پلو ذڪر آهي لااله الاالله ۽ دعائن ۾ پلي
دعا آهي اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ. حضرت سائينءَ جن جو دستور هوندو
هو تہ جيڪو ماڻهو سندن خدمت ۾ دعا گهرڻ جو عرض
ڪندو هو تہ جهٽ الحمد شريف ڪري پڙهندا هئا ۽
فرمائيندا هئا تہ جيڪي هن سورة شريفہ ۾ آهي سو شل اسان ۽
اوهان کي رب تعاليٰ جي پاران نصيب ٿئي.

## عرش ۽ ڪرسي آهر جي دائي ۾ سمائجي ٿا وڃن

هڪڙي ڏينهن حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن
جي مجلس اقدس ۾حق تعاليٰ جي قدرت ۽ عظمت جو
اچي ذڪر هليو هو، تنهن تي پاڻ ڪا تقرير فرمايائون
جا تمام عجيب هئي، حاضرين مجلس شريف مان
هڪڙي شخص جي دل ۾ خيال آيو تہ عرش عظيم
پنهنجي هيڏي وڏائي ۽ ڪرسي سڳوري سندس هيتري
وسعت هوندي آهُر جي ذرڙي داڻي ۾ سمائجي ويندا؟

انهي جي معنيٰ خبر ناهي ڪهڙي هوندي. حضرت جن انهي جو اهو خطرو معلوم فرمائي ارشاد فرمايو تہ جهڙي طرح انسان جي اک جي ونئي (ماڻڪي) ۾ زمين ۽ آسمان ماپجي ٿا وڃن يعني صفائي سان ڏسڻ ۾ پيا اچن. تهڙي طرح رب تعاليٰ جي تجلي فرمائڻ وقت مومن ٻانهي جي دل جو حال بہ اهڙو ٿو ٿئي، جيئن حضور سرور ڪائنات عليہ الصلوٰة والسلام رب تعاليٰ جي طرفان حڪايت فرمائي آهي لايسعني ارضي ولاسمائي ولڪن يسعني قلب عبدي المومن، يعني منهنجو آسمان ۽ منهنجي زمين مونکي پاڻ ۾ گنجائش ڏيئي نٿا سگهن پر هڪڙي مومن جو قلب مون کي پاڻ ۾ سميٽي سگهي ٿو. جسم واري شي کي الله تعاليٰ اهڙي طرح خلقيو آهي جو هر ڪنهن صفت کي قبول ڪري ٿو سگهي. حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن هڪ تقرير ڪندي ارشاد فرمايو تہ جسم واري شي جو اصل ۽ جوهر ڏٺي تعاليٰ اهڙي نموني جي خلقيو آهي، جو جهڙي صفت رب تعاليٰ ان ۾ پيدا ڪرڻ گهري تہ اها صفت انهي جسم ۾ موجود ٿي پوي، جهڙي طرح ميڻ جي طبيعت ڏٺي دنيا ۾ ڏسو ٿا تہ ان کي جهڙي شڪل ۾ ميڻ ٺاهيندڙ آڻڻ گهري ٿو تہ آڻي سگهي ٿو ۽ ميڻ اها صفت قبول ڪري ٿو، ۽ جهڙي نقشي واري مهر مٿس هڻي تہ اهو نقشو مٿس چيچجي پوي ٿو، ۽ الله تعاليٰ کي هرشي تي پوري قدرت حاصل آهي، جنهن شي سان جهڙي هلت ڪري ۽ جنهن شي ۾

جھڙي صفت پيدا ڪري تہ اھا صفت منجھس ظاھر ٿي پوي، يَفۡعَلُ اللّٰہُ مَا يَشَآءُ وَيَحۡكُمُ مَا يُرِيۡدُ معنيٰ ڏسو باه جنھن جي صفت آھي ساڙڻ ۽ ٻارڻ پر جڏھن رب تعاليٰ انھي جي اھا صفت وڃائي ڇڏيندو آھي تہ ٻارڻ ۽ ساڙڻ کان روڪجي پوندي آھي حضرت ابراھيم لاءِ امر ڪيائين تہ: "كُونِيۡ بَرۡدًا وَّسَلَامًا عَلٰى اِبۡرَاهِيۡمَ" تہ باه برد ۽ سلام ٿي پئي. پاڻي حضرت موسي لاءِ رب تعاليٰ جي امر موجب ٻوڙڻ جي عادت ڦٽي ڪري ڇڏي، جو حضرت موسيٰ ۽ سندس تابعدار پار لنگھي ويا، حضرت داؤد عليہ السلام لاءِ لوھ پنھنجي سختي جي صفت ڇڏي ڏني ۽ ميڻ جھڙو نرم سندس ھٿن ۾ ٿي پيو ھو، جنھن مان زرھون يعني لوھي پيراھن پيو ٺاھيندو ھو. حضرت صالح عليہ السلام لاءِ سخت ۽ سوٽ پھڻ مان اٺ پيدا ڪيائين جنھن ۾ اصل نڪا ڦرٽ ٿي نڪو منجھس ڏار پيو. حضرت رسول اڪرم ﷺ ڪي آسمان ۽ ڪرسي ۽ عرش اعظم کان بہ مٿي وٺي ويا ۽ انھن ۾ ڪنھن قسم جو چير ۽ ڏار ڪونہ ھو نہ ڪو انھي وقت ٿيو، وري ھوڏانھن ڪعبي مان ويا ۽ ھڪ وک پرڻ سان موٽي اتي آيا.

## سج جو فاصلو

سج جي دوري معلوم ڪرڻ ۽ فاصلي بابت حضور جن جو فرمودو: قدوة بحار و براري، سيد ميان اسماعيل

شاهه بخاري ڳالهه ڪئي ته هڪڙي ڏينهن مون حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جي خدمت ارشاد منزلت ۾ دل جي زبان سان سوال ڪيو ته سج جي دوري جو مقدار يعني جڏهن هڪڙي نقطه کان وٺي هلڻ شروع ٿو ڪري ۽ هلندي هلندي چڪر ڪائي وري ساڳي هنڌ ٿو اچي ته انهي چڪر ڪاٽڻ جو پنڌ خبر نه آهي ته ڪيترو هوندو، جيڪڏهن حضرت جن اهو پنڌ ٻڌائن ته ڏاڍو چڱو ٿئي. حضرت جن منهنجو اهو مافي الضمير معلوم ڪري ارشاد فرمايو ته اهو پنڌ ٻارنهن ڪروڙ ٻارهه لک هڪ هزار چار سؤ ٻاونجاه ڪوه آهي، وري مون دل ۾ هي سوال ڪيو ته چنڊ جي دوري جو ڪيترو مقدار هوندو تنهن جي جواب ۾ ارشاد فرمايائون ته نو ڪروڙ نو لک ڏهه هزار اوڻانوي ڪوه ۽ فرمايائون ته فقيرن جي هڪ جماعت جو هيٺين درجي جو سير ايتري قدر ۾ ٿيندو آهي. وري مون دل ۾ هي خيال آندو ته، ڪِتين جي ڇڳي ۾ خبر نه آهي ته ڪيترا تارا آهن. پاڻ فرمايائون ته نو ڪروڙ نو لک ڏهه هزار اٺانوي تارا آهن. ته وري مجلس جي حاضر جماعت مان هڪڙي شخص دل ۾ خيال آندو ته حضرت سليمان عليه السلام جو تخت ڪيڏو هو، ۽ انهي ڪانپوءِ ڪيڏانهن ويو. تنهنجي جواب ۾ پاڻ ارشاد فرمايائون ته ايڏو هو جيڏو ٺٽه جي شهر کان وٺي لاهور جو شهر آهي ۽ حضرت سليمان کان پوءِ ان جو اڌ سمنڊ ۾ پئجي ويو ۽ اڌ زمين تي رهجي ويو.

## پنج شيون ٻانهي کي رب تعاليٰ سان ملائن ٿيون

مٺي فقير جي زبان جي روايت آهي ته حضرت مرشد مڪرم مخدوم معظم غوث الحق عليہ الرحمة جن جو ارشاد آهي ته پنج شيون ٻانهي کي رب تعاليٰ سان پهچائن ٿيون.

(١) هڪ ته الله تعالي سان دل جي سچائي هجي،

(٢) ٻيو ته خلق خدا سان نيڪ خُلق يعني سُٺن عادتن وارو ٿي گذارجي.

(٣) ٽيون ته سهٽي منهن سان رهجي يعني ٿُرش روئي جي عادت پاڻ مان ڪڍي ڇڏجي.

(۴) چوٿون ته هميشہ پنهنجوڪنڌ نياز مندي ۾ نوڙيل رکجي، يعني هٺ ۽ وڏائي نہ ڪجي.

(۵) پنجون ته سخاوت جي صفت پاڻ ۾ ڌارجي، بخل کان پاڻ کي پري رکجي.

حضرت غوث الحق عليہ الرحمتہ جن جي مجلس اقدس ۾ مجلس جي حاضرن پاڻ ۾ گفتگو ڪئي ته اڳين بزرگوارن کان ڏاڍا ڪرامتن جا ڪم جن کي خوارق چئبو آهي ظاهر ٿيندا هئا ۽ انهن جا مريد ۽ متعقد اُهي ڏسي اخلاص ۾ وڌندا هئا اسان جي تمنا آهي ته اسان جو مرشد مُربي پڻ اسان کي ڪو اهڙو خارق

عادت ڪم جيڪر ڏيڪاري ته اسان جي اخلاص جو سبت ٿئي اهو ڏينهن سومر جو هو. حاضر مجلس وارن مان هڪڙو شخص ڳالهه ٿو ڪري ته حضور جن اهڙو توجه فرمايو جو ڏنوسون ته هڪڙي دريا جي ڪن تي هڪڙو شهر آباد آهي ۽ جمعه جو ڏينهن آهي شهر جا ماڻهو جمعه جي نماز لاءِ درياء ۾ تڙپيا ڪن اسين شهر ۾ لنگهي وياسون شهر ساري ۾ هُلُ پئجي ويو ته حضرت غوث الحق جن تشريف شريف اوزاني فرمائي آهي، ماڻهن جا حضرت جن وٽ اچي ميڙ ٿيا ۽ اسين خاص ۽ عام جي ڳهٽ سان وڃي جامع مسجد ۾ پهتاسون ۽ جمعه نماز پڙهي سون، نماز ڪانپوءِ شهر جو بادشاهه ۽ امير ۽ شرفاءِ وغيره آيا ۽ زيارت ۽ دستبوسي جي شرف کان مشرف ٿيا ۽ ڪيترا سارا ماڻهون مريد ٿيا، ۽ تحفا طرحن طرحن جا پيش ڪيا ويا ۽ نذرانا بي شمارا آندائون، شهر جي بادشاهه سوني مُهرن جو خوان يعني وڏو ٿالهه ڀري ندرانو ڏنو، انهي شهر جي هوا ۽ ماڻهن جي حسن ۽ جمال جي ۽ باغن جي گلڪاري ۽ بهاري جي ڳالهه نٿي ڪري سگهجي، خدائي بهشت هو يا ڇا هو، پورو هڪ هفتو اتي هواسون تنهن کان پوءِ حضرت جن فرمايو ته هاڻي واپس هلجي، موٽندي رستي ۾ هڪڙو سون جو جبل آڏو آيو جنهن تان اسان کي چڙهي هن ڀراڇٽون پيو جڏهن انهي جبل تي چڙهياسون ته حضرت جن ارشاد فرمايو ته جيڪي فتوحات ۽ نذرانان

پاڻ سان اٿو سي سڀ اتي ڦٽي ڪري ڇڏيو، حضرت جن جي حڪم موجب اسان اُهي سڀ وسلا اُتي ڇڏي ڏناسون ۽ ٿلين هٿين وٺي هلياسون، جڏهن اهو ٽڪر لتاڙي هيٺ لٿاسون تہ ڏٺوسون تہ پنهنجي شهر جي ٻهران ويٺا آهيون ۽ ساڳيو سومر جو ڏينهن آهي ۽ اهوئي ٻن پهرن جو وقت آهي جنهن وقت هتان هليا هئاسون، ڇڻ ڪيڏانهن ويائي ڪين هئاسون.

## پوک ۾ برڪت ٿيڻ جي هدايت

هڪڙو شخص تمام نادار ۽ وڏو عيال دار هو. هڪڙي ڀيري حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي دربار مظهر اسرار مجمع افوار ۾ پنهنجي حال زار جي اظهار لاءِ حاضر سرڪار تي عرض گذار ٿيڻ جي نيت سان اچي ويٺو. زبان ياري نہ ڏنيس جو فصيح زبان سان پنهنجو مطلب گوش گذار قدوه ابرار جي ڪري تنهنڪري اندر جي زبان سان عرض ڪرڻ لڳو، تہ پوک ڪريان ٿو، ٻاٽي جام ڏيان ٿو راتو ڏينهن پاڻ پتوڙيان ٿو، پر پيداوار بنهہ ڪانہ ٿي ٿئي مورڳو ٻج ئي ناس ٿي ٿو وڃي. انهي ڪري تمام ناتوان ۽ نادار ٿي پيو آهيان، مٿان عيال جو ڳرو بار آهي تنهن هيڪاري هٿي ڀڃي رکيو آهي، انهي جو ڪو بلو ٿئي تہ واه نہ تہ حيات مستعار جا ڏينهن ڏاڍا ڏکيا گذرندا. حضرت جن هن جو مافي الضمير صحيح ڪري براه غريب نوازي جي

سندس حال عاجز تي رحم ڪندي ارشاد فرمايس تہ جڏهن پوک پوکين تہ ست ڀيرا پنهجي ڀڇندي آهر صدقو ڪيندو ڪر تہ تنهنجي پوک ۾ برڪت جا بار پون.

(١) جنهن ڏينهن پوکڻ لاءِ زمين کي صاف ڪرڻ ۽ گند گوچر ڪيڻ وڃين تہ ڪجھ خيرات ڪر.

(٢) جنهن ڏينهن ٻجہ ڇٽين تہ انهي ٻج مان ڪجھ خيرات راه خدا ۾ ڏي.

(٣) جڏهن سلا اڀرن انهي ڏينهن ڪجھ خيرات ڏي.

(۴) ڏانڊي جهلين ۽ سلا طاقت وارا ٿي پنهنجي قوت سان بيهن تہ خيرات ڪر.

(۵) جڏهن پوک نسرجي ۽ ان جهلي تہ خيرات ڪر.

(٦) جنهن ڏينهن پوک ۾ لابارو وجهين تہ خيرات ڪر.

(٧) جنهن ڏينهن ٻار مان ان ڪٽي پنهنجي گهر ۾ آڻي رکين. هن شخص پنهنجي ضمير جي سوال جو جواب خاطر خواه معلوم ڪري ايندڙ پوکي وقت ارشاد معليٰ جي تعميل ڪئي ۽ ستئي ڀيرا پنهنجي مسڪيني آهر صدقو ڪيو ۽ خير ڏنو الله تعاليٰ جي فضل ۽ حضرت جن جي توجہ جي برڪت سان ڀهرئين ڀيري سندس پوک ۾ ايتري اپت ٿي جو مرفه الحال ۽ فارغ البال ٿي پيو.

## هڪڙي عالم هٿان سندس مجلس ۾ ٽڪريون چاندي ٿيون

مٿي ذڪر ٿي آيو آهي تہ هڪڙي سائل کي سِرتي الحمد شريف پڙهي ڏنائون تہ اها سوني ٿي پئي هئي. انهي مجلس ۾ هڪڙو نادر العصر عالم ويٺو هو، تنهن ٻٽي ٽڪريون چنبي الحمد شريف پڙهي وٺي جو جوڪارو هيائين تہ چاندي ٿي پيون. عالم خيال ڪيو تہ رب تعاليٰ منهنجي زبان ۾ بہ تصرف پيدا ڪيو آهي، جو سون نہ ٿيو تہ چاندي تہ ٿي پئي اها بہ غنيمت آهي. جڏهن اهو بزرگ پنهنجي گهر آيو تہ هڪڙو پتر ڪڍي مٿس الحمد شريف پڙهي ڇوڪاريائين تہ چاندي ٿيو ئي ڪين. اتي يقين ٿيس تہ مجلس اقدس ۾ چاندي ٿيڻ منهنجي پڙهڻ سان، سو اهو منهنجي پڙهڻ جو اثر نہ هو، بلڪ اهو حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جي صحبت فيض موهبت ۽ مجلس اقدس جي يمن ۽ برڪت جو تاثير هو، جو چيو ويو آهي تہ الصحبة مؤثرة – يعني صحبت ۾ ڏاڍو اثر رکيل آهي.

## ذڪر ٻن توبهن جي وچ ۾ آهي (١)

حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن فرمايو آهي تہ ذاڪر جڏهن لااله الاالله جو ذڪر ٿو ڪري تہ ٻن توبهن جي وچ ۾ ذڪر ٿو ڪري، ڇو جو نفي جو

ڪلمو يعني لااله آهي توبه جو ڪل غير ڪان بس ڪري ۽ منهن ٿو موڙي ۽ اثبات جو ڪلمو الاالله چوڻ، اهو اهي ذڪر ڪرڻ، ته ذاڪر جڏهن انهن ٻن ڪلمن جو هر هر تڪرار ٿو ڪري ته پهرين توبه ٿو ڪري پوءِ ذڪر ٿو ڪري، وري توبه ٿوڪري ۽ وري ذڪر ٿو ڪري ته انهي اعتبار موجب ذڪر ٻن توبهن جي وچ ۾ ٿو ٿئي. ۽ حضرت جن جي انهي ارشاد ۾ هڪڙو ٻيو مطلب به لڪيل آهي جنهن ڏي فهم ۽ ادراڪ وارن ڪي اشارو لطيف ٿا فرمائين يعني سمجهه وارو طالب پنهنجي ذهن ۾ محض اها ڪامل ذات ٿو وهاري، بلڪ اندر جي اکين سان ڏسي ٿو جا ثبوتي صفتن ۽ سلبي صفات ڪان منزه ۽ معرا آهي، جنهن ذات اقدس جي سمجهڻ ۽ معلوم ڪرڻ ۾ خود فهم ۽ ادراڪ حيران آهي.

## ذاڪر ماڻهو ڪي ڪاڏي پيئتي جي پرواهه رهندي آهي

درويش جمعون جا ريجو ڳالهه پيو ڪري ته هڪڙا الله تعاليٰ جا طالب فقير هئا. تن ٻين درويشن ڪان ڪو ٻڌو هو ته جيڪو ماڻهو ساندهه ڏهه ڏينهن راتيون اوجاڳو ڪندو ۽ اک جو ڇپر ڇپر تي نه آڻيندو ته غفلت جي ننڊ ان جي هلي ويندي ۽ غافلن جي ٽولي مان بالڪليه نڪري ويندو، تنهن تي اهي فقير وٺي پاڻ پتوڙڻ

پيا هئا ۽ اچي اوجاڳي جي ڪشالن ڪڍڻ ۾ لڳا هئا ۽
پئي جدوجهد ڪيائون ته اسان جي ڏهن ڏينهن جي
اوجاڳي جي مشق پچي وڃي. فقير ابراهيم ناهيو درويش
جلال ناهيي جو پٽ مٿان اچي پهتو ۽ ڏٺائين ته ويٺا پٽٽا
پٽن ۽ ورين ڪجهه به ڪين ٿو. فقير ابراهيم چين، ته
اوهين ته ڏهن ڏينهن جي اوجاڳي لاءِ پيا هڄو، پر مون
هڪ پيري هيئن ڪيو هو، جو جواني جي ڏينهن ۾
هوس ۽ حضرت غوث الحق رحہ جن جي زيارت جو اچي
شوق ٿيو، سو هڪڙو ڪرو پاٽي جو پري سفر ۾ ساڻ
ڪنيم جنهن جو مُنهن ۽ ٿُن گاه سان بند ڪري وٺي
هالا ڪندي، جو رخ ڪيم، حضرت غوث الحق عليہ
الرحمة جن جي زيارت کان مشرف ٿيس ۽ ارڙهن ڏينهن
راتن ڪانپوءِ وري پنهنجي وطن اچي پهتس ته انهي
ساري مدت ارڙهن ڏينهن جي ۾ ڪابہ اهڙي شيءِ نہ
اچڻ خواه سنهي ٿلهي حاجت ٿيڻ وغيره جي جا وضوء
کي فاسد ڪري يعني پچي، منهنجي بدن مان ظاهر ڪانہ
ٿي ۽ پين فقيرن بہ ڪيترا سارا چاليها ڪڍيا آهن، جن
۾ ڪاڏو پيتو پيو ته نهيو پر رڳو پاڻي جي سرڪ بہ نہ
پيتي اٿن ۽ جيڪو راتو ڏينهن ذڪر ۾ مشغول ٿو رهي
ته ان کي پاڻي پيئڻ ۽ طعام کائڻ جي گهرج ٿيئي
ڪانہ ٿي. فقير ابراهيم جي انهي احوال ۽ تقرير ڪرڻ
جو مطلب هي هو ته اهي فقير جيڪي ڏهن ڏينهن جي
اوجاڳي جي هير ٿيڻ لاءِ پيا جهد ڪن ۽ اجايا مٿا پيا

هٽن، سي جيڪڏهن ذڪر جي شب وروز ڪثرت سان ڪٽي مشغولي ڪن ته اهي ته ڏهه ڏينهن تا گهرن پر چاليهن ڏينهن تائين به اوجاڳو ڪري سگهندا ۽ ڪاڏي پيتي ڪان به بي نياز ٿي پوندا.

## زباني ذڪر جي توڙ جي مدت

مريدن مان هڪڙي مريد حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جي خدمت اقدس ۾ زباني ذڪر جي پوري ٿيڻ جي مدت بابت سوال ڪيو ته ڪيستائين پڙهڻ گهرجي. پاڻ جواب ۾ ارشاد فرمائونس ته ذاڪر ڪي جڏهن ذڪر مان فڪر حاصل ٿئي ته پوءِ ذڪر ڇڏي ڏي، ۽ فڪر جي شغل ۾ لڳو وڃو هجي ۽ فڪر جي مراد هي آهي جو ڪڏهن بي سرتائي پيدا ٿي پوي، ۽ فڪر تڏهن حاصل ٿيندو آهي جڏهن سارو جسم ذاڪر ٿي پوندو آهي ۽ هرڪو وار ذڪر پيو ڪندو آهي. ٻي نشاني فڪر جي اها آهي جو ذاڪر فڪر ۾ مستغرق ٿيو پيو هوندو آهي، دنيا ومافيها جي ڪاسڌ سرت نه هوندي اٿس. اهڙي حالت ٿيڻ کان پوءِ سگهوئي وصال ڪي رسندو آهي، وصال سريس ته وڃي فنافي الله ۾ رسندو فنافي الله جو درجو حاصل ٿيو ته پوءِ بقا بالله جي مقام ۾ ايندو ۽ اتي اچي سلوڪ جو سير ختم ٿيو ۽ سالڪ هن ڳالهه جو لائق جو ٻين کي الله جي راه ۾ هلائي ۽ خلق جو مرشد ٿي فيض بخشي.

## ذڪر ٻن توبهن جي وچ ۾ آهي (٢)

ٻي تقرير سان حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جو ارشاد آهي تہ ذاڪر جڏهن ذڪر ڪرڻ ويهي تہ ڪپيس تہ اول توبہ ڪري پوءِ اسم الله زبان تي هلائي تہ غافلن جي ٽولي ڪان نڪري ٻاهر ٿئي. اهائي معنيٰ ڪلمہ طيبہ يعني لاالـه الاالله ۾ موجود آهي. انهي ۾ توبہ ٿي ڪجي غير ڪان ۽ اثبات ٿو ڪجي ذڪر جو، تڏهن ڪلمه لاالـه الاالله جو ذڪر ٻن توبهن ۾ واقع ٿو ٿئي. ۽ ذڪر ڪرڻ مهل گهرجي تہ لاالـه آهستي چئجي ۽ الاالله ضرب سان ڏاڍي چئجي.

## ذڪر ڪرڻ جي ترتيب ۽ ذڪر ۽ ذاڪرن جي ڀلائي

حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جو ارشاد آهي تہ جيڪو ماڻهو فجر ۽ وچئين نماز ڪان پوءِ هر روز ايڪيتاليه ڀيرا لَآاِلٰهَ اِلَّاالله پڙهندو رهندو تہ انهي جو ذاڪرن جي جماعت ۾ نالو داخل ڪندا، عام عرف ۾ انهن ٻنهي وقتن ۾ ذڪر ڪرڻ کي وقتي ذڪر ڪري چئبو آهي اهڙن ماڻهن کي ذاڪرن، ۽ اوليائن ۽ پنهنجن دوستن مان رب تعاليٰ ڪندو آهي. اهڙن ذاڪرن جي انفس (جندن) ۽ انفاس (ساهہ ڪڻڻ) جي ئي برڪت سان

جي نيڪ سيرت وارا ۽ پاڪ طينت وارا ۽ اخلاص جي مذهب وارا درويش آهن، زمين ۽ آسمان قائم ۽ برقرار ٿيا پنهنجن جاين تي بيٺا آهن.

## ڪلمہ تهليل جي ذڪر پڙهڻ جي ترتيب

جو پهرين هڪ هزار ڀيرا پڙهي "لَاۤاِلٰهَ اِلَّااللهُ" ٻيو ڀيرو هڪ هزار ڀيرا پڙهي "اِلَّااللهُ" ٽيو ڀيرو هڪ هزار ڀيرا پڙهي "اَللهُ هُوْ" چوٿون ڀيرو هڪ هزار ڀيرا پڙهي الله پنجون ڀيرو هڪ هزار ڀيرا پڙهي "هُوْ"- اهو ذڪر سمورو فجر نماز کان ۽ شام جي نماز کان پوءِ پڙهندو ڪجي. انهن وقتن کان سواءِ ٻين ساري ڏينهن رات جي وقتن ۾ ۽ هر ڪنهن دم ۽ پساهہ ۽ هر حال ۾ پاس انفاس جي ذڪر کان فارغ ۽ غافل نہ رهي.

پاس انفاس جي واٽ هي آهي- تہ جڏهن ساهہ ٻاهر ڪڍجي تہ دل ۾ چئجي لااله ۽ جڏهن ساهہ اندر ڏي ڇڪجي تہ چئجي الاالله.

## ذڪر دل ۾ جاءِ ڪرڻ جي نشاني

هڪڙي مرد خدا جي نسبت ۾ حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن وٽ ڳالهہ هلي تہ ٻاره سال ٿيا اٽس جو آسمان ۾ اڪيون هيون وٺيو آهي نڪو ٿو ڪائي پئي نڪو ڪنهن پاسي ڏيان ٿو ڪري انهي الوٽ ۾ آهي، ماڻهو ٿاچون تہ اهو درويش مشاهده سان وڃي واصل

ٿيو آهي، پاڻ فرمايائون تہ اسم اعظم الله انهي جي دل ۾
وڃي هنڌ ڪيو آهي ۽ انهي ۾ وڃي ڪپي ويٺو آهي،
جڏهن ذڪر دل ۾ وڃي جاءِ وٺندو ۽ غلبو ڪندو آهي
تہ ذاڪر ڪي ڪاڏي پيتي جو احتياج مطلق نہ ٿيندو آهي،
بلڪ قرب الاهي ۽ مشاهده لا متناهي ۽ حق سان اُنس
ٿي وڃڻ جي ڪري هميشہ حق ۾ مستغرق ۽ دنيا کان
فارغ ۽ بي خبر رهندو آهي.

## حضرت رسول مقبول صلی الله علیه وسلم جن کي سجاڳي ۾ ڏسندا هئا

مٿي گذري آيو آهي تہ مخدوم جعفر بوبڪائي کان
حضرت غوث الحق جن حضرت جن (صلی الله علیه وسلم) جي زيارت بابت
پڇيو هو تہ هنن اکين سان ٿي سگهي ٿو يا نہ، مخدوم
صاحب انڪار ڪيو. حضرت غوث الحق جن عليہ الرحمة
فرمايو تہ اسين توهان جي ڳالهہ تي اعتبار ڪريون، يا
پنهنجي چشم ديد واقعي تي اعتبار ڪريون جو ڪيئن پيرا ٿي
گذريو آهي ۽ برابر ٿيندو ٿو رهي. جنهن مان ثابت آهي
تہ ڪين اها نعمت عظميٰ اڪثر اوقات ۾ حاصل ٿيندڙ هئي.

هڪ دفعي جو ذڪر آهي، تہ ميان محمد ڪبير
روايت ڪئي، تہ حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن
بعضي بعضي شهر کان ٻاهر اڪيلا نڪري ڪنهن پاسي
منهن ڪري هليا ويندا هئا. ۽ پاڻ سان ڪو خادم خواه
رفيق نہ ڪٺندا هئا. هڪ ڀيري دوستن مان هڪ شخص
دل ۾ خيال ڪيو تہ اڄ جانچ ڪريان تہ پاڻ ڪيڏانهن

تشريف نيندا آهن ۽ ڇا وچي ڪندا آهن، پوءِ هو شخص صبح جو ساجهر آيو ۽ لڪندو ڇپندو پٺيان لڳو هليو ويو، پاڻ ڳوٺ کان ٻاهر نڪري درياءَ ڏي رخ ڪيائون، درياءَ جي ڪپ تي اچي وضو تازو ساريائون ۽ هڪڙي دل پسند جاءِ هٿ ڪري اتي ٻه رڪعتون نفل ادا ڪيائون. نفل پڙهڻ کان واندا ٿي اڃان ٿورو ويٺا ته راوي ٿو چوي ته ڇا ٿو ڏسان ته هڪڙو شخص نوراني لباس سان هو آسمان مان اڏامندو اچي حضرت جن وٽ ويٺو، حضرت جن انهي بزرگ جي تعظيم لاءِ اٿيائي ڪين، ڪجهه دير ويهي جڏهن اهو بزرگ موڪلائڻ لڳو ته حضرت جن مُرڪي تبسم فرمائي اُن سان ڳالهائڻ لڳا ۽ انهي جي تعظيم ۽ تڪريم بجاءِ آندائون ۽ تلافي مافات کان پوءِ انهي سان موڪلاڻي ڪيائون راوي چوي ٿو ته مون پري کان لڪي اهو رنگ ويٺي ڏٺو ۽ تعجب ۾ پيم ته هي ڇا معاملو آهي. آخر لڪ واري جاءِ مان نڪري نروار ٿي حضرت جن جي خدمت اقدس ۾ اچي حاضر ٿيس، ۽ سڄو اک ڏٺل واقعو عرض ڪري التماس ڪيم، ته حضرت جن خادم نوازي سان انهي حال جي حقيقت روشن فرمائن. حضرت جن انهي حقيقت جو هن ارشاد سان اظهار فرمايو ته اهو جيڪو نوراني پوشاڪ وارو شخص ڏٺئي، سو حضرت غوث الثقلين ابو محمد عبدالقادر صمداني هو. انهن جي تشريف آوري تي سندس لوازمات تعظيم وشرائط تڪريم هن فقير کي تمام

تاڪيد سان بجاء آڻڻ لازم هئا. پر هن فقير ڪان سندن قدوم سعادت لزوم وقت انهن جي ادائگي ۾ قصور ۽ فتور واقع ٿيو ۽ انهي جو معاوضو موڪلاڻي وقت ادا ڪيو ويو، پر انهي قصور جو سبب فقير جي اختيار سان نہ هو، بلڪ ناچاري ۽ اضطراري حالت جي پيش اچڻ ڪان هو، يعني حضور رسول مقبول سيدنا احمد مجتبيٰ محمد مصطفيٰ ﷺ جن فقير جي گوڏي تي ٽيڪ ڏيو آهر ڪيو رونق افروز ٿيا ويٺا هئا، ۽ اسرار الــهي نامتناهي جا غوامض زبان وحي ترجمان سان بيان فرمائي وندر جي مجلس ڪي سرگرم ويٺي فرمايائون تہ لاچار اهڙي مجلس شريف ۽ محفل منيف ڪان منهن موڙڻ ۽ اعراض ڪرڻ ۽ حضور ﷺ جن جي ٽيڪ پاسي ڪرڻ نامناسب ۽ خلاف ادب نظر آيو، تنهنڪري اها ڪوتاهي واقع ٿي، حضرت رسول ڪريم ﷺ جن وٽ حضرت غوث الحق جن جي عزت ۽ مرتبي ڪري هڪ درويش ڪي حضرت جن جي رڪابداري جي خدمت حاصل ٿي حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي فرزند ارجمند مخدوم ميان موسيٰ رحمت ربه جن جي فقير وهنيون ولد فقير دعوت ڪئي، اهو وهيون فقير ظاهر ۾ مجذوب صورت رهندو هو، وهيون فقير مخدوم زاده ميان موسيٰ صاحب ڪي دعوت ڏيئي پنهنجي گهر وٺي آيو، وڏي تعظيم ۽ تڪريم سان وهاري مهمانداري جا پورا شرائط بجاءَ آڻڻ لڳو ۽ قسماقسم جون خدمتون ادا ڪري پنهنجي سعادت

مندي جو اظهار ڪيائين، يعني مخدوم زاده صاحب جن
لاءِ جيڪو طعام تاهٺو هوس سو پنهنجن هٿن سان تيار
ڪيائين، دستر خوان ۾ رکي کڻي پنهنجن هٿن سان آڻي
پيش ڪيائين. صاحبزادي جن جا هٿ مبارڪ پاڻ ڌوئاريائين
غرض تہ سموري مهمان نوازي جي خدمت پنهنجي سر
پاڻ ڪري وجي مٿي چڙهيو، خادمن عرض ڪيس تہ
توهان ڇو ٿا تڪليف ۽ تصديع پاڻ ڪريو، اسين حاضر
ويٺا آهيون جيڪا خدمت فرمايو تنهن جي ڪرڻ لاءِ هي
غلام هر طرح حاضر آهن وهنيئَي فقير جواب ۾ خادمن
کي چيو، تہ انهيءَ شاهزادي عالي تبار جي اها خدمت
ڪرڻ منهنجي هڏان ڪا وڏي ڪانہ آهي، مون کي لائق
۽ جڳائندڙ آهي تہ آئون هن پنهنجي محسن زاده جي
خدمت گذاري ۾ جان نثاري جو داد ڏيئي پنهنجي جان
قربان ڪري ڇڏيان ۽ ساهہ مٿان گهوري دل ٺاريان، هي
اهو منهنجو محسن زادو آهي، جنهن جي والد اقدس جي
مهابي هن خاڪسار کي حضور سرورڪائنات ﷺ جن جي
رڪابداري جي خدمت شريف حاصل ٿي آهي. جنهن جو
قصو هن طرح آهي، تہ هن فدوي جان نثار جي حاضر
باشي جي مقرر جاءِ حضرت رسالت پناه ﷺ جن جي
ڪچهري اقدس ۾ پوئتي صف ۾ هوندي هئي، ۽ منهنجي
محسن مڪرم مربي اعظم حضرت غوث الحق عليہ
الرحمة جن جو مستقر انهي بارگاه عرش اشتباه ۾
حضور سيد الڪونين جن جي سڄي پاسي کان مقرر ۽

معين ٿيل آهي، حضرت محترم معظم جن جو ايڏو عز ۽ اقبال بارگاهہ رسالت ۾ ڏسي هڪڙي ڏينهن دل ۾ هي خيال آندم تہ جيڪر حضرت غوث الحق جن هن دورافتاده پوئين صف ۾ وهندڙ جي باري ۾ دربار نبوي ۾ مسڪين نوازي جي راهہ سان مهرباني فرمائي سفارش فرمائن تہ حقير ڪي پوئين صف ۾ ويهڻ بدران رسول الله ﷺ جي سامهون ويهڻ جو شرف حاصل ڪرائي ڏين، تہ حضرت جن جي جوار جي دولت حاصل ٿيم، اجان مون دل ۾ اهو آرزو عرض ڪري بس ڪيو تہ منهنجي محسن مربي فوراً دربار رسالت ۾ خاڪسار جي عرضداشت پيش ڪئي. حضور ﷺ جن بلا توقف اجابت ۾ آٽي هن نماڻي ڪي سڏ فرمائي پنهنجي رڪابداري جو منصب عطا فرمايائون، فقير خواهشمند هو هڪڙي ڳالهہ جو، الله تعاليٰ پنهنجي فضل سان انهي ڪان زياده نعمت عطا فرمائي "مصرع باڪريمان ڪارها دشوار نيست"

## ولين وٽ حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جي عزت

غوث العالم حضرت شيخ بهاءالدين زڪريا ملتاني روح الله تعاليٰ روحہ جي مريدن مان هڪ شخص صاحب دل جو هو ۽ عالم ارواح جو ڪشف ٿيندو هوس ۽ چڱي فيض وارو هو، سو هڪ ڀيرو حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي مزار فيض جوار وٽان اچي ڪنهن

اتفاق سان لنگهيو هو، پر مزار پرانوار جي زيارت هن خيال کان نہ ڪيائين تہ متان منهنجو مرشد رنج ٿئي، تہ ٻي شيخ ڏي ڇو توجہ آندائين. هڪڙي ڏينهن ڪشف ۾ ڏسي ٿو تہ عالم ارواح جو هڪڙي هنڌ وڏو مجمع آهي، انهي مجمع ۾ حضرت غوث العالم[1] قدس سره ۽ حضرت خضر عليہ السلام مرصع مسند (جڙادار گادي) تي هڪ ٻئي پاسي ۾ رونق افروز آهن ۽ هڪڙي جليل القدر بزرگ جي تشريف آوري جو انتظار پيا ڪين. تہ ايتري ۾ ڇا ٿو ڏسي تہ هڪڙو ريشمي پوش سان محف وڏي شان ۽ طمطراق ۽ اسباب ۽ يراق (زيب زينت) سان اچي وارد ٿيو، انهي محفي مان هڪڙو عالي شان بزرگ برآمد ٿي اچي ٻاهر بيٺو. حضرت غوث العالم جن فوراً انهي جي استقبال لاءِ اٿي بيٺا ۽ ڳراهتي پائي مصافحو ڪري پنهنجي ۽ حضرت خضر عليہ السلام جي وچ ۾ گهڻي تعظيم ۽ تڪريم سان ويهاريائون. اهو آيل بزرگ ذات ملڪي صفات ملڪوتي ملڪات حضرت غوث الحق قدس سره[2] جن هئا. جڏهن حضرت غوث الحق جن عليہ الرحمة پنهنجي عزت واري جاءِ تي ويهي مستقر ٿيا تہ ٻنهي بزرگن (حضرت خضر عليہ السلام ۽ جناب غوث العالم رحمت ربه) حضرت غوث الحق رح جن جي خدمت بابرڪت ۾ ڪمال اشتياق سان اظهار عرض ڪيو تہ ذات واحد ۽ محبت الله احد جي تذڪري مان ڪا تقرير ارشاد فرمايو تہ مشتاق قلوب جي اڄ محبوب بي چون

[1] حضرت مخدوم بهاؤالدين زڪريا ملتاني رح ، [2] حضرت مخدوم نوح رحمة الله عليہ .

جي ذڪر ٻڌڻ کان سيراب ٿي تعطش دل جي ڪي قرار اچي، ۽ اندر جي آگ تي ڪو ڇنڊو پوي، جو توهان جي تقرير راحت بخش آهي، حضرت جن هنن جي استدعا اونائي تقرير دل پذير ادا فرمائي هنن کي خوش وقت فرمايو. جڏهن اهڙي روح کي راحت ڏيندڙ توحيد رباني وحدت سبحاني جي سرور بخش صحبت ختم ٿي، ته حضرت غوث العالم رحمت ربه انهي مريد کي جنهن اهو نظارو ۽ مشاهدو ڪشفي نظر سان ويٺي ڏٺو، پاڻ وٽ سڏي ويجهو ويهاريو، ۽ ان کي فرمايائون ته فلاڻا اسان جو ۽ مخدوم معظم جن جو پاڻ ۾ ڏاڍو اتحاد آهي، بلڪ اسين ٻئي پاڻ ۾ هڪ وجود آهيون، تو پاڻ کي هنن جي زيارت کان ڇو دور رکيو. اسان جو جيڪو مريد آهي سو سڀ کو پل ته انهن جي زيارت تي وڃي ۽ تبرڪ حاصل ڪري ۽ انهن جي پل ته هر طرح تابعداري ڪري.



## حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جا خواص القرآن

حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جهڙي طرح ذڪر فڪر ۽ ولايتن جي مقامات جون بزرگيون بيان فرمائي پنهنجي ذات بابرڪات جي جامع الصفات هجڻ جو ثبوت ڏنو آهي.

تهڙي طرح علوم ظاهري جي انواع اقسام بيان فرمائڻ سان پنهنجي جامع العلوم هجڻ جو پڻ اثبات فرمايو آهي.

ظاهري علوم جي هڪڙي شاخ علم خواص القرآن بہ آهي.

حضرت غوث الحق عليه الرحمة کي انهي باب ۾ پڻ يدطوليٰ حاصل هو. جنهن جو نمونو هيٺ ڏيکارجي ٿو. حضرت جن قرآن مجيد جي سڀني سورتن ۽ بعض خاص خاص آيتن جا فائدا ۽ فضيلتون ۽ خاصيتون ڌار ڌار ڄاڻايون آهن تن جو مفصل بيان هن ريت آهي.

### (١) سورة "الفاتحة" جو بيان

حضور رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وصحبہ وسلم فرمايو آهي، تہ مون کي الله تعاليٰ وٽان بہ شيون اهڙيون عطا ٿيون آهن، جو اڳي ڪنهن پيغمبر کي اُهي نہ مليون آهن: هڪ سورة الحمد، ٻيو سورة البقرة جون پڇاڙي واريون آيتون، يعني اٰمَنَ الرَّسُوۡلُ کان

وني وَانْصُرْنَا عَلَيٰ الْقَوْمِ الْكَل فِرِيْنَ تائين.

جيكڏهن ڪو ماڻهو سورة الفاتحه (الحمد) کي ايڪيتاليه (٤١) ڀيرا اَعُوْذُبِاللهِ ۽ بِسْمِ اللهِ سان گڏ پڙهندو ته هر بيماري لاءِ مفيد آهي ۽ موت جي سڪرات انهيءَ تي سولي ٿيندي ۽ گناهن کان مغفرت ٿيندس، مگر شرط هي آهي، ته بسم الله جو پويون ميم الحمد جي لام سان گڏي پڙهي، يعني بسم الله الرحمٰن الرحيم الحمدلله ڪري پڙهي، ڀيري ڀيري سان اهڙي طرح گڏي پڙهي.

الحمد شريف کي بسم الله سان ست ڀيرا پڙهي پاڻي جي چُڪي تي شوڪاري پيٽ جي سور واري کي پيئاربو ۽ ست (٧) ڏينهن اهڙي طرح ڪبو، ته ستن ٧ ڏينهن اندر الله تعاليٰ جي فضل سان مريض بلڪل چڱون ڀلو ٿي پوندو، اول ۽ آخر ۾ ٽي (٣) ٽي (٣) ڀيرا صلواة سڀوري به پڙهڻ گهرجي.

مشڪل جي آساني لاءِ سوره فاتحه جو عمل اول يارهن (١١) ڀيرا صلوة سڀوري پڙهجي پوءِ ايڪيتاليهه (٤١) ڀيرا اَلْحَمْدُ شريف پڙهجي، پڇاڙي ۾ وري يارهن (١١) ڀيرا صلوة پڙهجي، هڪ هفتو يا ٻه هفتا نيٺ ايڪيتاليه (٤١) برابر پڙهندو رهي ته جهڙو به مشڪل هوندو انشاء الله تعاليٰ آسان ٿي پوندو ۽ مقصود ملي ويندو. ڪنهن ماڻهو کي ڪا سخت بيماري هجي ته

ستر (۷۰) ڀيرا اَلْحَمْدُ ۽ ستر (۷۰) ڀيرا آيت الڪرسي ۽ ستر (۷۰) ڀيرا قُلْ هُوَ اللهُ اَحَدُ ۽ ستر (۷۰) ڀيرا قُلْ اَعُوْذُ بِرَبِّ الْفَلَقِ، ستر (۷۰) ڀيرا قُلْ اَعُوْذُ بِرَبِّ النَّاسِ پڙهي ۽ مينهن جي پاڻي تي ڦيٽون وجهي پيار جي، انشاء الله شفاء ڪامل حاصل ٿيندي، ۽ هر قسم جي بيماري دفع ٿيندي.

جيڪڏهن ڪنهن نينگريءَ جي ڪٿي شادي نٿي ٿئي يا ڪنهن ماڻهوءَ تي ڪنهن ٻي قسم جي بدبختي سوار آهي، يا ڪنهن قسم جي بندش آهي ته سورة اَلْحَمْدُ کي هڪ سو ٽيتاليهه ڀيرا پڙهي عود (اگر) جي ڪاٺي تي شوڪاري انهي ماڻهون جي دامن جي پلو هيٺا انهن کي ساڙي واس ڏجي ته مشڪل آسان ٿي پوندو.

جيڪڏهن ڪو ماڻهو وڃائجي ويو هجي، ته چاليه (۴۰) ڏينهن يا چاليه (۴۰) راتيون بدن کي سرهاڻ مکي هڪ سو ٽيتاليهه (۱۴۳) ڀيرا اَلْحَمْدُ شريف پڙهي ته الله تعاليٰ جي فضل ۽ سورة شريف جي برڪت سان اهو گم ٿيل ماڻهو لڀي پوندو، يعني پاڻهي موٽي ايندو، يا سندس پورو ڏس پتو پئجي ويندو.

جيڪڏهن ڪو بيمار اهڙو هجي جنهن جي علاج کان حڪيم عاجز ٿي پيا هجن، ته سورة شريف اَلْحَمْدُ کي مشڪ زعفران ۽ گلاب جي پاڻي سان چيني جي رڪيبيءَ تي لکي مٿس هڪ سو ٽيتاليه (۱۴۳) ڀيرا اَلْحَمْدُ

شــريف پڙهي شــوڪاري مــا ڪيءَ جي پاڻي ســان ذوئي مريض کي پيارجي تہ الله تعاليٰ جي فضل سان مرض دفع ٿي ويندو.

## (۲) سورة "البقره" جون خاصيتون

حديث شريف ۾ آهي تہ جنهن گهر ۾ سورت بقره پڙهي وجي تہ ان مان شيطان ڀڄي ٿو وڃي. ٻيءَ حديث ۾ آهي تہ سڀ کنهن شئي جي چوٽي ٿيندي آهي قرآن مجيد جي چوٽي آهي سورة بقره.

جنهن گهـر ۾ سورة "بَقَرَه" پڙهي ويندي آهي تہ انهي ۾ ٽي راتيون شيطان داخل نہ ٿيندو آهي.

قيامت جي ڏينهن سورة "بقره" ڪَڪَر جي شکل ۾ پاڇولو ڪري ايندي ۽ سندس پڙهندڙ تي ڇانوَ ڪري اچي بيـهندي، ۽ ان جي ڇوٽڪـاري لاءِ رب تعـاليٰ سـان حــجت بازي ڪري پنهنجي پڙهندڙ کي ڇوٽڪـــارو ڏياريندي. عــاملن کــان نقل آهي تہ ســورة" بَقَــرَه" ٽي ڏينهن پڙهي جادو ٿيل ماڻهو تي ڦيٽون وجهجي، يا لکي پاڻي ۾ ذوئي انهي کي پيارجي ۽ پڙهڻ وقت ڪنهن سان ڳالهائجي نہ، تہ اميد آهي تہ سحر (جادو) دفع ٿي ويندو ۽ سحر باطل ٿيندو.

جنهن بہ مــشــڪل لاءِ نَو (۹) ڀــيـرا ســورة بَـقَـرَه پڙهي ويندي، اميد تہ اهو مشڪل حل ٿي پوندو.

## "آية الكرسي" جون خاصيتون

حديث شريف ۾ وارد آهي تہ جيڪو هر فرض نماز کان پوءِ "آية الڪرسي" پڙهندو رهندو، تہ ان کي بهشت ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ٻيو ڪو پردو ۽ حجاب ڪونہ رهندو، فقط موت جو پردو رهندس، يعني موت اچڻ شرط بهشت ۾ هليو ويندو. انهي آيت کي صديق ۽ عابد ئي هميشگي سان ٿو پڙهندو رهي نہ ڪو ٻيو.

تفسير ڪشاف ۾ حضرت امير المومنين علي مرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت آهي تہ آية الڪرسي ۾ پنجاهہ (٥٠) ڪلمان (لفظ) آهن ۽ هر ڪنهن ڪلمه ۾ برڪت آهي.

ٻي روايت ۾ وارد آهي تہ جيڪڏهن ڪو ڪم درپيش اچي پوي تہ آية الڪرسي پڙهڻ گهرجي ڇو جو سندس هر هڪ حرف ۾ هزار برڪتون ۽ هزار رحمتون آهن.

جيڪڏهن ڪو ماڻهو گهر کان ٻاهر نڪري آية الڪرسي پڙهندو تہ الله هر بلا کان انهي گهر کي سنڀاليندو رهندو ۽ خود اهو پڙهندڙ بہ رباني حفاظت ۾ هوندو، جيسي موٽي اچي پنهنجي گهر ۾ داخل ٿئي، وري جڏهن گهر ۾ گهڙڻ وقت پڙهندو تہ الله تعاليٰ انهي کي سڄائي کان پناهہ ۾ رکندو، زال ۽ مڙس جو

پاڻ ۾ ڪڏهن بہ نزاع ۽ تڪرار نہ ٿيندو.

جيڪو ماڻهو سومهڻي نماز کانپوءِ سورة بقره جو پويون رڪوع يعني اٰمَنَ الرَّسُوْلُ کان وٺي وَانْصُرْ نَاعَلَي الْقَوْمِ الْكَافِرِيْنَ تائين پڙهندو، تہ انهي لاءِ اهو ڪافي آهي گوياساري رات عبادت ۾ گذاريائين.

## (٣) سورة "آل عمران" جون خاصيتون

قرض لهڻ ۽ قيدي جي ڇٽڻ ۽ ايمان سلامت رهڻ لاءِ تيرهن ڀيرا سورت آل عمران پڙهجي تہ مشڪل آسان ٿي پوندو.

آل عمران شريف جي هن آيت سڳوري کي هميشه پڙهندو رهڻ کپي. "رَبَّنَا اِنَّكَ جَامِعُ النَّاسِ لِيَوْمٍ لَارَيْبَ فِيْهِ" ڪتاب تحفہ سامي ۾ لکيل آهي تہ جيڪو ماڻهو ڏيهاڙي ايڪيتاليهہ (٤١) ڀيرا آيت شريفہ "قُلِ اللّٰهُمَّ مَالِكَ الْمُلْكِ" کان "بِغَيْرِ حِسَابٍ" تائين پڙهندو رهندو تہ ان کي الله تعاليٰ دولتمند ڪندو، قرضدار هوندو تہ سندس قرض ادا ٿيندو بيمار هوندو تہ شفا حاصل ڪندو، مسافر هوندو تہ صحت سلامتي سان وطن ۾ موٽي ايندو، قيدي هوندو تہ جيل کان ڇٽي پوندو.

سورة آل عمران جي آيت ثُمَّ اَنْزَلَ عَلَيْكُمْ مِن بَعدِ الغَمِ اَمَنَةً کان وٺي وَاللهُ عَلِيْمٌ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ تائين جي خاصيت ۾ عاملن جو فرمائڻ آهي، تہ جيڪو ماڻهو چاليه

پيرا ڏيهاڙي چاليهن (٤٠) ڏينهن تائين برابر بلا ناغه پڙهندو ته سخت کان سخت مشڪل آسان ٿيندو.

ڪنهن ماڻهو جو ڪو ڏاڍو دشمن هوندو ۽ ان سان پورو نه پئجي سگهي ته مٿين آية سڳوري اوڻٽيه پيرا ڏيهاڙي برابر بلاناغه اڻٽيهن (٢٩) ڏينهن تائين پڙهندو رهي ته دشمن هلاڪ ٿي ويندو.

غم جي دفع ڪرڻ لاءِ ارڙهه (١٨) پيرا مٿين آيت سڳوري پڙهبي ته غم دفع ٿيندو.

رزق روزي جي ڪشائش لاءِ ڏهه (١٠) ڏينهن برابر ڏيهاڙي ڏهه (١٠) پيرا پڙهجي ته رزق ڪلي پوندو. بي به جنهن مقصد لاءِ اها آيت پڙهندو رهندو، ته اهو مقصد حاصل ٿيندو.

مٽي جي سور لاءِ ست (٧) پيرا پڙهي ڦيڻون وجهجي ته سور فضل خدا جي سان لهي وجي. ڪَنَ جي سور لاءِ چار (٤) پيرا پڙهي دم ڪجي.

ڪنهن کي جن جو آسيب هجي ته مٿين آيت سڳوري لکي ڳچي ۾ ٻڌجيس ته آسيب دفع ٿي وجي ۽ آئنده امن ۾ رهي جو وري خلل نه ٿئيس. ٽيهرٽپ واري کي اها آيت لکي پيارجي ته تپ فضل خدا جي سان لهي وجي.

ڦرڙين جي دفع لاءِ ست (٧) پيرا ڏيهاڙي ستن (٧) ڏينهن تائين پڙهي ڦيڻون پيو وجهجي ته ڦرڙيون ڇڏي

وجن. پنهنجي سر ۽ عيال جي سر جي سلامتي لاءِ ۽ مال اسباب جي حفاظت لاءِ ڏيهاڙي پنج (٥) ڀيرا پڙهندو رهجي تہ سڀ امن ۽ سلامتي ۾ رهندا اچن.

دشمن جي دفع لاءِ اها آيت سڳوري اعليٰ درجي جو وظيفو ۽ عمدو ۽ مجرب عمل رتيل آهي.

## (٤) سورة "النساء" جون خاصيتون

زال مڙس جي ناهہ لاءِ اٺ دفعا پڙهي ڪنهن ڪاڌي جي شي تي شوڪاري ٻنهي کي ڪارائجي تہ نهي ويندا. حضرت جعفر صادق رحمة الله عليه فرمايو آهي تہ جيڪو ماڻهو سورة "نساء" کي زعفران سان لکي پنهنجي ڳچي ۾ ٻڌندو تہ الله تعاليٰ ان جا سڀ ڪم سولا ڪندو.

## (٥) سورة "المائده" جون خاصيتون

بک جي ڏک کان بچڻ لاءِ ايڪيتاليهہ (٤١) ڀيرا انهي سورة شريف جو پڙهڻ مجرب عمل آهي. مينهن نہ وسڻ ۽ ڏڪار جي دفع ٿيڻ لاءِ هر روز هڪ ڀيرو ستن ڏينهن تائين پڙهجي تہ ڪم ٿي پوي.

## (٦) سورة "الانعام" جون خاصيتون:

جنهن بہ مهم خواه مشڪل لاءِ اها سورة شريف ايڪيتاليهہ (٤١) ڀيرا پڙهندو تہ اهو مشڪل جهٽ آسان ٿي پوندو. جيڪڏهن ڪو ڌاريو لشڪر ملڪ تي ڪاهي اچي تہ انهي سورة شريف جي پڙهڻ سان مغلوب

۽ عاجز ٿي پوئتي هٽي ويندو.

## (٧) سورة "الاعراف" جون خاصيتون

حديث شريف ۾ آهي تہ سورة اعراف جي پڙهڻ سان پڙهندڙ ۽ شيطان جي وچ ۾ هڪ پردو ٿو اچي وڃي جنهن ڪري شيطان ڪان امن رهندو. قيدي جي ڇٽڻ ۽ دشمن يا ظالم جي هٿ ڪان خلاصي لهڻ لاءِ هن سورة شريفہ جو پڙهڻ بلڪل مجرب آهي. هڪڙي روايت ۾ آهي تہ ٽي دفعا پڙهي تہ دنيا ۽ آخرت جي عذاب ڪان نجات حاصل ٿئي. تفسير ڪشاف ۾ لکي ٿو تہ اعراف جي آيت رَبَنَا ظَلَمْنَا اَنفُسَنَا (الآيت) گهڻي قدر پڙهڻ سان برسات جام پوندي آهي.

## (٨) سورة "الانفال" جي خاصيت

باندي (قيديءَ) جي ڇڏائڻ لاءِ، ۽ ظالمن جي ظلم دفع ڪرڻ، ۽ حاسدن جي حسد ڪان بچڻ جي واسطي- انهي سورة شريف جو ست (٧) ڀيرا پڙهڻ مجرب ۽ اڪسير اعظم آهي.

## (٩) سورة "التَوبَہ" جي خاصيت

هر ڪنهن ڪم جي پوري ٿيڻ لاءِ توڙي امير يا بادشاهہ ۾ ڪم هجي تہ سوره مذڪوره کي يارهن (١١) ڀيرا پڙهبو تہ اهو ڪم بفضل خدا ۽ ساڻ برڪت سوره شريف پورو ٿي پوندو. جيڪڏهن سوره توبه لکي

پنهنجي اسباب ۾ رکبو تہ حضر خواه سفر ۾ الله تعاليٰ انهي سامان کي چورن کان بچائيندو.

## (١٠) سورة "يونس" جي خاصيت

دشمن جي مغلوب ڪرڻ لاءِ ايڪيتاليهہ (٤١) ڀيرا پڙهجي.

## (١١)سورت "هُود" جي خاصيت:

ديني دنيوي ڪمن پوري ٿيڻ لاءِ تيرهن (١٣) ڀيرا پڙهڻ تمام مفيد آهي.

## (١٢) سورة "يُوسف" جون خاصيتون

جنهن ماڻهوءَ کي ڪنهن حاڪم خواه بادشاهہ جو ڊپ هجي تہ ضرر (يعني نقصان) پهچائيندو، ۽ هن کي انهي وٽ وڃڻو بہ ضرور آهي، تہ سورة يوسف تيرهن (١٣) ڀيرا پڙهي انهي وٽ وڃي انشاءالله تعاليٰ هر طرح امن ۾ رهندو. اها سورة شريف لکي جنهن گهر جي پِٽ ۾ جاءِ ڪري رکي ڇڏجي تہ اهو گهر، انهي ۾ رهندڙن لاءِ برڪت وارو ٿيندو.

## (١٣) سورت "الرَعد" جي خاصيت

ننڍڙي ٻار جي روئڻ ۽ ضد جي دفع ڪرڻ لاءِ ٽي ڀيرا پڙهي متس شوڪارجي. ديو ۽ پري جي اثر وڃائڻ لاءِ بہ ائين ئي ڪجي.

## (١٤) سورة "ابراهيم" جي خاصيت

ٻاڙي وارا گلا ڪندا هجن تہ انهي کان بچڻ لاءِ ۽

دشمن جي شرڪان امن ۾ رهڻ لاءِ ست ڀيرا. انهي نيت سان پڙهجي تہ امن ٿئي.

## (۱۵) سورة "الحجر" جي خاصيت

ماليخوليا ۽ مبارڪي جي بيماري واري تي ٽي ڀيرا پڙهي شوڪار جي تہ دفع ٿي وجي.

## (۱٦) سورة "النَحلِ" جون خاصيتون

دشمن جي جماعت ڪي ڇڙوڇڙ ۽ متفرق ڪرڻ لاءِ سو (۱۰۰) ڀيرو، يا ٽي (۳) ڀيرا پڙهجي تہ مراد حاصل ٿي ويندي.

اها سورت شريفہ لکي جيڪو ماڻهو پاڻ وٽ رکندو تہ سندس دشمن مطيع ۽ فرمانبردار ٿي پوندا.

## (۱۷) سورة "بني "اسرآئيل" جي خاصيت

دشمن جي گلا ۽ حاسدن جي شرارت کان بچڻ لاءِ ڏهہ (۱۰) يا ست (۷) ڀيرا پڙهي ڇڏجي تہ امن ۾ رهبو ۽ مخالفن جون زبانون بند ٿينديون.

## (۱۸) سورة "الڪهف" جون خاصيتون

جيڪو ماڻهو اها سورة شريفہ جمعي جي ڏينهن پڙهندو تہ ٻي جمعي تائين الله تعاليٰ جي امان ۾ رهندو، ڪيس ۽ سندس اهل عيال کي ڪنهن بہ قسم جو رنج ۽ ڏک ڪونہ پهچندو ڪو ظالم مٿس فتح ۽ سوڀ نہ لهندو. سلطان محمود جي دعوت ۾ آهي، تہ ماڪڙ جي

دفع لاءِ ٽي ڀيرا ۽ دشمن جي لشڪر هٽائڻ لاءِ سٺ (٧) ڀيرا پڙهجي ته سورة شريفه جي برڪت سان اهي مشڪل آسان ٿي ويندا.

حديث شريف ۾ وارد آهي ته جيڪو ماڻهو سوره ڪهف جي شروع واريون يعني پهريون ٽي آيتون پڙهندو ته دجال جي فتني کان امن امان ۾ رهندو.

ٻي حديث ۾ آهي ته جيڪو ماڻهو جمعي جي ڏينهن سوره ڪهف پڙهندو، ته ٻي جمعي تائين الله تعاليٰ ان کي نور ۽ هدايت عطا ڪندو.

## (١٩) سورة "مريم" جون خاصيتون

رزق جي ڪشائش لاءِ ايڪيتاليهه (٤١) ڀيرا جيڪو انهي سورة شريف کي پڙهندو ته الله تعاليٰ ان کي بي نياز ۽ شاهوڪار ڪندو.

زال جي ويم وقت اها سورة شريف پڙهبي ته عورت لاءِ گهڻي سهنجائي ٿيندي.

## (٢٠) سورة "طٰـه" جون خاصيتون

اولاد جي سلامتي ۽ جادو جي دفع ٿيڻ ۽ دشمن تي فتح لهڻ. قبر جي روشنائي لاءِ ايڪويهه (٢١) ڀيرا هن سورة مبارڪه جو پڙهندڙ ڪڏهن به غمگين نه ٿيندو. بلڪ هميشه خوش رهندو.

جيڪو ماڻهو سوره طٰـه جي آيت وَلَا تَمُدَّنَّ عَيْنَيْكَ

ويندي لِلتَقْوٰي تائين پڙهندو رهندو. يا لکي پاڻ سان رکندو تہ اهو ماڻهو مرد خواه عورت جيڪڏهن چڙو هوندو تہ فضل خداوندي سان انهي جي شادي ٿي پوندي. جنهن ماڻهو کي ويسارو هجي ۽ اها آيت شريفہ پيو پڙهي تہ ويساري جي حالت ڇڏي ويندس.

بيمار ماڻهو اها آيت پڙهندو رهندو تہ الله تعاليٰ جي لطف ۽ ڪرم سان تندرست ٿي پوندو.

مسڪين ۽ سڃو ماڻهو اها آيت شريفه ڪثرت سان پيو پڙهندو تہ ان جو افلاس دفع ٿيندو ۽ دولت حاصل ٿينديس. ڪنهن ماڻهون جو ڪو ڪم اٽڪيل هوندو، جو پورو نہ ٿيندو هوندو تہ انهي آيت سڳوري جي پڙهڻ سان پورو ٿي پوندو.

## (۲۱) سورة "الانبياء" جي خاصيت

دشمنن ۽ حاسدن جي دفع ڪرڻ لاءِ پنج ڀيرا اها سورة مڪرمه پڙهجي تہ انشاء الله تعاليٰ اهي سڀ دفع ٿي ويندا ۽ الله تعاليٰ ڪائونس راضي ٿيندو.

## (۲۲) سورة "الحج" جي خاصيت:

ڪمن جي پوري ٿيڻ لاءِ اها سورة مبارڪه ٿي ڀيرا پڙهجي تہ ڪم پورا ٿين. ٻيڙي ۾ سوار ٿيڻ وقت ست ڀيرا پڙهجي تہ سلامتي سان پار وڃي لهبو.

**(٢٣) سورة "المومنون" جي خاصيت:**

جنهن ماڻهو کي نماز پڙهڻ ۾ سستي ۽ ڳورائي ٿيندي هجي ته هي سورة مبارڪه پڙهندو ڪري غفلت ڇڏي ويندس ۽ نماز تي بيهڪ حاصل ٿيندس.

**(٢٤) سورة "النور" جي خاصيت:**

ڪوڙين تهمتن جي دفع ٿيڻ ڪاڻ اها سورت مبارڪه ايڪيه ڀيرا پڙهجي ته سڀ تهمتون دفع ٿي وينديون.

**(٢٥) سورة "الفرقان" جي خاصيت:**

زبردست دشمن جي ناس ٿيڻ لاءِ ست ڀيرا ٻي روايت موجب هڪ سو ڀيرا يا ستر ڀيرا پڙهجي ته دشمن ناس ٿي ويندو.

**(٢٦) سورة "الشعراء" جي خاصيت:**

زمين ۽ آسمان جي مصيبتن ۽ بلائن کان بچڻ لاءِ ست ڀيرا پڙهجي. اها سورة سڳوري سائي ڪپڙي تي لکي اهڙي نوڪر (غلام) يا ڇوڪر جي ڳچي ۾ ٻڌجي جنهن کي ڀڄي وڃڻ يا فرار ٿيڻ جي عادت هجي، ته انهيءَ جي اها عادت ڇٽي ويندي ۽ آئنده ڀڄي وڃڻ کان روڪجي پوندو.

**(٢٧) سورة "النمل" جي خاصيت**

ڪم حاصل ٿيڻ لاءِ ڏهه ڀيرا پڙهي ڪنڌ تي

شوڪاري ڪائي ڇڏجي ته مراد پوري ٿيندي.

## (۲۸) سورة "القصص" جي خاصيت

وڃايل ماڻهو لِپي پوڻ ۽ موٽي اچڻ جي نيت سان پڙهجي ته واپس اچي ويندو.

## (۲۹) سورة "العنڪبوت" جون خاصيتون

غم، ڏک ۽ بيماري دفع ٿيڻ لاءِ ست ڀيرا پڙهجي ته درد دفع ٿيندا. زعفران سان لکي ڌوئي پيارجي ته جهڙو به غم، ڏک خواه بيماري هوندي ته هلي ويندي. ۽ تڪليفن کان نجات ملندي.

## (۳۰) سورة "الروم" جون خاصيتون:

دشمن جي دفع ٿيڻ لاءِ ايڪيه ڀيرا پڙهجي ته دشمن دفع ٿين.

سورة الروم کي لکي شيشي ۾ بند ڪري گهر ۾ جيڪو ماڻهو رکندو ته ڪوبه دشمن ان جي گهر ۾ اچي ڪيس نقصان رسائي نه سگهندو. جيڪڏهن ڪنهن وظيفي پڙهڻ ۾ ناغو پئجي ويو هجي چئي ته ان جو عيوض ادا ٿي وڃي ته آيت شريف فَسُبحَانَ اللهِ کان وَڪَذٰلِكَ تُخرجُونَ تائين صبح سانجهي پڙهجي ته فوت ٿيل وظيفي جي پورت ٿي ويندي. جيڪڏهن سومهڻي جي نماز کان پوءِ اها آيت سڄوري پڙهندو ته رات جي نماز (تهجد) جو ثواب حاصل ٿيندس.

## (۳۱) سورة "لُقمان" جون خاصيتون

پيٽ جي سڀ ڪنهن بيماري جي دفع ٿيڻ لاءِ اها سورة شريف مجرب آهي. انهي سورة مڪرمه بابت آيل آهي من ڪتبها وسقا ها من الحمىٰ ومن ڪل ماتصيب بني آدم يعني جيڪو ماڻهو انهي کي لکي پيئندو ته اهو ماڻهو تپ کان ۽ ٻين بيمارين کان جيڪي آدم جي اولاد کي ٿين ٿيون تن سڀن کان الله تعاليٰ جي امن ۽ پناهه ۾ رهندو.

## (۳۲) سورت آلم "السجده" جون خاصيتون

ڏيئرن جي بخت کلڻ لاءِ ايڪيتاليه ڀيرا پڙهجي ته انهن جو بخت کلي پوندو. قرآن مجيد جي ياد ڪرڻ جو ڪنهن کي خيال هجي ته ايڪيه ڀيرا پڙهڻ سان قرآن ياد ڪرڻ ۾ آساني ٿيندي. حضرت ابن مسعود رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي ته آلم السجدة سڳوري پنهنجي پڙهندڙ جو قبر جي عذاب کان بچاءِ ڪندي ۽ قبر کي ايذائڻ نه ڏيندي. جنهن گهر ۾ اها سوره شريف پڙهي ويندي تنهن ۾ برابر ٽي ڏينهن شيطان نه ايندو.

## (۳۳) سورة "الاحزاب" جي خاصيت

دشمنن تي فتح لهڻ لاءِ ٽي ڀيرا ڏيئرن جي بخت کلڻ لاءِ ايڪيتاليهه ڀيرا اها سورة شريف پڙهجي ته مراد پوري

ٿيندي. پهرين لاءِ ٽي ڀيرا ۽ ٻي لاءِ ايڪيتاليھ ڀيرا (٤١).

## (٣٤) سورة ”السبا“ جي خاصيت

زمين ۽ آسمانن جي سڀني بلائن جي دفع ڪرڻ لاءِ پندره ڀيرا سوره مذڪوره پڙهجي ته انشا ءالله تعاليٰ سڀ بلائون دفع ٿينديون.

## (٣٥) سوره ”فاطر“ جي خاصيت

بادشاھ مان يا ڪنهن وڏي ماڻهون مان ڪو ڪم ڪڍڻون هجي ته سوره مذڪوره کي پنجهتر ڀيرا پڙهجي ته ڪم ٿي پوي.

سڀني آفتن کان امن ۾ رهڻ جي نيت سان سترہ ڀيرا پڙهجي ته امن حاصل ٿئي.

## (٣٦) سوره يٰسين جون خاصيتون

حديث شريف ۾ آهي ته سڀ ڪنهن شيءِ جو قلب (دل يا هيون) هوندو آهي، قرآن مجيد جو قلب آهي سوره يٰسين . سڪرات واري ماڻهو تي يٰسين شريف جي پڙهڻ جو حڪم حديث شريف ۾ آيو آهي قيدي جي آزاد ٿيڻ لاءِ سوره يٰسين پنجهتر ڀيرا پڙهجي ته جلد جيل مان نڪري پوي. ڪوبہ مشڪل پيش اچي ته ايڪيتاليه ڀيرا سوره يٰسين پڙهڻ کان پوءِ هي دعا پڙهجي اَللّٰهُمَّ احدي صمدي من عندڪ مددي عَجِّلْ فَرَجِيْ بحق محمدِنِ العَرَبي يا الله يا الله يا وهاب-

جڏهن آية سلام قولا من رب رحيم تي اچجي تہ هي دعا پڙهجي، اللهم اجعلنا من خيار اهله بجودک وفضلک ورحمتک.

## (۳۷) سورة "والصافات" جي خاصيت

رزق جي برکت ۽ مشڪلات جي آساني لاءِ اها متبرک سورة ست ڀيرا پڙهجي تہ انشاء الله تعاليٰ سڀني مشڪلن کان خلاصي ملندي.

## (۳۸) سورة "صٓ" جي خاصيت

ڪنهن ماڻهون کي نظر لڳي هجي تہ سوره شريف نون ڀيرا يا پنجاهہ ڀيرا پڙهي ان تي شوڪارجي تہ نظر جو اثر انشاالله تعاليٰ لهي ويندو.

## (۳۹) سورة "الزمر" جي خاصيت

عزت حاصل ٿيڻ جي خواهش هجي تہ انهي نيت سان ست ڀيرا پڙهجي.

## (۴۰) سوره "غافر"يا سورة "مؤمنون" جون خاصيتون

هر قسم جي درد ۽ ڏک جي دفع ڪرڻ لاءِ اها سوره شريف ٽي ڀيرا پڙهجي ڪنهن وڏي مشڪل ۾ ماڻهون ڦاٿل هجي تہ متين سوره مبارک هڪ سو ڀيرا پڙهي تہ انشاالله تعاليٰ مقصود حاصل ٿيندو.

## (۴۱) سوره "حمٓ السجده" "فصلت"جي خاصيت

ڪنهن ظالم خواه حاڪم کان ايذاء پهچڻ جو ڀؤ

هجي ۽ اهو هن شخص تي ڏاڍو ڪاوڙيل هجي تہ اهڙي نيت سان سوره شريف اسي(٨٠) ڀيرا پڙهي دعا گهري تہ ظالم جي شر کان بچي پوندو.

**(٤٢) سورة (الشوريٰ) "حٰمٓ عٓسٓقٓ"جي خاصيت:**

دشمن جي خوف وقت تي ڀيرا پڙهجي، اميد تہ انهي جي بچڙائي پهچڻ کان امن ۾ رهندو.

**(٤٣) سورة "الزخرف" جي خاصيت**

جيڪا مراد دل ۾ رکي ٿي يا ست ڀيرا اها سوره متبرڪه پڙهي ڇڏجي تہ جلدي اها مراد حاصل ٿي ويندي.

**(٤٤) سورة "الدخان" جي خاصيت**

آفتن جي دفع ٿيڻ ۽ سڪرات موت جي سهنجائي لاءِ ۽ موت جي تلخي جي ٽارڻ لاءِ ٽي ڀيرا اها سوره شريف پڙهجي تہ اهي سڀ ڪم پورا ٿيندا.

**(٤٥) سورة "الجاثيہ" جي خاصيت**

اڻ مُدائتي مينهن جي دفع ڪرڻ لاءِ تيره ڀيرا پڙهجي تہ مينهن ٽري ويندو. عزت ۽ آبرو حاصل ڪرڻ لاءِ ست ڀيرا پڙهجي تہ مان شان حاصل ٿيندو.

**(٤٦) سوره "محمد (ﷺ)" جي خاصيت**

هر قسم جي ڪمن ۾ مهمن جي درپيش اچڻ تي ايڪيتاليه ڀيرا اها سوره مبارڪ پڙهجي تہ دل گهريا ڪم پورا ٿيندا.

## (٤٩) سورة "الفتح" جي خاصيت

وعده وفائي لاءِ اها سوره شريف ايڪيتاليهہ ڀيرا پڙهڻ مجرب آهي. حضرت رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ سوره شريف فتح مونکي سڀني شين کان پياري آهي.

## (٥٠) سورة "الحجرات" جي خاصيت

سڀني بيمارين جي دفع ٿيڻ لاءِ ست ڀيرا پڙهڻ مجرب آهي.

## (٥١) سورة "ق" "والقرآن" جي خاصيت

قبر جي روشنائي لاءِ ۽ قبر جي عذاب کان بچڻ لاءِ هر ڪنهن جمعي جي رات پڙهندو رهجي.

## (٥٢) سورة "الذاريات" جي خاصيت

اَن جي مهانگائي ۽ ڏڪار جي دفع ٿيڻ لاءِ پنجهتر ڀيرا پڙهڻ مجرب آهي.

## (٥٣) سورة "اَلطورِ" جي خاصيت

جذام جي بيماري کان بچڻ لاءِ هر ڪنهن جمعي جي رات جيڪو اها سوره شريف پڙهندو رهندو، تہ انهي منحوس مرض جي اثر کان امن ۽ بچاء ۾ رهندو.

## (٥٤) سورة "النَجمِ" جي خاصيت

دل جي مراد پوري ٿيڻ لاءِ سوره مذڪوره ٽي ڀيرا پڙهجي تہ اها مراد پوري ٿيئي.

## (٥٤) سورة "القَمَر" جي خاصيت

سڀني بلائن ۽ آفتن کان محفوظ رهڻ لاءِ ست ڀيرا اها سوره معظمه پڙهڻ گهرجي.

## (٥٥) سورة "الرحمٰن" جون خاصيتون

حديث شريف ۾ آيو آهي ته سورة الرحمٰن سڄوري قرآن مجيد جي ڪنوار آهي. قرآن شريف جي سولائي سان ياد ٿيڻ لاءِ ٽي يا نَو ڀيرا پڙهجي، ٻي روايت ۾ آهي ته هڪ سو چاليهه ڀيرا پڙهڻ مجرب آهي. ڪنهن ڪم جي پوري ٿيڻ لاءِ ٽي ڀيرا اها نيت رکي پڙهجي ته ڪم جلد پورو ٿيندو.

## (٥٦) سورة "الواقعة" جي خاصيت

سومهڻي جي نماز کان پوءِ هميشه هڪ ڀيرو اها سوره مبارڪ پڙهندي رهجي ته رزق جي ڪشادگي لاءِ تمام عمدو وظيفو آهي، مگر شرط هي آهي ته ان سوره شريف جي پڙهڻ ۾ ڪنهن سان ڳالهائبو بلڪل ڪين.

## (٥٧) سورة "الحديد" جي خاصيت

مشڪلات جي حل ٿيڻ ۽ ديني دنيوي ڪمن جي سرانجاميءَ لاءِ سـتر ڀيرا پڙهجي، ته تمام مفيد ۽ مجرب آهي.

## (٥٨) سورة "المجادله" جي خاصيت

اها سوره متبرڪه دشمن جي خوار ۽ زار ٿيڻ جي

نيت سان ٿي ٻيرا پڙهي زمين تي شوڪارجي ته مقصد پورو ٿيندو، ڪمان ۾ شي ڪا ٻڌي ان ۾ تير رکي دشمن ڏي اڇلائجي ته تير برابر لڳندو ۽ ڪڏهين نه گسندو.

## (٥٩) سورة "الحشر" جي خاصيت

قرض ادا ٿيڻ لاءِ اها سوره شريف ايڪيتاليهه ٻيرا برابر بلا ناغه ايڪيتاليه ڏينهن پڙهجي اميد ته غيب جي خزانه مان ان ماڻهو جي ڪشائش ٿيندي ۽ قرض لهي ويندو.

## (٦٠) سورة "الممتحنه" جي خاصيت

جذام ۽ ٻين خبيث بيمارين جي دفع ٿيڻ لاءِ پنج ٻيرا پڙهجي ته شفا حاصل ٿيندي، نياڻين جي بخت کلڻ لاءِ پنجهتر ٻيرا پڙهجي ته بخت جي ڪشائش ٿي پوندي.

## (٦١) سورة "الصف" جي خاصيت

جيڪو ماڻهو اها سورة سڳوري ستر ٻيرا پڙهندو ته ان جو اولاد ۽ پيا گهر جا ڀاتي انهي شخص جا سڀ مطيع ۽ فرمان بردار ٿي رهندا. عزيزن ۽ مائٽن ۾ عزت وارو ٿي گذاريندو.

## (٦٢) سورة "الجمعة" جي خاصيت

صلاح ۽ مشوره ۾ ڪامياب ٿيڻ واسطي پنجهتر ٻيرا پڙهڻ مفيد آهي.

## (٦٣) سورة "المنافقون" جي خاصيت

خزاني خواه دولت- مال اسباب تي اها سوره شريف ٽي ڀيرا پڙهي شوڪارجي ته اُن جي برڪت ۾ ڀلائي سان ڪوبه غاصب خواه چوراُن ڪي هٿ نه لائيندو.

## (٦٤) سورت "التغابن" جي خاصيت

خزاني خواهه دولت، مال اسباب تي اها صورت شريف تي (٣) ڀيرا پڙهي شوڪارجي ته انهيءَ سورت جي برڪت ۾ ڀلائي سان ڪوبه غاصب توڙي چور اُن کي هٿ نه لائيندو.

## (٦٥)سورت "الطلاق" جي خاصيت

دوستن ۾ مائٽن ۾ تفرقه ۾ جدائي پوڻ جو خوف هجي ته اها سوره متبرڪه ٽي ڀيرا پڙهجي، اميد ته الله تعاليٰ انهي جماعت کي تفرقي ۾ ڦيٽي پوڻ کان بچائي وٺندو.

## (٦٦) سورة "التحريم" جي خاصيت

دشمن جي مهربان ٿيڻ لاءِ ايڪيه ڀيرا اها سورة معظمه پڙهي، اميد ته سڀ دشمن دوست ٿي پوندا ۽ دشمني ڇڏي ڏيندا.

## (٦٧) سورة "الملک" جي خاصيت

حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو ماڻهو سومهڻي

جي نماز کان پوءِ سورت الملک پڙهندو رهندو، تہ مرڻ کان پوءِ قبر جي سوال ۽ عذاب کان ڇٽل هوندو. انهي سورة معظمه جي فضيلت ۽ ڀلائي ۾ بيون بہ ڪيئي حديثون آيل آهن. اها سوره متبرڪه جيڪو ماڻهون ايڪيتاليهہ ڀيرا پڙهندو، تہ ان جي قبر روشن ٿيندي ۽ زماني جي مصيبتن کان سدائين محفوظ رهندو.

## (٦٨) سورت "نَ "القلم" جي خاصيت

هر مشڪل جي آسان ٿيڻ لاءِ پنجهتر ڀيرا پڙهجي تہ حل ٿي پوي. ۽ قبر جي روشنائي لاءِ ويهہ ڀيرا پڙهجي.

## (٦٩) سورة "الحآقة" جي خاصيت

قبر جي سوال ۾ آساني ٿيڻ ۽ منڪر نڪير کي جواب ڏيڻ ۾ سهنجائي ٿيڻ لاءِ اها برڪت ڀري سورة ايڪيهہ ڀيرا پڙهڻ کپي.

## (٧٠) سورة "المعارج" جي خاصيت

دشمن سان جنگ جو ٿيل هجي ۽ پائجي تہ صلح جي صورت پيدا ٿيئي، تہ اها سورة مڪرمه هڪ سو اٺ ڀيرا پڙهجي.

## (٧١) سورت "النوح" جي خاصيت

دشمن جي دفع ٿيڻ جي نيت سان اها سوره شريف هڪ هزار ٻاويہ ڀيرا پڙهجي تہ دشمن هلاڪ ٿي ويندا.

## (٧٢) سورة "الجن" جي خاصيت

ظالم جي دفع ٿيڻ لاءِ هي سوره مبارڪ ٿي سو

ست ڀيرا پڙهجي. جن ڀوت ۽ نظربد. جي لاهڻ لاءِ سوره شريف ست ڀيرا پڙهجي.

## (٧٣) سورة "المزمل" جي خاصيت:

سين ڪمن جي پوري ٿيڻ ۽ تنگ دستي جي دفع ٿيڻ لاءِ هڪ هزار ڀيرو پڙهجي، خلوت (نويڪلي جاءِ) ۾ ويهي جيڪڏهن ڏيهاڙي ايڪيتاليه ڀيرا پڙهندو رهجي ۽ اول آخر ۾ ڏهہ ڏهہ ڀيرا صلوات سڳوري پڙهجي پوءِ جنهن ارادي سان اهڙي طرح پڙهبو، تہ انشاءالله تعالىٰ رب ڪريم جي ڪرم سان اهو ڪم بخوبي حاصل ٿيندو، مجرب آهي.

## (٧٤) سورة "المدثر" جي خاصيت:

ٻُڪ- اُڃ، اگهاڙ، روزگار جي تنگي دور ٿيڻ لاءِ اها سوره مڪرمه ست ڀيرا پڙهجي تہ اهي سڀ ڪم پورا ٿي وڃن.

## (٧٥) سورة "القيامة" جي خاصيت:

سڀ ڪنهن جمعي جي رات ٿي ڀيرا پڙهندو رهجي تہ قيامت جي حشر جو هول نہ ٿيندو.

## (٧٦) سورة "الدهر" جي خاصيت:

روزگار جي فراخي لاءِ ۽ پيغمبر جهڙي ثواب حاصل ڪرڻ لاءِ ارادو هجي تہ اها سوره شريف پنجهتر ڀيرا تلاوت ڪجي.

## (٧٧) سورة "المرسلات" جي خاصيت:

روزگار جي فراخي لاءِ پيغمبر جهڙي ثواب حاصل ڪرڻ لاءِ ارادو هجي تہ اها سورت شريف پنجهتر ڀيرا تلاوت ڪجي.

## (٧٨) سورة "النباء" جي خاصيت:

سڪرات موت جي سولائي جي نيت سان ايڪيھ ڀيرا پڙهي ڇڏجي تہ وقت سر سولائي ٿيندي.

## (٧٩) سورة "النزعت" جي خاصيت:

صديقن جي ثواب حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ سو ڀيرو پڙهجي، ڪنهن وڏي ماڻهو وٽ ڪم پوري ڪرڻ لاءِ وڃڻو هجي تہ پنج ڀيرا پڙهي وڃجي، ڪنهن ٻار ڪي زبان ۾ هڪڙائي هجي، اها تہ سوره مبارڪ مشڪ ۽ زعفران سان لکي پيارجي تہ زبان کلي صاف ٿي پوندي.

## (٨٠) سورة "عبس" جي خاصيت:

ٻار ڪي روئڻ جي عادت هجي ان جي روج جي دفع لاءِ -- ڀيرا پڙهي ڇوڪارجي، روزگار جي تنگي وڃڻ لاءِ ڪنهن امير ماڻهو وٽان ڪم پوري ڪرڻ لاءِ اوٽاسي ڀيرا پڙهجي ٻي وقتي مينهن روڪڻ لاءِ ٿي ڀيرا پڙهجي.

## (٨١) سورة ڪورت "التڪوير" جي خاصيت:

تنگي معاش جي دور ڪرڻ لاءِ ستر ڀيرا پڙهجي،

بي وقتي بارش جي ٽارڻ لاءِ ٻه ايترا ڀيرا پڙهجي.

## (٨٢) سورة "انفطارت" جي خاصيت:

ماڻهن جي مطيع ڪرڻ لاءِ اوڻاسي ڀيرا پڙهجي، ماڻهو ڪنهن ڪم ۾ عاجز ٿي پوي، ته هڪ هزار ڀيرا پڙهجي ته مراد حاصل ٿي پوي.

## (٨٣) سورة "المطففين" جي خاصيت:

بک جي دفع جي ڪرڻ ۽ ٻارن جي روج وڃائڻ لاءِ ٻارنهن ڀيرا پڙهجي.

## (٨۴) سورة "الانشقاق" جي خاصيت:

زال جي ويم واري سور دفع ٿيڻ لاءِ ستر ڀيرا پڙهجي ته ويم آساني سان ٿئي.

## (٨۵) "البروج" جي خاصيت:

جن ڀوت ۽ نظرِ بند جي دفع ٿيڻ لاءِ ۽ گلا خورن ۽ بد ڳالهائيندڙن جي زبان بند ڪرڻ لاءِ ايڪيهه ڀيرا پڙهجي ته فائدو ٿيندو.

## (٨٦) سورة "الطارق" جي خاصيت:

جن ڀوت جي آسيب وڃائڻ لاءِ ٽي ڀيرا پڙهڻ مجرب آهي.

## (٨٧) سورة "الاعلىٰ" جي خاصيت:

بلائن جي دفع ٿيڻ ۽ انهن کان امن ۽ پناهه ۾ رهڻ لاءِ ايڪيهه ڀيرا پڙهجي.

## (٨٩) سورة "الفجر" جي خاصيت:

هر قسم جي بلا ٽارڻ لاءِ ست ڀيرا پڙهجي ته امن ۽ سلامتي ۾ رهجي.

## (٩٠) سورة "البلد" جي خاصيت:

امن ۽ حفاظت سان رهڻ لاءِ چاليهه ڀيرا پڙهجي وڏن ماڻهن وٽ عزت پرائڻ لاءِ ست ڀيرا پڙهجي، ته مقصود حاصل ٿيندا.

## (٩١) سورة "الشمس" جي خاصيت:

سج اڀرڻ مهل ايڪيتاليهه ڀيرا پڙهجي، ته آفتن کان امن ۾ رهجي.

## (٩٢) سورة "الليل" جي خاصيت:

جيڪو ماڻهو انهي سورت متبرڪ کي هر ڏينهن پڙهندو رهندو ته سندس مال متاع چور چڪار جي دستبرد کان محفوظ ۽ مامون رهندو.

## (٩٣) سورة "الضحيٰ" جي خاصيت:

ڪو ماڻهو گم يا غائب ٿي ويو هجي ۽ نه پيو لڀي ته سومهڻي نماز کان پوءِ ايڪيتاليهه ڀيرا پڙهجي ته گم ٿيل ماڻهو موٽي ايندو. قيدي جي ڇوٽڪاري جي نيت سان هزار ڀيرا پڙهجي ته قيدي آزاد ٿي ايندو.

## (٩٤) سورة "الم نشرح" جي خاصيت:

واپار (سوداگري) ۾ نفع حاصل ٿيڻ لاءِ ٿي ڀيرا

پڙهجي، تہ نفع ڏهجي، ديني دنيوي ڪمن پوري ٿيڻ لاءِ ستر ڀيرا پڙهجي تہ ڪم پورا ٿين.

## (٩٥) سورة "التين" جي خاصيت:

گم ٿيل ماڻهو کي گهر ڏي موٽائي آڻڻ جي نيت سان ست هزار ڀيرا پڙهجي تہ ڀجي ويل ماڻهو پريشان ٿي گهر موٽي ايندو.

## (٩٦) سورة "اقرء" "العلق" جي خاصيت:

حاڪمن ۽ وڏن ماڻهن وٽ عزت پرائڻ لاءِ ٽي ڀيرا پڙهي انهن وٽ وڃجي تہ عزت ملي.

## (٩٧) سورة "القدر" جي خاصيت:

اکين ۾ وار پيدا ٿي پون ۽ ايذاء ڏين تہ انهن جي دفع ٿيڻ لاءِ ايڪيهہ ڀيرا پڙهجي تہ الله تاليٰ جي فضل سان دفع ٿي ويندا.

## (٩٨) سورة "البينة" جي خاصيت:

عبادت جي قبول پوڻ لاءِ ايڪيهہ ڀيرا پڙهجي، ۽ حاڪمن وٽ وڃڻ وقت (٩) ڀيرا تلاوت ڪجي تہ عزت ۽ آبرو حاصل ٿئي.

## (٩٩) سورة "زلزلة" ("الزلزال") جي خاصيت:

حديث شريف ۾ آهي تہ سوره "اذا زلزلت" اڌ قرآن جي برابر آهي. اها مبارڪ سورت خوفناڪ دشمن جي دفع ٿيڻ لاءِ چايهہ هزار ڀيرا پڙهڻ مجرب آهي.

## (١٠٠) سورة "العاديات" جي خاصيت:

نظر لڳڻ جي ۽ ارضي سماوي آفتن ٽارڻ لاءِ ٽي ڀيرا پڙهجي، مفيد آهي.

## (١٠١) سورة "القارعة" جي خاصيت:

## (١٠٢) سورة "التكاثر" جي خاصيت:

پنهنجي جند جي ۽ پنهنجي ايمان جي سلامتي ۽ ڪل بلائن جي دفع ٿيڻ لاءِ اها سوره ٽي ڀيرا پڙهجي ته نافع آهي.

## (١٠٣) سورة "العصر" جي خاصيت:

پيٽ ۽ اکين جي سور لهي وڃڻ لاءِ پنجهتر ڀيرا پڙهجي ته سور لهي وڃي ۽ لکي پيار جي ته اکن جو سور ۽ قولنج دفع ٿئي.

## (١٠۴) سورة "همزة" جي خاصيت:

دشمنن ۽ بدڳالهائيندڙن جي دفع ٿيڻ لاءِ ايڪيهه ڀيرا پڙهجي ته هنن جي زبان بند ٿئي.

## (١٠٥) سورة "الفيل" جي خاصيت:

دشمن جي هلاڪت لاءِ هڪ هزار ڀيرا پڙهجي ته دشمن دفع ٿين.

## (١٠٦) سورة "القريش" جي خاصيت:

مسافري جي نيت سان گهر مان نڪرڻ مهل اها

سوره شريف ست ڀيرا پڙهي هلجي، تہ سلامتي سان سفر
ڪري واپس اچي گهر پهچي.

## (١٠٧)سورة"الماعون"جي خاصيت:

ٻارن ۽ گهر جي ٻاتين جي مصيبتن ڪان محفوظ رهڻ
لاءِ ايڪيتاليهہ ڀيرا پڙهجي.

## (١٠٨)سورة"الكوثر"جي خاصيت:

محشر ڏينهن حوض ڪوثر جي پاڻي پيڻ لاءِ هزار
ڀيرا پڙهجي. دشمن کي پريشان ڪرڻ لاءِ ٽي هزار ڀيرا
پڙهجي، تہ امن ۾ رهجي.

## (١٠٩)سورة"الكافرون"جي خاصيت:

گونا گون آفتن ڪان بچڻ ۽ انهن ڪان محفوظ رهڻ لاءِ
ستر ڀيرا پڙهجي.

## (١١٠)سورةالنصرجي خاصيت:

حديث شريف ۾ آهي تہ، اها سورت مڪرمه قرآن
مجيد جي چوٿين پتي جي برابر آهي. ايمان جي سلامتي ۽
عمر جي زيادتي لاءِ اها سورة شريف روزانو ٽي ڀيرا پڙهجي،
جو تمام فائدا بخشيندڙ نعمت آهي.

## (١١١)سورةاللهب:

حضرت سائين جي مسودي ۾ هن سوره بابت لکيل
نہ آهي.

## (١١٢)سورة"الاخلاص"جي خاصيت:

سومهڻي نماز ڪان پوءِ اها سورة مبارڪ جيڪو ماڻهو
پڙهندو تہ ان کي قرآن مجيد جي ختم ڪرڻ جو ثواب

ملندو. جنهن مشڪل لاءِ هڪ هزار ڀيرا پڙهبو ته اهو مشڪل آسان ٿي پوندو.

## (۱۱۳) سورة "الفلق" جي خاصيت:

جادو، سحر وغيره جي دفع ٿيڻ لاءِ ست ڀيرا پڙهجي ته دفع ٿي وڃي ۽ مجرب آهي.

## (۱۱۴) سورة "الناس" جي خاصيت:

حاسدن جي برائين ۽ شيطان جي شر ۽ وسوسن وجهڻ کان امن ۾ رهڻ لاءِ اها سوره مڪرمه ست ڀيرا پڙهجي ته تمام مفيد ۽ ڪارآمد آهي.

## هر قسم جي مشڪل آساني لاءِ

عمل فتحي رسالي ۾ لکيو اٿن، ته قسم جي مشڪل حل ٿيڻ لاءِ هي وظيفو پڙهڻ تمام عمدو آهي، سورت فاتحه شريف ستهتر ڀيرا صلاة سڳوري هڪ سو ڀيرا، سورة الم نشرح ستر ڀيرا، سوره اخلاص شريف هڪ هزار ڀيرا، سورت فاتحه شريف ست ڀيرا، درود شريف هڪ سو ڀيرا اول، درود شريف هڪ سو ڀيرا آخر، اهي سڀ پڙهي درگاهه خداوندي مان مشڪل جي ڪشائي لاءِ دعا گهرجي ته انشا الله العظيم، اهو مشڪل ڪهڙو به اهنجو هوندو ته آسان ٿي پوندو.

**رساله فتحيه ۾ جو حضرت مخدوم معظم رح جي طريقه رشد ارشاد بابت لکيل آهي، ان ۾ کي معمولات لکيل آهن. جي اويسيه طريقه جي طالبن لاءِ هيٺ درج ڪجن ٿا:**

**(١) ڪمن پوري ٿيڻ جي نماز:** جنهن وقت ٻه پڇيس ته ٻه رڪعتون نماز پڙهي، پهرين رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ هي آية ستر (٧٠) ڀيرا پڙهي وَمَنْ يَّتَّقِ اللهَ يَجْعَلْ لَّهٗ مُخْرَجاً مِّنْ حَيْثُ لاَ يَحْتَسِبُ. اهڙي طرح ٻي رڪعت ۾ ٻه اَلْحَمْدُ کان پوءِ ستر دفعه هي پڙهي: وَمَنْ يَّتَوَكَّلْ عَلَي اللهِ فَهُوَحَسْبُهٗ تاقَدْراً - پوءِ سؤ دفعه استغفار ۽ ڏهه دفعه سُبْحَانَ اللهِ وَالْحَمْدُ لِلهِ وَلَااِلٰهَ اِلَّااللهُ وَاللهُ اَكْبَرُ وَلَاحَوْلَ وَلاَ قُوَّةَ اِلَّابِاللهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْم پڙهي- پوءِ سجدي ۾ سر رکي ستر ڀيرو پڙهي: اِيَّاكَ نَعْبُدُ وَاِيَّاكَ نَسْتَعِيْنُ- پوءِ پنهنجو مطلب گهري انشاء الله تعالٰي پورو ٿي ويندو.

**(٢) اکين جي روشني لاءِ نماز:** ٻه رڪعتون پڙهي ۽ هر هڪ رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ قُلْ هُوَ اللهُ ۽ قُلْ اَعُوْذُ بِرَبِّ الْفَلَقِ ۽ قُلْ اَعُوْذُ بِرَبِّ النَّاسِ ٽي ٽي دفعا پڙهي پوءِ سجدي ۾ وڃي هي دعا پڙهي: مَتِعْنِي يَارَبِّ بِسَمْعِيْ وَبَصَرِيْ.

**(٣) اداءِ قرض لاءِ نماز:** صبح کان اڳ ۾ ٻه رڪعتون پڙهي هر هڪ رڪعت ۾ اَلْحَمْدُ کان پوءِ ٽي دفعه هيٺين آيت پڙهي. فَلِلّٰهِ الْحَمْدُ رَبِّ السَّمٰوَاتِ وَرَبِّ الْاَرْضِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ وَلَهُ الْكِبْرِيَاءُ فِي السَّمٰوَاتِ وَالْاَرْضِ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ سلام کان پوءِ هي دعا پڙهي- اَللّٰهُمَّ يَاوَاحِدُ يَا اَحَدُ اِقْضِ عَنَاالدَّيْنَ بِرَحْمَتِكَ يَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ.

**(٤) ڌڪار جي دفع لاءِ نماز:** ملڪ جو حاڪم يا رئيس جمعہ ۽ سومر رات ٻہ رڪعتون نماز پڙهي ۽ هر رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ ٤١ ڀيرا وَالضُّحيٰ پڙهي ۽ سلام کان پوءِ ٣٠٠ سو ڀيرا يَابَاسِطُ ۽ ٣٠٠ سو ڀيرا يا وَاسِعُ پڙهي دعا گهري.

**(٥) زحمت يا بيماريءَ جي دفع لاءِ نماز:** جيڪڏهن شهر ۾ مصيبت يا بيماري عام ٿي پوي تہ انهي شهر جا نيڪ ماڻهو رات جو گڏجي چار رڪعتون پڙهن، هر رڪعت ۾ اَلْحَمْدُ کان پوءِ سورت اَلَمْ تَرَكَيْفَ فَعَلَ رَبُّكَ هڪ سو ايڪتاليهہ ١٤١ ڀيرا پڙهن ۽ سلام کان پوءِ ست دفعا يا سَلام ورد ڪن.

**(٦) ظالم حاڪم جي شر دفع ٿيڻ لاءِ نماز:** ٻہ رڪعتون نماز پڙهي اَلْحَمْدُ کان پوءِ آيةُ الْكُرْسِي ۽ قُلْ يَا اَيُّهَا الْكَافِرُوْنَ ۽ قُلْ هُوَ اللهُ ۽ قُلْ اَعُوْذُ بِرَبِّ الْفَلَقِ ۽ قُلْ اَعُوْذُ بِرَبِّ النَّاسِ پڙهي سلام واري ۽ انهي ئي وضوءِ سان حاڪم وٽ وڃي الله تعاليٰ انهي کي مٿس مهربان ڪندو.

**(٧) غم ۽ ڳڻتي جي دفع لاءِ نماز:** ڀهريان غسل ڪري پاڪ ڪپڙا ڍڪي پوءِ چار رڪعتون نماز پڙهي، ڀهرين رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ هي آية سو دفعہ پڙهي وَاُفَوِّضُ اَمْرِيْ اِلَي اللهِ اِنَّ اللهَ بَصِيْرٌ بِالْعِبَادِ- ٻي رڪعت ۾ اَلْحَمْدُ کان پوءِ سو دفعه پڙهي، نَصْرٌمِّنَ اللهِ وَفَتْحٌ قَرِيْبٌ وَبَشِّرِ الْمُؤْمِنِيْنَ- اهڙي طرح ٽئين رڪعت ۾سو دفعہ پڙهي فَاللهُ خَيْرٌ حَافِظاً وَّهُوَ اَرْحَمُ الرَّاحِمِيْنَ- ۽ چوٿين رڪعت ۾ سو ڀيرو

پڙهي- اِنَّآ فَتَحْنَا لَکَ فَتْحاً مُّبِيْناً- نماز کان فارغ ٿي هڪ سو ١٠٠ دفعہ پڙهي غُفْرَانَکَ رَبَّنَا وَ اِلَيْکَ الْمَصِيْرُ - پوءِ سر سجدي ۾ رکي سو ١٠٠ دفعہ چوي اَسْتَغْفِرُ اللهَ وَاَتُوْبُ اِلَيْهِ اجان سجدي کان سر مٿي ئي نہ کڻندو تہ سندس کم پورو ٿي ويندو.

(٨) حضرت مخدوم معظم رح جي خليفہ درويش بهاؤالدين دلقپوش کان نقل آهي تہ جيڪو ماڻهو سڀ کنهن جمع ڏينهن ٻہ رکعتون نماز الله تعاليٰ جي ديدار لاءِ پڙهندو تہ حق تعاليٰ انهي کي هن جهان ۾ پنهنجي مشاهدي سان خواب جي ذريعي مشرف کندو.

انهن رکعتن جي ترتيب هن ريت آهي، جيئن تہ هر رکعت ۾ الحمد کان پوءِ هڪ دفعہ آية الکرسي ۽ پنجويهہ (٢٥) دفعہ اِذَاجَآءَ نَصْرُاللهِ پڙهي.

ايضاً. جمعي جي ڏينهن ٻہ رکعتون نماز رويت (ديدار) باري تعاليٰ جي نيت سان پڙهي، پهرين رکعت ۾ الحمد کان پوءِ هڪ دفعه آية الکرسي ٢٧ دفعا قُل اَعُوْذُ بِرَبِّ الْفَلَقِ ۽ ٻي رکعت ۾ ٽي دفعا قل هُوَاللهُ ۽ ٢٥ دفعا قُل اَعُوْذُ بِرَبِّ النَّاسِ پڙهي ۽ سلام ورائڻ کان پوءِ ڇوويهہ دفعا- لَاَحَوْلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمِ پڙهي- اميد تہ الله تعاليٰ جو مٿس قرب ۽ ويجهڙائي ٿيندي.

رساله فتحيه ۾ نند ۾ خداتعاليٰ جي ديدار کرڻ بابت لکي ٿو، تہ ان ۾ علمائن جو اختلاف آهي. مگر صحيح هي آهي، تہ جائز آهي تہ ديدار جي دولت خواب جي حالت ۾ نصيب ٿئي. سلف صالحين کان ان بابت گهڻائي نقل آهن.

امام احمد بن حنبل رحمة الله عليه کان روايت آهي تہ الله تعاليٰ کي خواب ۾ ڏٺم ۽ پڇيم تہ اي منهنجا پالڻهار سڀني عبادتن ۾ ڀلي ۽ توڏانهن ويجهي ڪندڙ ڪهڙي آهي. فرمايائين تہ قرآن جي تلاوت.

امام اعظم ابوحنيفه رحمة الله عليه کان نقل آهي، فرمايائين تہ سو ڀيرو الله تعاليٰ کي خواب ۾ ڏٺم. وڏيڪ لکي ٿو تہ حقيقت ۾ خواب وارو ديدار دل جو مشاهدو آهي، نہ اکين جو ديدار آهي. باقي جاڳ جي حالت ۾ اکين سان ڪو ماڻهو الله تعاليٰ کي ڏسي سگهي ٿو يا نہ؟ ان بابت استاد ابوالقاسم قشيري صوفي رحمة الله عليه، پنهنجي رسالہ ۾ لکيو آهي، تہ صحيح قول هي آهي، تہ ڪونہ ڏسي سگهي ٿو. رسالي فتحيہ ۾ فرمائي ٿو تہ اجماع محدثين وفقهاء ومتڪلمين ومشائخ طريقت است ڪہ مرء اوليائي را حاصل نيست (يعني اهل حديث جي علمائن ۽ فقيهن ۽ علم ڪلام وارن جو هن ڳالهہ تي اجماع آهي، تہ اولياءِ الله کي هن دنيا ۾ ديدار باري تعاليٰ حاصل ڪونہ ٿئي ٿو.)

## (١) حضرت جن جي ڏسيل اعمال. جو بيان

## استخاره نماز

نماز استخاره بابت حضرت جن فرمايو آهي تہ نماز سومهڻي کان پوءِ ٻہ رڪعتون نفل پڙهجن. پهرئين رڪعت ۾ اَلحَمۡدُ شريف کان پوءِ سورة قُلۡ يَا اَيُّهَا الۡكَافِرُوۡنَ ۽ ٻي رڪعت ۾ اَلۡحَمۡدُ شريف ۽ سورة اخلاص يعني قُلۡ هُوَ اللهُ اَحَدُ پڙهجي. سلام ورائڻ کان پوءِ هڪ هزار ڀيرا اسم "يَا لَطِيۡفُ" پڙهي اتي جو اتي سمهي رهجي، جيڪا نيت دل ۾ هونديس انهي جو جواب انهي رات ملندس ۽ نيڪي بدي سڀ معلوم ڪري رهندو.

## (٢) ان ۾ برڪت جو عمل

ميان صاحب ڪمانگر کان روايت آهي تہ حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن ارشاد فرمايو آهي تہ جيڪو ماڻهو ان وغيره شي تي الله تعاليٰ جا هي مبارڪ اسم ست ڀيرا پڙهندو ۽ انهن جي اول آخر ۾ صلوة سڀوري پڙهندو، تہ انهي ۾ برڪت پيدا ٿيندي اسماء مبارڪ هي آهن. يَا رَزَّاقُ، يَا بَاسِطُ، يَا وَاسِعُ، يَا وَهَّابُ.

## (٣) هر ڪنهن مشڪل جي حل ٿيڻ لاءِ عمل

حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جو ارشاد آهي،

تہ جنهن ماڻهو کي ڪو مشڪل مسئلو پيش اچي ويو هجي تہ ستهتر ڀيرا هي ڪلمان پڙهي. جهڙو بہ مشڪل هوندو تہ حل ٿي پوندو ۽ جيڪا بہ مراد هوندي تہ آسان ٿيندي. اهي ڪلمات شريف هي آهن: اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْئَلُکَ بِوَجْهِکَ الْکَرِيْمِ- وَاَسْئَلُکَ بِرَحْمَتِکَ عَلٰي جَمِيْعِ خَلْقِکَ اِنْ تَقْضِيْ حَاجَتِيْ بِرَحْمَتِکَ يَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ.

## (۴) ظالم جي ظلم دفع ٿيڻ لاءِ

فرمايو اٿن تہ ظالم جي ظلم دفع ٿيڻ لاءِ اسم شريف "يَا مُذِلُّ" پنجهتر ڀيرا پڙهي سجده ۾ وجي ظالم جو نالو زبان سان وٺجي تہ الله تعاليٰ ان جي شر کان خلق کي پناهہ ۾ رکندو ۽ ظالم انهي نوڪري خواه منصب کان معزول ٿي ويندو.

## (۵) صلٰوة الغنا- يعني آسودي ٿيڻ جي نماز

حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن ارشاد فرمايو آهي. آسودگي جي حاصل ٿيڻ لاءِ ڇنڇر رات صلوٰة الغنا هن طرح پڙهجي:

ٻہ رڪعتون نفل واسطي الله جي حصول غنا جي لاءِ نيت ڪري تڪبير ھڻجي. هر رڪعت ۾ سورت فاتحہ ڪانپوءِ هڪ ڀيرو آيت الڪرسي ٻارنهن ڀيرا اِنَّآ اَعْطَيْنٰکَ

۽ يارنهن ڀيرا قُلْ هُوَ اللهُ اَحَدُ پڙهجي، رڪوع ۽ سجدي جون تسبيحون ستر ستر ڀيرا پڙهجن، سلام ورائڻ کان پوءِ هي لفظ ٻارنهن ڀيرا پڙهجن "سُبْحَانَ الْمُقْتَدِرُ لِمَنْ يَّشَآءُ بِقُدْرَتِهٖ فَعَّالٌ لِّمَا يُرِيْدُ بِعِزَّتِهٖ" ۽ هي اسم پندرهن ڀيرا پڙهجن يَا غَنِيُّ يَا مُغْنِيُّ." اميد ته ان کي ٻنهي جهانن جي غنا حاصل ٿيندي ۽ وڏو ثواب لهندو. ميان بهاء الدين دلق پوش جو دستور هوندو هو، جو جڏهن کان حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن کان اهو عمل ٻڌو هوائين ته هميشہ اها نماز پڙهندو هو ڪا رات گسائيندو نہ هو، ته متان ڪا ڇنڇر جي رات وسري وڃي.

## (٦) "بيماريءَ کان شفا لهڻ جو عمل"

حضرت صاحب مقامات عليہ - ذوالاطوار الرضيہ جناب غوث الحق مخدوم نوح عليہ الرحمة والرضوان جن فرمايو آهي ته جيڪو بيمار پنهنجي بيماري جي ڏينهن ۾ هي پنج ڪلمان پڙهندو رهندو، يعني هر روز تڪرار پيو ڪندو ۽ پنهنجو وظيفو ڪري ڇڏيندو ته الله تعاليٰ ان کي جلد شفا عطا ڪندو ۽ جيڪڏهن اها بيماري موت جي هوندي ته ايمان جي سلامتي سان دنيا مان لاڏاڻو ڪندو، ڪلمات هي آهن. لَآاِلٰهَ اِلَّا اللهُ سُبْحَانَ اللهِ- لَآاِلٰهَ اِلَّا اللهُ اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ- لَآاِلٰهَ اِلَّا اللهُ اَللهُ اَكْبَرُ- لَآاِلٰهَ اِلَّا اللهُ وَلَاحَوْلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمُ.

## حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جا خوابن جي تعبير بابت ارشاد

حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن کي رب تعاليٰ وٽان جيکي چار علم عطا ٿيا هئا، يعني ١- تلقين ڏيڻ ذکر جي، ٢- تفسير قرآن جو، ٣- بيان ڪرڻ حديث جو(ٿي اِهي)چوٿون هو، ۴- تعبير خواب جو، پهرين ٽن ڳالهن جو بيان مٿي ٿي چڪو آهي، مناسب آهي تہ سندن تعبير داني جو بہ مختصر بيان ڪجي تہ متوسلن لاءِ رهنمائي جو سبب ٿئي ۽ ضرورت وقت ڪم اچي.

حضرت جن ارشاد فرمايو آهي تہ جيڪو خواب ۾

(١) پاڻ ڏسي تہ آئون نماز پيو پڙهان، تہ انهي کي دين جي راهہ ۾ استقامت حاصل ٿيندي.

(٢) جيڪو پاڻ کي رڪوع ڪندو ڏسي تہ خدا جي مخلوق ان ڏي رجوع ڪندي.

(٣) جيڪو پاڻ کي سجده پيل ڏسي تہ ان کي رب تعالي جو قرب حاصل ٿيندو.

(۴) جيڪو پاڻ کي ڏسي تہ نماز پڙهي واندو ٿيو آهيان تہ انهي جا سڀ ديني ڪم پورا ٿيندا ۽ غمن ڏکن کان ڇٽي پوندو؛

(۵) خواب ۾ کير ڏسندو تہ ان کي علم حاصل ٿيندو.

(٦) جيڪو خواب ۾ مکڻ ڏسندو تنهن کي حق

تعاليٰ جي معرفت حاصل ٿيندي.

(٧) جيڪو خواب ۾ گيهہ ڏسندو اهو ماڻهو دين ۾ خالص ۽ مخلص ٿيندو.

(٨) جيڪو خواب ۾ مڇي ڇلرن سميت ڏسندو تہ انهي لاءِ حلال جو رزق پيدا ٿيندو.

(٩) جيڪو ماڻهون مڇي ڇلرن کان سواءِ ڏسندو تہ ان کي رزق شبهن وارو ملندو.

(١٠) جيڪو خواب ۾ جوئر جو اَنُ ڏسندو تہ ان کي رزق سولائي سان ملندو.

(١١) جيڪو خواب ۾ ڪڻڪ جو ان ڏسندو تہ ان کي رزق اهنجائي سان ملندو.

(١٢) جيڪو خواب ۾ ڏؤنرو منو ڏسندو تہ ان کي روزي حلال جي نصيب ٿيندي.

(١٣) جيڪو ڪتو ڏؤنرو خواب ۾ ڏسندو تہ شبهناڪ رزق حاصل ٿيندو.

(١۴)جيڪو خواب ۾ چاندي ڏسندو تہ انهي لاءِ چڱائي آهي، سون يا ٽامون ڏسندو تہ انهي لاءِ خوبي نہ آهي.

(١۵) جيڪو خواب ۾ ماڻهو جون اکيون ڏسندو تہ ان کي دنيا هٿ لڳندي.

(١٦) جيڪو خواب ۾ ڏسي تہ فلاڻي جي گهر کي

دريا ۽ پائي پيو وڃي تہ اهو هن ڳالهہ جو دليل آهي تہ انهي شخص (گهر واري) کي بادشاهہ جي بيت المال مان دنيا ۽ دولت هٿ ايندي.

(١٧) جيڪو دنيا جي بادشاهہ کي خواب ۾ ڏسندو تہ انهي کي انهي بادشاهہ وٽان ڪجهہ ملندو.

(١٨) جيڪو دين جي بادشاهہ يعني ڪنهن وليءَ کي خواب ۾ ڏسندو تہ انهي کي انهي وليءَ جو مرتبو نصيب ٿيندو.

(١٩) جيڪو خواب ۾ هاٿي ڏسندو، انهي کي بيت المال مان ڪجهہ ملندو.

(٢٠) جيڪو خواب ۾ ڏسندو تہ ٻيڙي ۾ چڙهيو وينو آهيان تہ اهو غمن کان خلاص ٿيندو، ۽ اهنجن کان سلامتي لهندو.

(٢١) جيڪو صاف ۽ سنو پاڻي خواب ۾ ڏسندو تہ اهو ماڻهو ڪنهن چڱي ڳالهہ جي بشارت لهندو.

(٢٢) جيڪو لڙاٽيل ۽ ڪارو پاڻي ڏسندو تہ اهو ٿورو گهڻو ڏک ۽ غم سهندو.

(٢٣) جيڪو خواب ۾ مَڪڙَ ڏسندو تہ ڪجهہ مينهن وسندو، پر چور بہ پيدا ٿيندا.

(٢٤) جيڪو خواب ۾ ڏسي تہ پنهنجي ماءُ سان جماع پيو ڪري، تہ ان کي حج نصيب ٿيندو ۽ ڪعبة الله ۾ داخلا ڪندو.

والله اعلم بالصواب واليه المرجع والمآب.

## "ذڪر جي فضيلت ۾ حضرت غوث الحق جا ارشاد"

طريقہ عاليہ غوث الحقيہ جو سارو مدار آهي الله تعاليٰ جي ذڪر تي، حضرت جن پاڻ بہ دائم الذڪر هوندا هئا ۽ طريقہ جي وابستن کي بہ ذڪر جي ترغيب ڏيندا هئا. طريقي جو جيڪو فيض هو يا آهي تہ سمورو ذڪر الله جي طفيل آهي، الله تعاليٰ جي ذڪر جون پاڻ طرحين طرحين فضيلتون بيان فرمايون اٿن.
(يعني سندن پوئلڳن کي بہ ذڪر جو اهتمام ڪرڻ کپي)

## (١) "ذڪر پڻ ذڪرن جي وچ ۾ آهي"

حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن ارشاد فرمايو آهي تہ ٻانهي جو ذڪر الله تعاليٰ جي ٻن ذڪرن جي وچ ۾ آهي يعني پهريائين ڏٺي تعاليٰ تو ٻانهي کي ياد ڪري، تڏهن ٻانهو رب تعاليٰ کي ياد ڪري ۽ سندس ذڪر ڪرڻ تو لڳي جيئن تہ فرمايو اٿس: يحبهم ويحبونه. (الله تعاليٰ محبت تو ڪري انهن سان ۽ هو تا محبت ڪن الله سان.) فارسي واري چيو آهي شعر:

اگر از جانب معشوق بنا شد ڪششي
ڪوشش عاشق بيچاره بجائي نرسد

(يعني معشوق جي طرفان جيڪڏهن ڇڪ ۽ جذبو

نہ هجي ها، تہ عاشق ويچاري جي ڪوشش ڪوبہ اثر نڪري ها. ) تہ اول اوڌي جي مهرباني ۽ گهر ٿئي ٿي پوءِ ٻانهون وٽي ٿو رب تعاليٰ کي ياد ڪري. جڏهن ٻانهون ياد ٿو ڪري جيئن فرمايو اٿس فاذڪروني اذڪرڪم- (مونکي ياد ڪريو تہ آئون توهان کي ياد ڪريان. ) اتان ثابت ٿيو تہ ٻانهي جو ذڪر الله تعاليٰ جي ٻن ذڪرن جي وچ ۾ آهي.

## (٢) "مجاهدي کان سواءِ ذڪر بي نفع آهي"

مجاهدي جومطلب حضرت غوث الحق عليہ الرحمتہ جن ذاڪرن کي فرمايو تہ اي ذاڪرو مجاهدي کان سواءِ ذڪر نہ ڪريو، جيڪڏهن ذڪر مجاهدي کان سواءِ ٿا ڪريو تہ خسارو ٿا ڪريو، يعني انهي مان فائدو ڪونہ ٿيندو جيڪڏهن رڳو مجاهدو ٿا ڪريو ۽ ذڪر نٿا ڪريو تہ بہ اثر ڪونہ ٿيندو ۽ بي فائدو اٿو. الله تعاليٰ جلد انهي کي حاصل ٿو ٿئي جو ذڪر مجاهدي سان ٿو ڪري، گهٽي مجاهدي جي جيڪڏهن طاقت نہ اٿو تہ هن طرح عمل ڪريو جو سولو ڪم آهي، يعني اٺن پهرن ۾ فقط هڪ ڀيرو طعام ڪاؤ. ڏينهن جو ڪاؤ تہ رات جو نہ ڪاؤ رات جو ڪاؤ تہ ڏينهن جو نہ ڪاؤ ۽ جيترو ٻچي سگهيو. ايترو هن فاني

دنيا جي لذت ڪان پاڻ کي ڇڏايو. لذتن جي ڇڏڻ ۾ جيڪو مزو آهي، سو جي توهان کي اچي وڃي ته وري نفساني لذتن کي جيڪر لذت چئو ڪين. يقين ڪري ڄاڻو ته هن دنيا جون نيش منيون شيون يعني (ڏنگ) آهي ۽ هتي جو ڪمال خود زوال آهي ۽ راحت (فرحت) عين جراحت (ڦٽ) آهي. اي طالب توکي ڪپي ته هن خاڪي جهان مان اَمَلُ ماڻڪ ڳولي هٿ ڪر، اهو املهه ماڻڪ ڇا آهي، الله تعاليٰ جو ذڪر آهي ۽ ذڪر جي نشاني آهي ذاڪر ۾ حق سبحانه و تعاليٰ جي محبت جو پيدا ٿيڻ، جيڪڏهن ذاڪر کي عشق خدائي ڪونه ٿيو آهي ته چئبو ته اجان ذاڪر نه آهي ۽ ذڪر ڪو نه ٿو ڪري.

## (٣) ذاڪر ماٺهو روزو ڪيتري وقت کان پوءِ ڇوڙي

حضرت غوث الحق عليه الرحمة جن جو ارشاد آهي ته جيڪو ذاڪر جلي (وڏي سر) ذڪر سان مشغول ٿو ٿئي تنهن کي کپي ته ڇهين ڏينهن روزو ڇوڙي ۽ جيڪو پاس انفاس جي ذڪر سان شغل ٿو ڪري ته اهو ٻارهين ڏينهن روزو ڇوڙي ته انهي ڪان ذڪر سان انس (محبت) ٿيندس، جي ائين نه ڪندو ته ذڪر جو نتيجو ظاهر ڪونه ٿيندو. ذاڪر جو ذڪر ڪندي ڪندي جڏهن نفس مري ويندو تڏهن ولايت کي رسندو. نفس

تڏهن مرندو جڏهن ڪلمہ تهليل. يعني لااله الاالله جو ذڪر تمام گهڻو ڪندو. خدا تعاليٰ جي واٽ ۾ ڪجهہ خيرات ڏيڻ ڪان بہ ذڪر ڪرڻ ڀلو ڪم آهي. تنهنجي ثابتي هي آهي تہ حضرت معاذ رضي الله تعاليٰ عنہ ڪان روايت آهي تہ حضرت پيغمبر ﷺ فرمايو تہ خيرات في سبيل الله جي ثواب ڪان ذڪر ڪرڻ جو ثواب ست لک درجا وڌيڪ آهي. قرآن ۾ جو الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ- ان تبدوالصدقات فنعما هي- اي الجهربالذ ڪر يعني جيڪڏهن خيراتون ظاهر ڪندو تہ اُهو تمام ڀلو آهي. تہ اتي خيراتن مان مراد آهي الله تعاليٰ جوذڪر تہ رب تعاليٰ فرمائي ٿو تہ وڏي سڏ ۽ ظاهر ذڪر ڪندو تہ اهو توهان لاءِ ڀلو ۽ بهتر آهي. حديث ۾ آهي لو ان رجلا في حجره دراهم يقسمها وآخرين ذڪر الله تعاليٰ ڪان ذڪر الله افضل- يعني هڪڙي ماڻهو کي جهولي ۾ درهم (پيسا) هجن جو راه خدا ۾ ورهائي پيو- ٻيو ماڻهو الله تعاليٰ جو ذڪر پيو ڪري. تہ الله تعاليٰ جي ذڪر جو ثواب وڌيڪ آهي.

## (۴) تهليل جي ذڪر ڪندڙ جو مثال روجهہ جي شڪار جو آهي

حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن ارشاد فرمايو- تہ جيڪو ماڻهو لااله الاالله جي ذڪر سان شغل ٿو

ڪري تہ ان جو مثال اهڙي شخص جو آهي، جنهن روجهہ شڪار ڪئي. جنهن جي گوشت مان پاڻ بہ کائي ڏؤ ڪيائين ۽ ٻين کي بہ کارايائين ۽ جيڪو انهي ذڪر کان سواءِ ٻي ڪنهن عبادت سان شغل ٿو ڪري تہ چڻ جهرڪي شڪار ڪئي اٿس جنهن مان پاڻ بہ کائي ڏؤ نہ ٿو ڪري سگهي.

## (٥) تهليل جوذڪر سڀ مرادون پچائيندڙ آهي

حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن هر ڪنهن طالب ۽ مرد کي تهليل جو ذڪر تلقين ڪندا هئا. حتي ڪِ هڪڙي ڏينهن هڪڙي شخص دعا گهرڻ لاءِ التماس ڪيو تہ مون تي گهڻا قرض چڙهي ويا آهن، سي لهي وڃن تہ ان کي فرمايائون تہ وڃي هميشہ لااله الاالله جي ذڪر جو شغل ڪر.وري ٻي شخص عرض ڪيو تہ مون تي فرض آهي انهي کي بہ ڪلمه لااله الاالله پڙهڻ جو اذن ڏنائون ٻنهي جو مقصد پورو ٿيو.

### (٦) ذڪر جي معنيٰ

بابت حضرت غوث الحق عليہ الرحمتہ جن جو ارشاد

حضرت غوث الحق عليہ الرحمتہ جن فرمايو تہ ظاهر جا عالم لااله الاالله جي معنيٰ ڪن ٿا لاشي موجود

غير الله يعني الله تعالىٰ جي ذات اقدس ڪان سواءِ ڪائنات ۾ ٻي ڪا شي موجود آهي ئي ڪانہ. فقط حق پاڪ جي ذات موجود آهي. ۽ آية ڪريمہ فاذڪروني اذڪرڪم جي معنىٰ حضرت جن هن طرح بيان فرمائي آهي تہ توهين ياد ڪريو مونکي زبان جي ذڪر سان، تہ آئون ياد ڪريان توهان کي قلبي ذڪر ڪرڻ جي توفيق ڏيڻ سان ۽ توهين مونکي قلبي ذڪر سان ياد ڪريو تہ آئون توهان کي روحي ذڪر جي توفيق ڏيڻ سان ياد ڪريان ۽ توهين روحي ذڪر سان مونکي ياد ڪريو، تہ آئون توهان کي سري ذڪر جي توفيق ڏيڻ سان ياد ڪريان.

## (٧) ذڪر اَخفيٰ ڪندڙ جو شان

حضور ﷺ جن فرمايو آهي تہ خفي ذڪر ۾ نہ ڪو حرف هوندو آهي نہ ڪو آواز ٿيندو آهي. پر اخفيٰ جو ذڪر ڪندڙ شخص الله تعالىٰ جي درگاه ۾ مقبول القول ۽ مستجاب الدعوات هوندو آهي، يعني جيڪي چوندو آهي سو قبوليت ۾ ايندو اٿس ۽ ظاهري علم پڙهڻ ڪان سواءِ ئي باطني علم جي زور سان قرآن مجيد جو تفسير پيو بيان ڪندو آهي ۽ دنيا جي ڪمن سان ڪو سروڪار نہ رکندو آهي نڪي انهن سان مشغول هوندو آهي.

## (٨) ذڪر جا قسم ڪيترا آهن

هڪڙي طالب حضرت پير دستگير غوث الحق نور الله تعاليٰ مرقده جي خدمت فيض درجت مان ذڪر خفي جي اذن ملڻ جي استدعا ڪئي. پاڻ فرمائونس تہ ذڪر خفي ڪي نہ ڪو آهي حرف نڪو آهي آواز جو توڪي انهي جي ترتيب ٻڌايون ۽ اذن ڏيون. تنهن لاءِ هيئن ڪر جو لااله الاالله جي ذڪر جي وجي مشغولي ڪر تہ انهي مان پاڻان ڇاڻي ذڪر خفي حاصل ٿي پوندئي. پوءِ وري فرمايائون تہ زبان جو ذڪر ناسوتي آهي، دل جو ذڪر ملڪوتي آهي، روح جو ذڪر جبروتي آهي، سِر جو ذڪر لاهوتي آهي. وري فرمايائون زبان جو ذڪر مجاهدو آهي، دل جوذڪر ملاحظو آهي، روح جو ذڪر مڪاشفو آهي ۽ سِر جو مشاهدو آهي. وري فرمايائون زبان جو ذڪر ٻج آهي، دل جو ذڪر وڻ آهي، روح جو ذڪر مُڪڙي آهي سر جو ذڪر ڦر آهي.

## (٩) ذڪر ڪيترا ڏينهن پڙهجي پوءِ بند ڪجي

جناب شيخ فريد جو هڪڙو پوٽو جو حضرت غوث الحق عليہ الرحمة جن جي مريدن مان هو، هڪڙي ڀيري حضرت غوث الحق جن جي خدمت ۾ عرض ڪيائين تہ قبلا ذاڪر ڪيترن ڏينهن تائين ذڪر پڙهي

۽ پوءِ جڏي، پاڻ فرمايائون تہ جڏهن ذڪر کان فڪر ۾ رسي تہ پوءِ ذڪر بند ڪري، وري پڇيائين تہ فڪر کان بہ وري واندو ٿيڻو اٿس ڇا. فرمايائون تہ جڏهن فڪر مان شهود کي رسندو تڏهن فڪر بہ ڇڏي ڏيندو، جو فڪر قلب جي منزل آهي ۽ شهود روح جو مرتبو آهي. وري پڇيائين تہ شهود کان بہ وري ڪڏهن باز اچڻو اٿس، فرمايائون تہ جڏهن شهود کان عيان ۾ پهچندو، يعني مشاهده کان معائنہ ۾ ايندو، جنهنجو مطلب آهي الهي تجلي جي رويت. وري پڇيائين تہ رويت کان بہ ڪڏهن واندو ٿيندو فرمايائون تہ جڏهن پيائي هلي ويندي ۽ سڀ واسطا ڪڇي ويندا ۽ محض وحدت وڃي رهندي مطلب هي آهي تہ رويت ۾ بہ بلڪ ٽي شيون آهن، هڪ آهي رائي يعني ڏسندڙ، ٻيو آهي مرئي جنهن کي ڏسندڙ ڏسي ٿو، تہ اهي ٽيون بہ شيون، ٽين شيءِ اها آهي جنهن جي وسيلي سان ڏسي ٿو، تہ اها شي آهي رائي ۽ مرئي جي وچ ۾ واسطو، تہ حضرت جن جو ارشاد هي آهي تہ جڏهن ڏسندڙ ۽ واسطو، يعني وچواري شيءِ اهي ٻئي وچمان نڪري ويندا ۽ فقط وڃي مرئي رهندو تڏهن رويت بہ بند ۽ گم ٿي ويندي.

## (١٠) ذڪر ڪرڻ جي واٽ

معلوم هجي تہ هر ڪم لاءِ شرط ۽ ادب هوندا آهن ڪوبہ ڪم جيڪڏهن شرطن ۽ ادبن سان نہڪبو تہ فائدو نہ ڏيندو آهي تهڙي طرح سان ڪن جي ذڪر لاءِ بہ عارفن شرط ۽ ادب مقرر ڪيا آهن، جيڪڏهن انهن رعايتن سان ذڪر ڪبو تہ مفيد ٿيندو، جي انهن کي ذڪر جيئن آيو تيئن پيو ذڪر ڪبو تہ نفع نہ بخشيندو. ذڪر ڪرڻ وقت هي ڳالهيون ضروري آهن، اول شرط آهي تہ ڪامل مڪمل مرشد ڪان تلقين وٺجي، تلقين وٺڻ ڪان سواءِ فقط ٻين ڪي ڏسي يا ڪتابن ۾ لکيلون واٽون پڙهي ذڪر ڪرڻ اهڙو فائدو نہ ڏيندو جهڙو مرشد جي ڏسڻ ۽ امر ڪرڻ موجب اثر وارو ٿو ٿيئي پوءِ مريد ڪي ڪل غير شرعي ڪمن ڪرڻ ڪان بلڪ ڪل ماسوي الله ڪان توبہ ڪري، پنهنجي مرشد ڏانهن سچو ويساهہ رکي، انهي سان پنهنجو عقيدو درست ڪري، ذڪر ڪرڻ مهل ٿڙ ڪري تہ بهتر نہ تہ وضو ضرور ڪري، سٺا ڪپڙا ڍڪي، نہ تہ بہ پاڪ لباس ضروري هجي، ذڪر واري جاءِ نويڪلي ۽ پاڪ صاف ۾ اونداهہ واري هجي، پڇي سگهي تہ سرهاڻ بہ مکي، پوءِ ڪعبہ سامهون پٽل ماري وهي، جو حضور رسول اڪرم ﷺ بہ ذڪر پڙهڻ وقت

ٻنل هٽي وهندا هئا. هٿ ٻئي ٻنهي جو ٽن تي رکي جيئن
نماز جي ۾ رکبا آهن. دل کي خيالن ۽ خطرن کان هٽائي
الله تعاليٰ سان حاضر ٻيهاري ٻئي اکيون دنيا جي شين کان
بند ڪري تعظيم ۽ ڪامل عزت سان ذڪر شروع
ڪري ۽ لااله الاالله جو ڪلمون پوري طاقت ۽ اهڙي
ضرب سان زبان مان چوي جو انهي جو اثر دل تي رسي
۽ ٻين عضون تي پوي ۽ ڪلمه شريف جي معنيٰ هن طرح
دل ۾ وهاري جو لااله چوڻ وقت هي خيال ڪري ته
ڪجهه نه ٿو گهران ۽ ڪي ڪين ٿو طلبيان ۽
منهنجو ڪوبه محبوب خواه مطلوب خواه ڪو به معبود ۽
مسجود ۽ ڪوبه مقصود. بلڪ ٻنهي جهانن ۾ ڪوبه
موجود ڪونهي الاالله چوڻ وقت خيال ڪري ته الله تعاليٰ
کان سواءِ يعني ڪونه ۽ مڪان ۾ الله تعاليٰ کان سواءِ
ٻيو ڪجهه موجود ڪونهي، پوءِ ڳچ تائين اهڙي ڌيان ۽
دل جي حضور سان ذڪر ڪندو رهي تان جو مٿس
استغراق ۽ بي خودي اچڻ لڳي ۽ بي سرتي ٿيڻ لڳي ۽
پنهنجو پاڻ ڪنانس هليو وڃي ۽ اهي سمجهي ته ذڪر
ڪندڙ آهي ئي ڪونه اُهو آهي جنهن جو ذڪر ٿو ڪجي
۽ جنهن جو نالو ٿو ونجي. انهي وقت جيڪڏهن ڪي
خيال ۽ خطرا خواه سڌون ۽ خواهشون دل ۾ اچن ته
انهن سڀن کي لااله جي معنيٰ سان نفي ۽ رد ڪندو وڃي،

الاالله جي لحاظ سان عزت رباني جي پاڪ ذات کي پنهنجو مقصود ۽مطلوب ۽ محبوب ثابت ۽ قائم ڪندو وجي. غرض تہ لااله جي نفي سان ماسوٰي کي باطل ڪري غير جي محبت جي پاڙ، بنياد ڪان ڪڍي دل مان باهر اڇلائي ڇڏي ۽ الاالله جي تصوف سان حق جي محبت کي حق جي بجاء قائم رکي ذڪر جي ايتري ڪثرت ۽ مبالغو ڪري جو ذڪر جي غلبي ڪان ذاڪر جي هستي ڪجي وڃي ذاڪر مان فقط ذڪر وڃي رهي ۽ سندس وجود جا سڀ سڳا ۽ تڳا ڇڄي وڃن ۽ سڀ ڪجهہ مذڪور جي حوالي ٿي وڃي، ذاڪر وچ ۾ هجي ئي ڪونہ جيڪڏهن هجي سو اهو ئي هجي جنهن جو ذڪر ٿو ڪجي.

## (١١) "ذڪر ڪرڻ جي پي وات"

اول ٽي ڀيرا استغفار پڙهي، پوءِ ٽي ڀيرا صلواة پڙهي پوءِ ٽي ڀيرا هي دعا پڙهي، اللهم طهر قلبي من الشرڪ والرياء، وزين لساني بالذڪرو الثناء برحمتڪ يا ارحم الراحمين، پوءِ لااله الاالله جو ذڪر شروع ڪري ۽ پنج هزار ڀيرا پڙهي، ڏيهاڻي اهڙي طرح ڪري، پوءِ هڪ هزار هو هو پڙهي ذڪر پورو ڪري پوءِ اکيون ۽ چپ بوٽي دل سان الله الله هڪ هزار ڀيرا پڙهي، تنهن ڪانپوءِ پاس انفاس جي ذڪر ۾ مشغول

ٿيئي ۽ سارو وقت اهو ڪندو رهي جنهن جي واٽ هي آهي. جڏهن پساه اندر وڃي ته دل ۾ چوي الله ۽ جڏهن پساه ٻاهر نڪري ته چوي هُوَ. هميشه انهي شغل ۾ ڌيان ۾ رهي ڪوبه وقت غفلت ۾ ضايع نه ڪري، نه کائڻ پيئڻ ۾ نه سمهڻ ۾ جاڳڻ ۾ نه پاخاني ۽ پيشاب جي حالت ۾، ۽ هو روز مٿي ڏسيل واٽ وانگر بلاناغه ذڪر ۽ پاس انفاس جو شغل ڪندو رهي. طعام فقط ويهه ڏڪا اٽن پهرن ۾ کائي، ٻاره سال برابر انهي رياضت سان پاڻ کي مشغول ڪري ته انشاء الله تعاليٰ ولايت جي ڪمال کي پهچي ويندو. الله تعاليٰ جي ذڪر جي علت (سبب) اگرچه سندس فضل ۽ ڪرم کان سواءِ ٻي ڪابه ڪانهي پر ان جو ظاهري سبب ۽ واسطو آهي زبان جو ذڪر، تڏهن هر ڪنهن طالب تي عين فرض آهي ته الله تعاليٰ جي ذڪر جي هميشگي ڪري، الله تعاليٰ جا طالب ۽ ڏٺي تعاليٰ جي ذات اقدس جا عاشق هميشه سندس عظمت جي درگاه ۾ هزارين ڀيرا التجا ڪندا آهن ته منهنجا سائين اسين توکي ڪٿي ڳولي لهون، ۽ ڪيئن ڪري سڏيون ۽ ڪنهن کان تنهنجي طلب جي راه پڇون، طالب جي انهي صدا جي جواب ۾ سندس حضور اقدس مان هي ارشاد طالب صادق کي عطا ٿيندو آهي، اناجليس من ذڪرني، (جيڪو منهنجو ذڪر

ٿو ڪري آئون انهي سان گڏ وينو آهيان. هڪ پل به ان
ڪان پري نہ آهيان.) تہ اتي ذاڪرن کي سندس قرب ۽
وصل جي وڏي بشارت آهي ۽ غافلن لاءِ وعيد شديد
آهي يعني هي جواب اٿن تہ توهان کي غفلت جي ڪري
وصال جي بوءِ بہ نہ ملندي. جنهن جو مطلب هي ٿيو تہ
وصال جي دولت فقط ذاڪرن لاءِ مخصوص ڪيل آهي.
جن ڪان ذڪر جي نعمت ڪسي ويئي آهي تن کي
قبوليت جي درگاهہ مان لوڏي ڪڍيو ويو آهي. ذڪر ۾
ٻہ وڏيون نعمتون رکيل آهن. هڪ ٻانهي کي رب جي
پاران ذڪر ڪرڻ جي توفيق ۽ همت عطا ٿي ٿئي. ٻي
تہ سندس فضل ۽ ڪرم وٽان ذڪر جو ثواب حاصل
ٿو ٿئي. سبحان الله ٻانهي کي پنهنجي ياد ڪرڻ جي
همت ۽ توفيق بہ پاڻ ڏنائين. تہ گويا اهو ڪم بہ پاڻ
ڪيائين ٻانهي ڪونہ ڪيو تہ ٻانهي کي ڇو ملي. پر
مولیٰ سائين پنهنجي ڪريمي موجب ٻانهي کي وري
ثواب بہ عطا ٿو فرمائي تڏهن ٻانهي کي لائق آهي تہ
هميشہ الله تعالیٰ جو ذڪر ڪندو رهي تہ اڄوڪي
ذڪر جي اندازي پٽاندر صباح قيامت ڏينهن سندس
رضا ۽ لقاء جو بي انتها بهرو حاصل ڪري. پيارا ادا
جڏهن رب تعالیٰ جو قرب ۽ وصال ۽ ساڻس گڏ رهڻ
جي نعمت ٻانهي کي دنيائي ۾ ذڪر ڪرڻ جي مقدار ۾

ملڻي آهي، تہ فرض عين بلڪ عين فرض آهي تہ پانهون جيڪو پساهہ ڪٽي سو ذڪر مولىٰ ۽ فڪر خدا کان سواءِ نہ ڪٽي تہ قيامت جي ڏينهن بهشت ۾ بادشاهي قرب ۽ سلطاني وصال جي دولت سان مالامال ٿي پوي. وڏو ارمان ۽ حرمان بلڪ خسران ۽ نقصان، نہ بلڪ سراسر زيان آهي اهڙي پانهي لاءِ جو اهڙن اَمُل ماڻڪ جهڙن پساهن کي غفلت ۽ باطل پرستيءَ ۾ ٿو ڪٽي ۽ پنهنجي پياري ۽ محبوب ساه جو ناحق خون ٿو ڪري انهي ڪري الله تعاليٰ جي ڪامل اڪابرن پنهنجن متوسلن ۽ مريدن کي پاس انفاس جي ذڪر جو تمام تاڪيد ڪيو آهي، پاس انفاس جون ٻہ واٽون ڏسيون اٿن هڪ جيڪا مٿي گذري ٻي تہ ساه جي اندر وڃڻ تي لااله چئجي ۽ ٻاهر نڪرڻ تي الاالله چئجي، يا ٻاهر نڪرڻ تي لااله ۽ اندر وڃڻ تي الاالله.

جيسي ذڪر ۾ ڏکيائي پئي لڳندي تيسي چئبو تہ اجان نفس سرڪش مُئو ڪين آهي ۽ فنا نہ ٿيو آهي، بلڪ جيرو ۽ موجود آهي، جڏهن ذڪر مان لذت ۽ مِٺاج ايندو تڏهن چئبو تہ هاڻي مرڻ ڳرڻ ۽ فنا ٿيڻ لڳو آهي ۽ روحانيت زور تي وٺي. قيامت ۾ هڪ هڪ پساهہ جو، جو دنيا ۾ غفلت سان ٻاهر ڪان ويو آهي سو لک خون ڪرڻ جي گناه جي شمار ۾ ايندو.

فتوحات مڪيه ۾ لکيو اٿس. تہ الله تعاليٰ جي ذڪر ۽ يادگيري کان سواءِ ٻانهون ساه ٿو کڻي تہ اهو پساهہ مردار ڍونڍ وانگر ٿي بدبو ٿي زمين تي پئجي ٿو رهي، پوءِ هر هڪ پساهہ غفلت جو هڪ ٻي جي پـر ۾ ۽ مٿان گڏجي ڍير ٿو ٿئي تان جو هڪڙو جبل نهي زمين تي بيهي ٿو رهي، پوءِ جيڪي ملڪ آسمان مان ٻانهن جي ڪمن وراهڻ لاءِ زمين تي اچن وڃن ٿا تن جي اچ وڃ جو رستو اهو ڌونڌوارو جبل روڪيو ٿو ڇڏي جو اُهي پاڪ سڳورا انهي جي ڪِنيءَ باس کان اتان لنگهي نٿا سگهن تنهنڪري ٻانهن جي ڪم ڪار جي سرانجاميءَ ۾ هي ڍير پئجو ٿي وڃي، رب العزت جل جلاله جي بارگاهہ جلال مان اِنهي سيڙ جو سبب پڇيو ٿو وڃي تہ اچ وڃ ۾ ڍير ڇو ٿا ڪريو. ملڪ سڳورا عرض ٿا ڪن تہ خداوند تون سڀن ڳڌرن ۽ لڪلن ڪمن جو واقف ۽ ڄاڻندڙ آهين، توکي معلوم آهي تہ تنهنجي فلاڻي ٻانهي جيڪي پساهہ غفلت ۾ ڪنيا آهن تن جي ڪنائي اسان جي واٽ کي بند ڏيئي ڇڏيو آهي. تڏهن خداوندي دربار مان ملڪن کي جواب ملي ٿو تہ اهي هن جا پساهہ سنڀال رکجو تہ قيامت ڏينهن هن جي ساهميءَ جي ٻُڙ ۾ رکي توريا ويندا. الله تعاليٰ جي توفيق ڏنل ٻانهان ۽ زمين ۽ آسمان ۾ جيڪا بہ شي

موجود آهي تہ اهي سڀ الله تعاليٰ جي تسبيح پيا چون.
الله تعاليٰ قرآن حڪيم ۾ فرمائي ٿو يسبح لله مافي
السموات ومافي الارض ٻي آية ۾ ارشاد آهي، ان من شيءِ
الايسبح بحمده ولڪن لاتفقهون تسبيحهم. (يعني ڪا
شي اهڙي ڪانہ آهي، جا الله تعاليٰ جي ذڪر جي تسبيح
نٿي ڪري، ) بلڪ هر ڪا چيز الله تعاليٰ جي ذڪر ۾
رطب اللسان آهي، انسان جي بدن جا وار بہ في الحقيقة
ذڪر پيا ڪن.

عارفن چيو آهي تہ مٿي جي وارن جو ذڪر آهي
فتبارڪ الله احسن الخالقين، ڀرن جي وارن جو ذڪر آهي
يا ڪريم المعروف ويا قديم الاحسان پنبڻن جو ذڪر
آهي يا اله العلمين ويا خيرالناصرين مڇن جو ذڪر آهي
يا رحمٰن يا رحيم. ڏاڙهيءَ جو ذڪر آهي يا حنان يا
منان القديم. اُرهہ جي وارن جو ذڪر آهي يا ستارالعيوب
ويا غفارالذنوب سٿرن جي وارن جو ذڪر آهي يا
قهارياجبار الڪريم انهي هوندي بہ جيڪڏهن ٻانهي جي
زبان ۽ دل ذڪر کان غافل ۽ ويسلي آهي تہ اهو شخص
غافل آهي، ڇو جو مدار سارو آهي، دل تي ۽ رب تعاليٰ
جو فرمودو آهي تہ ذڪر گهڻو ڪريو. گهڻائي جي معنيٰ
آهي دل جي حضور سان ذڪر ڪرڻ . مطلب تہ غفلت
تمام خراب آهي، جو هڪ لحظو بہ غفلت ۾ گذارڻ وڏو

ويچو ۾ نقصان آهي، انهي تي هڪڙي شاعر هڪڙو بيت فارسي ۾ چيو آهي جنهن جو مطلب هي آهي تہ محبوب جي ڪجائي سان پنڌ ڪندي ڪنڊو پير ۾ لڳم، جيسي ترسي اهو ڪڍيم تہ محبوب جي محمل جا جلد پي هلي سا اکن کان اوجهل ٿي ويئي ۽ انهي بهاني سان محبوب وڃائي ويٺس، هڪ لمحو جو سڄڻ ڪان ويسلو ٿيس تہ سؤوره جي واٽ پوئتي پئجي ويس، درويش ميان يار محمد هڪڙي ڪاني هرو ڀرو ڪٽي ڀڳي، تہ ڪاني ڀڄڻ جي دير ۾ رب تعاليٰ سان جيڪو سندس قرب ۽ ويجهائي هئي تنهن ڪان پري پئجي ويو ۽ حجاب آڏا اچي ويس. پنهنجي مرشد ڪريم وٽ اچي انهي حال جي ڳالهہ ڪيائين، ڪامل مرشد جڏهن بي نياز بارگاه ۾ انهي بابت عرض ڪيو تہ جواب مليس تہ ڪاني ۾ ڪم تہ هوس ڪونہ، ۽ اسان جي حضور ڪان سواءِ ايتري دير بہ محض غفلت ۾ وڃايائين. حضور پيغمبر ڪريم عليه الصلواة والسلام جن ڪي نبوت جو ڪمال حاصل هو تہ بہ هميشه الله جو ذڪر ڪندا رهندا هئا ۽ سندن جسم مبارڪ ساهہ ڪان وڌيڪ لطيف ۽ نفيس هو ۽ سندن ساه سڳورو تہ ڄا چئجي گويا حق تعاليٰ جي ذات هئي، تہ اهڙي صفائي ۽ پاڪيزگي هوندي بہ سدائين ذڪر ڪندا آيا. تون جو

سمورو بشريت ۾ وڪوڙيو پيو آهين. سروري ذڪر ڪان غافل رهين تہ اهو ڪوئي تــو. توڪي ڪپي تہ الله تعاليٰ جي ذڪر ۾ اهڙو رنبجي وڃ جو بشريت جا اثر ۽ ڏور پائي جون صفتون تو مان نڪري ناس ۽ نابود ٿي وڃن ۽ سمورو الله تعاليٰ جي اخلاق سان متخلق ٿي پئين. پر ذڪر ڪرڻ جو شرط اٿئي مرشد ڪامل جي اجازت ۽ ڏس موجب ڪرڻ. تڏهن ڪارگر ٿيندو ۽ دل مان سڀ باطل تڏهن ڪيندو. ڪامل مڪمل مرشد اهو آهي جو هر ڳالهہ ۽ هر حال ۾ ۽ هر طرح ۽ هر نموني ۾ حضرت رسول الله ڪريم ﷺ جي متابعت ۽ پيروي وارو هجي. يعني صاحب شريعت جو هجي بدعتن ۽ بي شرعي ڪمن ڪان پاسو ڪندڙ ظاهري باطني اوضاع اطوار، افعال ۽ اقوال ۾ حضرت اقدس نبي عربي عليه الصلوات والسلام ڪان ذرو بہ مخالف ۽ ابتو هلندڙ نہ هجي.

**ذڪر جي حلقي ۾ حضرت رسول الله جو شامل ٿيڻ.**

طريقہ عاليہ جي مريدن مان هڪڙي مريد جو بيان آهي تہ اسان جي پر ۾ هڪڙو ملن جو ڳوٺ آهي جنهن ۾ رڳي ملان ماڻهون ئي رهندا آهن، انهن جي نڪا هوندي آهي فقراء سان صحبت نڪي فقيرن کي مڃيندا آهن نڪو ذڪر فڪر ڪندا آهن. هتان جيڪو ذڪر ۽ سماع ڪندو آهي تہ ان تي اعتراض ۽ انڪار ڪندا آهن. اسان جي جماعت جا فقير اتي ويا هئا تہ انهن سان بہ اها هلت ڪيئي هوائون. هڪ ڀيري ڪنهن ضروري ڪم سبب منهنجو بہ اتفاق سان انهي ڳوٺ ۾ وڃڻ ٿيو. پنهنجي معمولي دستور موجب نماز کان پوءِ وٺي ذڪر ۾ مشغول ٿيس ۽ دل ۾ ملن صاحبن جي حالت جو اڊڪو بہ هجيم. جڏهن حلقو هٽي، يعني فقيرن جي جماعت سان مڙي ڪنرو ڪري ذڪر ڪرڻ لڳاسون تہ ڇا پيو ڏسان تہ حضور سرور ڪائنات صلى الله عليه وسلم جن تخت مرصع تي ذڪر جي حلقي ۾ رونق افروز آهن ۽ اسان جو مرشد مربي حضرت غوث الحق قدس الله تعالىٰ اسراره ساڻن گڏ تخت تي ويٺو آهي. جڏهن ذڪر ڪري واندا ٿياسون تہ ڀايو سون تہ حضرات ملان صاحبان اسان سان بہ مدو پائيندا ۽ اعتراض انڪار پيش ڪندا. پر حڪمت خداوندي اهڙي ٿي جو اعتراض ۽

انڪار تہ ڪونہ ڪيائون، ان جي بجاءِ سڄي شهر جا ماڻهو گهڻو ٿي اسان سان اچي ڏاڍي محبت ۽ پيار سان گڏ يا خيرعافتيون پڇيائون ۽ وڏي سڪ سان دعوت ڪري مهمان نوازي جا حق بجاءِ آندائون ۽ ڏاڍيون لائق ۽ جڳائيندڙ خدمتون ڪيائون، اسان کي يقين ٿيو تہ اها سڀ الله تعالىٰ جي ذڪر ۽ رسول الله جي متابعت ۽ مرشد ڪريم جي فيض باطني جي برڪت آهي. انهي وقت کان وٺي اهي ماڻهو سلسلہ عاليہ جي سڀني فقيرن جا ڏاڍا محب ۽ خود سلسلہ شريفہ جا معتقد ٿي پيا آهن.

انهي ساڳي درويش مريد جو چوڻ آهي تہ هڪ دفعو طريقت جي يارن سان گڏ ذڪر وڻي ڪيم تہ ذڪر ڪندي ذوق ۽ لذت وچان منهنجي زبان مان سبحان الله والحمدالله جا ڪلما جاري ٿي ويا، انهي چوڻ تي الله تعالىٰ جي مشاهدي جي اها ڪيفيت پيدا ٿي جا مدت مديد تائين سانده هلي آئي. جڏهن مٿئي تسبيح جا لفظ چئي هيڪر بس ڪيم تہ مشاهده جي غلبہ ۽ لذت وچان وري وٺي ڪانہ مليم جو ٻيهر اهي لفظ زبان تي هلائي سگهان، قرآن مجيد جي تلاوت ڪريون يا تهليل جو ذڪر پڙهون الله تعالىٰ جي طالبن جي هڪ جماعت قرآن مجيد جي تلاوت ڪندا ۽ ماثور دعائن جا ورد پڙهندا رهندا هئا. ۽ ورع ۽ تقويٰ کي پنهنجو شعار ۽

ڊستور مقرر ڪري دنيوي تعلقات کان ازاد ٿيا وينا هوندا هئا. اهوئي انهن جو ذڪر فڪر مشغلو ۽ مراقبو هوندو هو. جڏهن حضرت غوث الحق عليہ الرحمتہ جي طريقہ عليہ جي ذڪر لااله الاالله جو غلغلو جهان جي ڪُنڊن ڪنارن ۾ چؤ طرف پئجي ويو ۽ هر طرف تحليل جي صوت جو صيت دنيا ۾ گجڻ لڳو تہ انهن درويشن جي دل ۾ بہ حضور جن جي زيارت شريف جو شوق جاڳيو جنهن ڪين پنهنجي وطن کان ڪڍي حضور جن جي بارگاهہ فيض ڏي روانو ڪيو، دل ۾ اهو ارادو ڪري هليا هئا تہ اسين هاڻي ڪهڙو شغل اختيار ڪريون، آيا قرآن مجيد جي تلاوت ڪندا رهون. حضور جن جهڙي طرح ارشاد فرمائيندا انهي موجب تعميل ڪنداسون. جڏهن اچي ملازمت جي شرف سان مشرف ٿيا ۽ مصافحو (هٿ ڏيڻ) ۽ معانقو (ڀڪر پائڻ) ڪري وينا تہ حضور جن هنن جي پڇڻ ۽ سوال ڪرڻ کان اڳيئي ارشاد فرمايو تہ الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمايو آهي: ما اتاكم الرسول فخذوه و ما نهكم عنه فانتهوا- جيڪو توهان کي رسول پاڪ ڏنو آهي سو ونو ۽ جنهن کان رسول ڪريم توهان کي روڪيو آهي تنهن کان پاڻ پُليو. هنن درويشن جا اها آيت سڳوري فصيح بيان سان حضور اقدس جن جي زبان مبارڪ مان أمالڪ ٻڌي تہ هنن جي

دل جا سڀ وهم ۽ خطراڱري مضمحل ۽ نيست ونابود ٿي ويا. ۽ رتيل سوال جو جواب ملي وين، وري وڌيڪ پڇڻ جي ضرورت ئي ڪانه رهين. حضور جن جي انهي ئي آيت جي تلاوت فرمائڻ ۾ هي اشارو هو ته حضور جن جو فردو آهي ته افضل الذڪرلا الـه الاالله- يعني ذڪر سڀ چڱا آهن ۽ سڀ الله تعاليٰ جي تقرب حاصل ٿيڻ جا وسيلا آهن پر سڀني ۾ پلو ۽ بهتر تهليل جو ذڪر آهي، جنهن ۾ خالص توحيد جو اثبات ۽ غير جو بلڪليه نفي ۽ رد آهي ۽ خود رسول اڪرم ﷺ جن به اهوئي ذڪر پڙهندا هئا تنهنڪري توهان ڪي به انهي ئي ذڪر سان مشغول هجڻ ڪپي.



## مرشد ۾ ضروري صفتن جو بيان

اول اول اها عبوديت جي صفت گهرجي، جو الله تعاليٰ جو خالص ۽ سچو ٻانهون غير کان ڇنل ۽ رب سان ڳنڍيل هجي، آتيناه رحمة اسان ان کي رحمة ڏني آهي، يعني اسان انهي کي حقائق جي قبول ڪرڻ جو مادو ڏنو آهي، من عندنا خاص پنهنجي پاڻ وٽان، يعني قبوليت جو مادو بہ خاص پنهنجي حضور ۽ عنديت مان ڏنو اٿونس ۽ خود عنديت جو مقام بہ عطاء ڪيو اٿونس، مرشد ۾ اهو بہ شرط هجڻ کپي تہ رب تعاليٰ جي رحمت بلاواسطہ سڌو رب تعاليٰ کان وٺندو رهي ۽ عنديت جو مقام بہ حاصل ڪري، و علمناه ۽ اسان ان کي سيکاريو آهي، يعني انهي کي وڏو عالم ڪيو اٿون، مرشد لاءِ چوٿون شرط هي آهي تہ عالم بہ هجي جاهل نہ هجي يعني اڻ پڙهيل ۽ شرعي مسئلن کان بي خبر نہ هجي، من لدناعلما- يعني علم لدني وارو هجي. مرشد ۾ پنجون شرط هي هجڻ کپي تہ لدني علم بہ حاصل هجيس. يعني سڀ علم سڌو الله تعاليٰ وٽان پرائيندو هجي وچ ۾ ڪو ٻيو معلم ۽ واسطو نہ هجي، ۽ نہ ٻي ڪنهن جي سيکارڻ جو محتاج هجي، مٿين پنجن صفتن کان سواءِ شيخ لاءِ ٻيون بہ ڪئي ضروري وصفون لاڳو آهن، جن جو شمار ڪونهي، پر هتي انهن مان ويهہ

ڳالهيون بہ بطور اختصار لکجن ٿيون، انهن مان جيڪڏهن هڪڙي ڳالهہ بہ نہ هوندي تہ سمجهڻ گهرجي تہ انهي جي مرشدي ۾ خلل ۽ نقصان آهي، مرشد ٿيڻ ۽ مريد ڪرڻ جو لائق نہ آهي.

### (١) علم شريعت جو هجس:

تہ شريعت جي علم مان احتياج ۽ ضرورت آهر پورو خبردار هجي، يعني نماز، روزه، زڪوات، حج، سودي سلف، ڏيتي ليتي، نڪاح طلاق رضاع ميراث وغيره جي مسئلن ڪان پيش ايندڙ گهرج سارو تمام واقف هجي.

### (٢) صحيح عقيدت هجس:

عقيدا اهل سنت جماعت وارا رکندو هجي، بدعتي ماڻهو نجات ۽ عزت جو لائق نہ آهي.

### (٣) عقل وارو هجي:

يعني ديني ۽ دنيوي عقل ۾ ڪامل هجي، جنهن ڪري مريد کي عقل سان تعليم ڏيندو اچي ۽ عقل ئي سان ڪائونس ڪم وٺندو رهي.

### (٤) سخي هجي:

جو مسڪين مريد جي احتياجن جي پورائي پيو ڪندو رهي، جنهنڪري مريدن کي ذڪر ۽ فڪر ۾ ڪاڏي پيتي ۽ ڪپڙي لٽي جي ڳڻتي روڪ ۽ اٽڪ پيدا نہ ڪري سگهي.

### (٥) بهادر هجي:

جو مخلوق جي اچ وڃ ۽ لَڙَ کان دهلجي نہ وڃي، ۽ مريد کي ڪنهن سان ڳالهائڻ ۽ ذڪر ڪان ويسلو ٿي ويهڻ نہ ڏي، ۽ ان کي حاسدن ۽ بدخواهن کان بچائيندو ۽ سنڀاليندو رهي.

### (٦) پرهيزگار هجي:

تہ مريد منجهس بدگمان نہ ٿئي. مرشد کان فساد جا ڪم پيدا ٿيڻ نہ ڪپن تہ مريد بہ ان جي پيروي تي هلي ۽ پرهيزگاري سکي ۽ پرهيزگاري سان هلت ڪري.

### (٧) وڏي همت وارو هجي:

جو دنيا ڏي ڏيان نہ ڏي، فقط گهرج آهر دنيا ڪم آڻي. مريد جي مال ۾ طمع نہ رکي تہ متان مريد جو ارادو ڦٽي وڃي ۽ گمراه ٿي پوي، مريد لاءِ هن کان وڏيڪ ٻي ڪا آفت نہ آهي جو پنهنجي مرشد تي اعتراض ڪري.

### (٨) شفقت وارو هجي:

يعني مريدن تي ٻاجهارو رهي. هڪدم مٿن گهڻن قسمن جا بار نہ رکي بلڪ هوريان هوريان انهن کي ڪمن جو حرص ڏيندو ۽ سهندي آهر مٿن بار رکندو اچي. جڏهن ڏسي تہ مريد جي طبع ۾ قبض پيدا ٿيو

آهي يعني ذڪر ڪرڻ" مونجهارو ٿو ٿئيس ته پنهنجي ولايت جي تصرف ۽ زور سان قبض جو بار متانس کڻي وٺي ۽ بسط ڏيئي ڇڏيس ۽ جي ڏسي ته بسط وڌي ويو اٿس ته متس ٿورو قبض وجهي، ۽ هميشه مريد جي احوال جي نگراني ۽ نگهداشت ڪندو اچي، قبض جي معنيٰ آهي ته سالڪ هلندي زندجي پوي، ذڪر ڪري ته مزو نه اچيس، خطرا ۽ خيال منجهائي ڇڏينس، شوق ۽ لذت وڃائي ڏنيس، بسط ان جي ابتڙ ته آهي يعني شوق ۽ لذت تمام وڌي پويس اهڙو جو سڄو ڏينهن ۽ رات ذڪر ۽ ذڪر جي لذت ۾ محو ٿيو وڃو هجي، ٻيو ڪوبه ڪم ڪري نه سگهي، نه اهي ٻئي ڳالهيون مريد لاءِ چڱيون نه آهن، پوري حد تائين هجڻ کپن.

## (٩) حلم وارو هجي:

جو مريد جي طرفان جيڪڏهن تڪليف اچيس ته اهو سهي وڃي ڪاوڙجي نه پوي ۽ نه ڪي مريد کي انهي جي عيوض رنجائي، باقي ضرورت جي قدر ان کي سمجهائي ڏي ۽ مٺي زبان سان هدايت ڪريس.

## (١٠) معافي ڏيندڙ هجي:

يعني مريدن کان بشريت جي ڪري ڪا ڀل چُڪ ٿي پوي جا مرشد جي طبع کي نه وڻي ته مرشد اها خطا

مريد جي بخشي ڇڏي ۽ انهي تي پڪڙ پڇاڙ نہ ڪري.

## (١١) سهڻي عادت وارو هجي:

يعني خدائي عـــادتون پاڻ ۾ ڌاري تہ جنهنجي وسيلي مريد ڪي ڪنهن عادتن کان ڇڏائي ۽ چڱن عادتن تي هيرائي ۽ مريد پنهنجي پير جون سهڻيون عادتون ڏسي پاڻ ۾ اُهي پيدا ڪري ۽ مرشد انهن عادتن جي سبب مريد لاءِ هڪڙي آرسي تي پوي، يعني جهڙي طرح آرسي ۾ ڏسندڙ جي منهن جو نقشُو هوبهو نظر ايندو ۽ ڏسبو آهي، تهڙي طرح مريد جي وجود مان مرشد وارا سڀ لڇڻ ڏسندڙن کي نظر ايندا رهن.

## (١٢) ايثار وارو هجي:

يعني مريد جون گهرجون پنهنجن گهرجن کان اڳ پوريون ڪري ۽ پنهنجا پاڳان مريد کي ڏيندو رهي.

## (١٣) ڪرم وارو هجي:

جو مـــريد کي پنهنجي ڪرم ســـان ولايت جي درجي تي پهچائي ڇڏي.

## (١٤) توڪل وارو هجي:

تہ مريد بہ وٽانس توڪُل سکي. يعني مرشد اهڙو نہ هجڻ ڪپي جو رزق جي تنگي ڪري وائڙو ٿيو وينو هجي، ۽ مريد سنديس وائڙائي ڏسي افسوس پيا ڪن.

## (١٥) تسليم وارو ھجي:

يعني الله تعالىٰ جي ڪيلن ۽ نبيريلن ڪمن تي راضي ٿيو وينو ھجي، ڪو ماڻھون مريد ٿئي ته ڇا نه ٿئي ته ڇا- ماڻھون فيض وٺڻ اچن ته ڇا، نه اچن ته ڇا، نه ڪنھن جي اچڻ جو حرص ڪري نه ڪنھن جي اچڻ ڪان دلگير ۽ سست ٿئي، جيڪو اچي ساڻس ڳنڍجي ته سمجھي ته الله تعالىٰ ھن ڪي مونسان ڳنڍيو آھي ۽ ڪيس مون ڏي موڪليو اٿس، پوءِ انھي جي خدمت ڪري ۽ سمجھي ته اھا رب تعالىٰ جي خدمت ٿو ڪريان مريد جي خدمت نٿو ڪريان، مريد جي اچڻ تي نه ٿئي ۽ نه اچڻ تي فڪر ۾ ڳري نه وڃي.

## (١٦) الله تعالىٰ جي قضا ۽ تقدير تي راضي رھي:

يعني مرشد پنھنجن مريدن کي مٿين شرطن موجب ذڪر فڪر جي تعليم ڏيندو رھي، پاڻان ذروبه قصور نڪري پوءِ مريدن ۾ ذڪر ۽ فيض جا اثر ظاھر ٿين يا نه ٿين ۽ ولايت جي ڪنھن مرتبي کي پھچن يا نه پھچن، ۽ الله تعالىٰ ڪنھن مريد کي قبول ڪري يا نڪري، ته اھڙي ڳالھه جي ڪا ڳڻتي دل ۾ نه آڻي، بلڪ الله تعالىٰ جي ڪئي تي راضي رھي، ڇو جو ڪنھن کي فائدي وارو خواه نه فائدي وارو ڪرڻ الله تعالىٰ جو ڪم آھي، مرشد جو ڪم ۽ وس نه آھي، سو الله تعالىٰ

تي انهي باب ۾ بلڪل ڪوبہ اعـــتـــراض نہ ڪري تہ منهنجي هن مريد کي فلاڻي ولايت ڇو نہ عطا ڪيائين ۽ هن قسم جو فيض ڇو نہ امداد ڏيس.

### (١٧) باوقار هجي:

يعني مريدن ۽ معتقدن سان عزت ۽ حرمت جي هلت ڪري، تہ مريد گستاخ ۽ بي ادب نہ ٿي پون ۽ مرشد جي تعظيم ۽ ان جو شان مريدن جي دل مان نڪري نہ وڃي، ايئن ٿيو تہ مريد جي ارادي ۾ خلل پئجي ويندو.

### (١٨) ترپل هجي:

آهستگي جي هلت ڪري ڪمن ۾ شتابي ۽ جلد بازي نہ ڪري، مريد ۾ بہ آهستگي سان تصرف ڪندو رهي متان مريد ڪچائي جي سبب ڪِري پوي.

### (١٩) ثابت قدم هجي ۽ ارادي جو پڪو هجي:

مريدن سان ڪيل انجام پاريندو رهي، نہ تہ مريد ان جي بدعهديءَ ۽ بي ثباتيءَ ڏسڻ ڪان عاق ۽ بي فرمان ٿي پوندو، تنهنڪري ڪڏهن تہ مريد کي پنهنجن حقن کان عاق ٿيڻ نہ ڏي ۽ هُن جي هر ڪم ڪار تي ڌيان ڏيندو رهي، جيڪڏهن مريد ڪا بيفرماني ڪري تہ ان تان پنهنجي شفقت ۽ مهرباني لاهي نہ ڇڏي.

## (۲۰) هيبت ۽ ڏياء وارو هجي:

جنهنڪري مريد جي دل ۾ مرشد جي حشمت ۽ دٻدٻو جاء ڪيو وينو هجي، ايتري قدر جو مرشد جي روبرو تہ ادب ۾ رهي پرپس غائبا نہ بہ مرشد جي هيبت کان ڊڄندو رهي تہ ائين ڪرڻ کان مريد جو نفس شيخ جي ولايت جي هيبت کان هميشه شڪستو ۽ مئل رهندو ۽ انهي سبب مريد نفس جي شرارت کان بچيل ۽ برقرار ٿيو وينو هوندو ۽ مرشد جي ولايت جي هيبت جي پاڇي کان ڪوبہ تصرف مريد ۾ ٿي ۽ هلي نہ سگهندو ۽ مريد ستاري سلوڪ ۾ انهن ٻنهي دشمنن (شيطان ۽ نفس) جي گرفت ۽ پڪڙ کان بي خوف ۽ آزاد ٿي پنهنجو سڄو سلوڪ پورو ڪري، الله تعاليٰ سان واصل ٿيندو، تہ اهي وِيه صفتون مرشد ۾ مريدن جي هدايت ۽ وصول اِلَي الله لاءِ تمام ضروري آهن. جهڙي طرح مرشد لاءِ مٿيون صفتون ضروري آهن، تهڙي طرح مريد لاءِ بہ نبض شناس ڪاملن ڪي صفتون ۽ ضروري ڳالهيون مقرر ڪيون آهن تہ مريد پاڻ ۾ اُهي موجود ڪري تہ انهن جي مهابي ڪامل مرشد مان فيض پرائڻ جوڳو ٿيئي، جي انهن صفتن مان ڪا هڪڙي صفت بہ پاڻ ۾ نہ ڌاريندو تہ اوتري ئي ڪمي سارو فيض پرائڻ کان محروم رهندو.

## مريد ۾ ضروري صفتن جو بيان

مريد ۾ ھي ھيٺئين تفصيل موجب ويه صفتون ھئڻ کپن جن جي پابندي ۽ موجودگي مريد ۾ ضروري آھي:

### (١) توبه نصوح کري:

يعني کل شرعي مخالفتن کان اھڙي سچي توبه کري جو وري اُھي مخالف شرع جا کم کائونس بلکل نہ ٿين، جيکڏھن مريد اھا پيڙھہ (جا کل صالح عملن ۽ لائق فعلن جو بنياد آھي) محکم نہ کندو، ۽ انھي ۾ خلل وجھندو- يعني توبه ڀڃي ڇڏيندو تہ نيٺا نيٺ فيض ۾ خلل پئجي ويندس ۽ ان جي سموري کئي کمائي ڇٽ ٿي ويندي.

### (٢) زھد کندو رھي:

يعني کميني دنيا کان سچي طرح دل جو منھن موڙي ڇڏي، ۽ جيکو دنيا جو مال، اسباب ھجيس سو پنھنجن ھٿن سان حق دار وارثن کي ڏيئي ڇڏي، وارث کو نہ ھجيس تہ مرشد مکرم جي خدمت ۾ حاضر کري، پوءِ مرشد کريم جھڙو لباس ۽ جيکو کاڌو پيتو لاکس تجويز کري تنھن تي قانع ٿيئي، وڌيڪ چسکا ۽ چھرون ڇڏي ڏي.

### (٣) مجرد رھي:

يعني دنيا جا سڀ لڳ لاڳاپا ۽ سڀئي نسبي تعلقات ڇني ڇڏي، الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ توھان جي

زالن ۾ اولاد مـان کي توهان جا دشـمن آهن. تـن کـان گوشو ڪريو.

### (۴) عقيدو درست ڪري:

يعني اهل السنه والجماعت جي عقيدي تي قائم رهي، بدعتين ۽ بدعتي عقيدن کان پري پـجي، اڳين پيشوائن جي مذهب تي هلت ڪري، مشتبه فرقي ۽ معطله جماعت ۽ رفض (شيعن) جي ٽولي ۽ معتزلن جي وڳر کان پـجي بيزار ٿي، انهن سان تعصب بہ نڪري، ۽ قبله ڏي مُنهن ڪري نماز پڙهندڙن کي ڪافر نہ چوي. ۽ ڪنهن تي خاص طرح لعنت بہ نہ ڪري.[1]

### (۵) تقويٰ سان رهي:

يعني هر هڪ ڳالهہ طعام ۽ لباس ۾ پرهيزگاري ڪندو رهي ۽ ڊڄندو رهي تہ حرام گراهہ ۽ حرام اڳڙي واپرائڻ ۾ نہ اچي. پر انهي ڳالهہ ۾ بہ مبالغو ڪري، متان نفس ۽ شيطان وسوسا وجهنس جو حلال کي بہ حرام سمجهڻ لڳي ۽ پاڻ کي پـائي تہ آئون ڏاڍو ڪو پرهيزگار آهيان ۽ ٻيا حرام پيا کائن. شريعت جي مباح ڪيل شين ۽ رخصت ڏنلن چيزن کي بہ ڪڏهن ڪڏهن ڪم آڻيندو رهي.

### (٦) صبر سان رهي:

يعني شرع شريف جيڪي تڪليفون مٿس رکيون

[1] اڄ ڪلهہ قادياني هڪ فرقو ظاهر ٿيو آهي، جيڪو متفقہ طور تي ڪافر قرار ڏنو ويو آهي.

آهن، تہ هي ٻکم ڪريو ۽ هي ڪم نہ ڪريو، تہ انهي جي ماتحتي ۾ ڪم ڪندو رهي، ڪرڻ وارا ڪم ڏکيا لڳندس تہ انهن کان مُونجهارو نٿئي، بلڪ انهن جي ڪرڻ جي هير ڪري، نہ ڪرڻ وارا ڪم ڇڏڻ ڏکيا لڳن تہ اهو ڏک سهي ۽ ڇڏي ڦٽا ڪري، ڪامل مرشد بہ جيڪي شرعي ڪم ڏسي تہ اُهي پڻ ڪندو رهي ۽ انهن جي اهنجائي تي صبر ڪري، ڪنهن بہ بي شرعي ڪم ڪرڻ جو دل ۾ ارادو ۽ خيال دل ۾ نہ آڻي، ڪو بد خيال دل ۾ زور ڪري تہ مريد بہ زور ڪري اهو باطل خيال دل مان دور ڪري ۽ همت ۽ قوت سان انهي کي ڪڍي ڇڏي.

## (٧) مجاهدو ڪندو رهي:

يعني نفس جي خواهشن ۽ سڌن جو لغام هميشه پنهنجي هٿ ۾ قابو جهليو وينو هجي، ڪڏهن بہ نفس کي سندس برآدني ڪم ڪرڻ نہ ڏي ۽ ڇڙواڳو رهڻ نہ ڏيس، اهو نامراد نفس هڪڙو بکيو شينهن آهي، جيڪڏهن انهي کي ڍؤ ڏبو تہ ڍئيندڙ کي ڪائي ماريندو، تنهن ڪري ايذائيندڙ دشمن کي بهتر آهي تہ ايذاءِ ڏيڻ کان اڳي ئي ماري ڇڏجي.

## (٨) بهادر هجڻ کپي:

يعني نفس سان وڙهڻ لاءِ هميشہ سنبريو وينو

هجي ۽ اهڙو همت وارو تيــو وينــو هجي جو جڏهن بہ نفس ساڻس ڪنهن قسم جو جهيڙو جهتو يا فريب ڪاري ۽ ٺڳ بازي ڪرڻ لڳي تہ هي انهي جو مقـــابلو ڪري سگهي، ڇو جو هن رستي ۾ انساني شيطان ۽ جناتي شيطان تمام گهڻــان آهن ۽ اُهي سالڪ سان هميشه ڇٽا ٻيٽيون پيا ڪائيندا آهن.

## (٩) سخي هجي:

بخيلي ڪان بچندڙ هجي، ڇو جو بخيلي وڏو حجاب ۽ سخت قيد آهي، جنهن ڪان ڇٽڻ لاءِ يا تہ دنيا آخرت خرچي ڇڏجي يا سر ۽ ساهہ ڪپائي ڇڏجي، يا ماسوي الله اڇلائي ڇڏجي.

## (١٠) فتوت وارو هجي:

جنهن ڪي جوان مردي چئبو آهي، انهي جو مطلب هي آهي تہ ٻين جا حق جيــــڪي بہ پاڻ تي هجن سي پوري طرح پاڻ تان لاهي ڇڏجن ۽ پنهنجا حق جيــڪي ٻين تي هجن سي نہ ڇڪجن، بلڪ ائين سمجهجي تہ منهنجو ڪو حق ڪنهن تي آهي ئي ڪونہ انهي ڪري عارفن چيو آهي تہ ٻين جو ٿورو پاڻ تي ڪڻ، پر ٻين تي پنهنجو ٿورو نہ رکہ.

## (١١) سچائي سان رهي:

يعني جيـــــڪــــو ڪم ڪري تہ الله ڪارڻ ڪري،

مــاٿهن جي چڱي پــائڻ.واري نظر پاڻ تان لاهي ڇڏي، يعني مريد کي کپي تہ الله تعاليٰ کي وٽڻ جو خيال رکي، ماٿهن کي نہ وٽيو تہ کا حرڪت نہ آهي.

## (١٢) ڪجهہ علم رڪجي:

يعني جيتري قدر شرعي ڪمن ۾ سندس واهپو آهي، تہ انهن جا مسئلا سکي پکا ڪري، مثلاً نماز، روزا، حج، زکوات، فرائض، حيض نفاس، واپار، نڪاح، طلاق وغيره. انهي کان وڌيڪ سکڻ جي ضرورت نہ اٿس جو انهي جا ڄاڻندڙ ٻيا گهڻا آهن، ٻين زائد علمن جي سکڻ ڪري پنهنجي سلوڪ جي ڪمن کان رنڊجي پوندو.

## (١٣) نياز ۽ نوڙت وارو هجي:

ناز نہ ڪري جي ناز جي ضرورت اچي وجي يعني اهڙي مقام ۾ سلوڪ جي ڪم ۾ اچي وجي جتي خواه مخواه ناز ڪرڻو ٿو پوي، تہ زور ڪري پاڻ کي اتان هٽائي نياز جي مقام ۾ آڻي ڇو جو نياز مقام آهي عاشق جو ۽ ناز آهي مقام معشوق جو. عاشق کي معشوق جي مقام ۾ جو ادب ڪرڻ گهرجي، متان گستاخن ۾ ليکيو وڃي."

## (١۴) بي پروائي سان رهي:

يعني هن راه ۾ وڏا خطرناڪ ۽ جوکي جا ڪم

آهن جي سالڪ کي سامهون ٿا اچن ته سالڪ کي کپي ته بي خوف ۽ بي پرواه ٿي انهن ۾ گهڙي پوي ۽ ساه جو سانگو نه ڪرڻ گهرجي خرابي کان نه ڏجي ۽ سلوڪ کي ڦٽو نه ڪري.

## (١٥) ملامت سهندڙ هجي:

قلندري صفت وارو ٿي رهي، انهي هوندي به غيرشرعي ڪمن کي ويجهو نه وڃي، جو اهي ڪم ڪرڻ شيطاني رستو آهي، اباحي فرقي وارا جن ڪمن کي مباح سمجهي غير شرعي ڪمن کي جائز سمجهيو ويٺا آهن ته اهڙي رستي تي هلڻ ڪري دوزخ ۾ وڃي پهتا آهن. ملامت جو مطلب آهي دنياوي ننگ ناموس ۽ ظاهري ڏيک ويک کان پاسو ڪرڻ. ته طالب کي کپي ته الله تعاليٰ جي راهه ۾ هلندي اهو خيال نه ڪري ته دنيوي تعلقات ڇڏڻ ۽ مائٽن سان نه ملڻ ڪري ماڻهو ٺوڪيندا. يا سادي ڪائڻ ۽ ٻُڪن سهڻ ڪري ماڻهون چُوٺ ۽ پيچ وغيره چوندا. ته ماڻهن جي ائين چوڻ جو ڪوبه خيال نه ڪري، سالڪ کي الله تعاليٰ سان مشغول رهڻ ۽ سندس رضامندي حاصل ڪرڻ جو ئي اونو هجڻ کپي ماڻهون چڱون چون ته ڇا، بڇڙو چون ته ڇا. مخلوق جي دوستي تي خوش نه ٿئي، ۽ انهن جي دشمني ڪرڻ تي غمگين نه ٿئي. دوستن ۽ دشمنن کي هڪ

جهڙو ۽ هڪ رنگ وارو سمجهي.

**(١٦) عقل وارو هجي:**

جو پنهنجي هَل چَل ۽ ڳالهہ ٻولهہ اهڙي قسم سان عقل ۽ سرت سياڻپ موجب ڪندو رهي جو مرشد جي مرضي ۽ حڪم کان ٻاهر بلڪل نہ هجي ۽ ڪو بہ اهڙو ڪم نہ ڪري جو شيخ کي نہ پسند اچي ۽ ٻڇان لڳيس.

**(١٧) ادب وارو هجي:**

يعني سهڻن اخلاقن سان سينگاريل هجي، خوش طبعي ۽ چرچي بازيءَ کان پرهيز ڪرڻ، مرشد جي خدمت ۾ مرشد جي اجازت ۽ موڪل کان سواءِ ڳالهہ نہ ڪري، اجازت ملڻ تي بہ جيڪڏهن ڳالهائي سو تمام نرميءَ ۽ مٺي زبان سچيءَ لسان سان ڳالهائي، ڳالهائڻ وقت ظاهر ۽ باطن ۾ پنهنجي مرشد جي اشاري ۽ امر جو منتظر رهندو هجي. جيڪڏهن ڪا ڀُل چُڪ ٿي پويس تہ جهٽ پٽ استغفار ڪري وٺي.

**(١٨) سهڻي اخلاق ۽ نيڪ عادت سان رهي:**

هميشہ ڪِل منهون ۽ سرهي پيشاني وارو رهندو هجي، سنگتين سان سونديل ۽ سڏو ٿي نہ رهي، وڏائي، ٻڏاءِ ۽ پاڻ ڀائڻ کان ۽ ٻتاڪ شتاڪ هڻڻ کان، شان مان ۽ عزت طلبڻ کان پري رهي. نياز، نوڙت، نهٽائي سان گذاري، جماعت جي وڏن جي خدمت ڪرڻ ۽

جماعت جي ننڍن سان شفقت ورتڻ جي رهت ۽ هلت
ڪري، انهن جي هر طرح دلداري ۽ غمخواري، رعايت ۽
پوئيواري ڪندو رهي، انهن جا بار سهي، پنهنجا بار مٿن
نہ رکي، انهن جي بي چيائي ڪرڻ کان گوشو ڪري.
ڪو ماڻهون ڪيس نصيحت ۽ هدايت ڏي تہ اها مڃي پاڻ
بہ ٻين کي هدايت ۽ نصيحت ڏيندو رهي، ڪنهن سان
جهيڙو جهتو، هوڏ، اُڏوڪ بلڪل نہ ڪري سنگت وارن
کي عزت ۽ ارادي سان ڏسي، هلڪائي جي اک سان
ڏانهن نہ نهاري، پاڻ کي وڏو ۽ هنن کي ننڍو ۽ حقير نہ
سمجهي، هي خواهش ۽ گهُر ڪندو رهي تہ ڏٽي تعاليٰ
جي درگاه ۾ ويجهڙائي پرايان، جيڪي مليس سو ٻائرن
کي ڏيئي ڇڏي، ٻين جي حصن ۽ ڀاڱن ۾ اکيون نہ
وجهي، سماع جي وقت ۾ پختو ۽ مضبوط رهي، اهڙو
جو انهي حالت ۾ ڪائونس ڪا بي جا حرڪت صادر نہ
ٿئي ۽ سرور ۾ ڪوبي هو دوڪم اهڙو نہ ڪري جنهن
کان سنگتين کي ايذاء رسي، بلڪ اهڙي روش هلي جو
ان کان دليون پيون ٺرن، جيڪڏهن مرشد ڪامل جي
قدمن تي مٿو رکندو تہ اهو سجدو ٿيندو، ۽ حرام
سمجهبو جو شرعي ممانعت آهي.

## (١٩) تسليم و رضا ڪرڻ:

يعني ظاهر ۽ باطن ۾ مرشد جي ولايت جي تصرف

۾ اختيارن ۾ پنهنجو پاڻ سونپي ڇڏجي ۽ پنهنجا اختيار سڀ ميٽي محو ڪري ڇڏجن. مرشد ڪريم جي امرن ۽ نهين، ادبن جي اختيارن ۽ فرمودن ۾ رهي پنهنجيءَ حياتيءَ جا دم گذارجن. پاڻ کي مُئي جي مثال سمجهي، يعني ته آئون مُئل جسم آهيان جو غاسل جي وس ۾ آهيان. جيئن ته وٽيس تئين مرشد مونکي پيو اُٿلائي پُٿلائي. پنهنجي اندر ۾ سدائين مرشد جي اندر کان التجائن ۽ گهرون پيو ڪندو رهي. مرشد جي منهن تي خواه پرپٺ جيڪي ڪم ڪري ته انهن لاءِ مرشد جي ولايت کان اجازت وٺي پوءِ ڪري، جي موڪل مليس ته ڪري نه ته نه ڪري.

### (۲۰) تفويض آهي:

يعني مريد کي کپي ته جڏهن هن راه ۾ قدم رکي ته پنهنجي وجود تان سمورو اٿي وڃي ۽ پاڻ کي رب جي راه ۾ گهوري ڇڏي، جيڪا عبادت ڪري ته اها نه ته بهشت جي ملڻ جي خيال سان ڪري نه دوزخ کان ڇٽڻ ۽ بچڻ جي ارادي سان ڪري ۽ نه هن اميد تي ڪري ته انهي عبادت جي وسيلي آئون ڪامل ٿي پوان يا مونکي نقصان ڪي نه رسي، بلڪ الله تعاليٰ جو پاڻ تي حق ٻانهپيءَ جو نظر ۾ رکي سندس حق ادا ڪرڻ جي ڏيان سان اخلاص محبت ۽ ٻانهپ طور عبادت ڪندو رهي. رب تعاليٰ جي طرفان مٿس جيڪو فيض ۽ رباني فضل ٿيئي ته ان تي راضي ٿي ۽ شڪر بجاءِ

آڳي ۽ رب تعاليٰ کان مُنهن نہ موڙي، پانهنجي رستي تي مضبوط ۽ ڪُتو بيٺو هجي، ۽ پوري سچائي ۽ صداقت سان ڪم ڪندو رهي ۽ جي برتقدير بارگاه خداوندي پيش گاهہ لاابالي ءَ مان جواب مليس تہ توکي هتان ذرو بہ ملڻ نہ آهي، ڇو تہ اجايون محنتون ڪرين ۽ تڪليفون وٺين، تہ هڪ ڀيرو تہ ڇا پر جي هزار ڀيرا بہ ڪٺي اهڙا جواب نااميدي جا ملنس، تہ بہ صادق مريد جو وڙ آهي تہ هڪ وار جي ور تي جيترو بہ پنهنجي ڪم کان روڪجي ۽ رنڊ جي نہ پوي، پنهنجي ڪم ۾ لڳو پيو هجي، انهي امتحان ۽ آزمائش ۾ ڪچو نہ ٿي، فائدي نہ ٿيڻ ۽ محروم ٿي پرائڻ جي خيال کان پنهنجي ڪامل مرشد جي صحبت ۽ سنگت کان منهن بلڪل نہ موڙي، جيڪڏهن خود مرشد پنهنجي مجلس مان هزار ڀيرا ڪٺي لوڌيس تہ بہ نہ وڃي بلڪ دامن جهليو ويٺو هجي، جهڙي طرح مک کي متائي خواه طعام تان لوڌبو آهي تہ وري وري پئي ايندي آهي تہ مريد صادق کي کپي تہ مک کان تہ گهٽ نہ ٿئي عربيءَ ۾ مک جو نالو رکيو ويو آهي ذُبابُ، سو انهي ڪري رکيو ويو آهي جو وري وري ٿي اچي، اهو نالو مرکب آهي ٻن لفظن مان، هڪ ذُب - ٻيو اب - ذب جي معنيٰ آهي لوڌيو ويو، اب جي معنيٰ آهي آيو، يعني هوڏانهن لوڌيو ويس هو ڏانهن جهٽ آئي، تيئين سچي مريد کي هوڏانهن مرشد لوڌي ڪڍيو ۽ هوڏانهن فوراً اچي خدمت ۾ حاضر ٿيو.

## حضرت مخدوم نوح رحمة الله علية جن كافي بيت چيا آهن پر جيكي محفوظ وجي رهيا سي هيٺ ڏجن ٿا:

(١)

اُپٺيان تہ اَنديون، پُوريُون پرين پَسَن،
آهي اکڙين، عجب پر پسڻ جي.

(٢)

پريان پنڌُ ڪري، ڏُوران جي اچن،
سائين سندا تن، ڏکندا ڏور ڪرئين(١)

(٣)

پيئي جا پريات، سا ماڪ مَ پانيئو ماٺهوئا،
روئي چڙهي (٢) رات، ڏسي ڏڪوين ڪي.

(٤)

مَتان ڏسي موهجين، دنيا وارو ڏچ،
جُدا ڪر جودئون، چائي ڪي تي چچ،
اچ نہ تي سُيان، سيان نہ تئي اُچ،

(١) ڪرين (٢) چڙي

نِرمل نوح فقر چئي، ڪر رب سان ريجهي رڃ،
مُنيون پيڙي پڃ، وقت وَجئي تو ويسلا.

(٥)

آخري رات (وصال واري صبح جي) سمهاڻي مهل مسجد شريف جي دروازي وٽ هي بيت پڙهيائون:

نہ سي جوڳي جوءِ ۾، نہ سا سکي چاٽ،
ڪاپڙين ڪنواٽ، وڃي ويل آٽيا. (١)

(دليل الذاڪرين ص: ١٤٠)

(صبح محل معلوم ٿيو تہ پاڻ وصال فرمائي ويا)
وري هي فرمايائون:

(٦)

جان اچين تان آءُ، سِڪي جو سڏ تان درين،
متان ٿي پُئان (٢)، سڪين سناسين کي.

(دليل الذاڪرين: ص ١٤١)

(٧)

ابابڪر (٣) آءُ، سامين سفر سانباهيو،
متان ٿي پويان، سارين سناسين کي.

(١) پلاڻيا (٢) پويان (٣) سيد ابوبڪر لکياري سندس خليفو هو ان کي ياد فرمايائون.

حضرت ابوبڪر لڪياري رح (جواب ۾ فرمايائون)

آيو ڪي آيو، ڪجو ڪي جٺاءُ،

متان ٿي پئاوُ،(١) سِڪان سناسين ڪي.

حضرت سيد علي شيرازي عليہ رحمه (حضرت مخدوم نوح رحمه عليه جن جا خليفا هئا.)

انهن حضرت مخدوم نوح عليه الرحمه جي خدمت ۾ لکي يا چوائي موڪليو تہ: (ٻي روايت موجب سيد شاه عبدالڪريم بلڙيءَ واري لکيو آهي.)

مان آهيان گندرو غريب، رهان ڪينجهر ڪنڌ تي،

تون آهين ڄام قريب، ڏن ڇڏائي ڏيج مون.

جواب ۾ حضرت مخدوم نوح عليه الرحمه جن چوائي/ لکائي موڪليو تہ:

(٨)

جي تون آهين گندرو غريب، تہ آهين پُڻ چوکو مهاڻو،

ڄاڻائينداسون ڄام کي، جو مچيندو ماڻو،

ڪينجهر سندو ناڻو، ڪڍهن گهرندو ڪين ڪي.

(١) پويان

منو فقير سندن خدمت گذارن ۾ پيارو هوندو هو ڪڏهن ڪڏهن حاضريءَ ۾ دير ڪندو هو ته پاڻ فرمايائون:

مِتا منائين جون، ڪر ڪي ڳالهڙيون،
ڪيئن ٿا گذرن ڏينهڙا، ڪيئن ٿيون گذرن راتڙيون.

جواب ۾ مِنو فقير چوندو هو ته:

ڏينهان ڏوريون ڏک سان، راتيان رَتُ رئون،
ايئن ٿا گذرن ڏينهڙا، ايئن ٿيون گذرن راتڙيون.

(راحت الروح صفه ٣٩٧)

پاڻ ڪنهن ماڻهو ڪي خط يا چٺي لکندا هئا ته هي ضرور لکندا هئا

مَسُ مِسڪن جي، قلم الله جو.

هڪ فقير گداگر اچي ڪين هيئن چيو تہ:

"سمين ڄام آئي عالم سڀ آجو ٿيو."

اتي پاڻ حضرت مخدوم معظم نوح عليه الرحمه جن جواب ۾ فرمايائون تہ:

سمون بہ ساٿن گڏ، تون بہ لوچج لڄ ڪي،
هلندي سمين سامهون، تون پڻ ڪيڙت ڪڍ،
تہ تون پڻ ٿئي ڏڍ، اڳيان سمين جي بہ سوڀ ٿئي.

جيئن حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ:

فَانِي اباحُي بكُمُ الامُمُ

تہ آئون ٻين امتن اڳيان فخر ڪريان

راحت الروح مخدوم نوح

## هن ڪتاب کي مرتب ڪرڻ وقت جيڪي ڪتاب هيٺ لکجن ٿا انهن مان ڪنهن نه ڪنهن طرح واسطو ۽ بنيادي ماخذ آهن.

١- ترجمہ قرآن مجيد فارسي حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمہ سنڌي ادبي بورڊ
٢- تحفہ الڪرام مير علي شير قانع ٺٽوي سنڌي ادب بورڊ
٣- سڪينہ الروح تذڪرہ مخدوم نوح (قلمي سنڌي) ذاتي ڪتبخانہ مخدوم صاحب هالان نوان
٤- دليل الذاڪرين (قلمي) حاجي فقير قوم پهوڙ- ذاتي ڪتبخانہ مخدوم صاحب هالان وان.
٥- ڪئوس فخريہ (دليل الذاڪرين جو ٻيو جلد) (قلمي)- ذاتي ڪتبخانہ مخدوم صاحب هالا نوان
٦- سراج العارفين (قلمي) مخدوم غلام رسول صديقي- ذاتي ڪتبخانہ مخدوم صاحب هالان نوان
٧- انيس الفقرءَ (قلمي) مخدوم غلام رسول صديقي- ذاتي ڪتبخانہ مخدوم صاحب هالا نوان
٨- رسالہ فتحي از حضرت مخدوم فتح محمد (حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمہ جن جو پوٽو) ذاتي ڪتبخانہ مخدوم صاحب هالا نوان
٩- گنجينہ الاولياءَ
١٠- راحت الروح تذڪرہ حضرت مخدوم نوح- از مولانا دين محمد وفائي رحہ- ذاتي ڪتبخانہ مخدوم صاحب هالا نوان
١١- مخدوم نوح سرور رحہ جا سهيوڳي محبوب علي چنہ صاحب- سنڌي ادبي بورڊ

